

# جبران جا چار ناوليٽ

ترتيب ۽ ترجمو

## گل محمد

روشني

# جبران جا چار ناوليٽ

[پيغامبر، مرشد جو پيغام،
پڳل کنپڙاٿيون - بغاوت]

ترتيب ۽ ترجمو

## گل محمد

روشني پبليڪيشن
ڪنڊيارو
2001ع

Roshni Book No. 187

ڪتاب جو نالو:جبران جا چار ناوليٽ
ترتيب ۽ ترجمو: گل محمد

چاپو پهريون: © روشني 2001ع
ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي
روشني ڪمپوزرس، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد،
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ

# JABRAN JA CHAR NOVELET

by: **Gul Muhammad**
Composed by: Habib Qadir Qureshi.
Roshni Composers, Hyderabad
Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.
Published by: Roshni Publication, Kandiaro

First Edition © Roshni 2001

**اسٽاڪسٽ**

شاهه لطيف ڪتاب گهر - حيدرآباد
سنڌ بڪ ڪلب، رابعه اسڪوائر - حيدرآباد
ڪاٺياواڙ اسٽور - اردو بازار، ڪراچي
رابيل ڪتاب گهر - لاڙڪاڻو
رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعه سينٽر - لاڙڪاڻو
ڪتاب سپر مارڪيٽ، الرحيم هوٽل - لاڙڪاڻو
عزيز ڪتاب گهر - بئراج روڊ، سکر
ڪتاب مرڪز - فيريئر روڊ، سکر
يونائيٽيڊ بڪ لينڊ - مهراڻ مرڪز، سکر
نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
قاسميه لائبريري - ڪنڊيارو

Roshni Book No. 97

"پيغامبر"

ليکڪ: خليل جبران


پهريون ايڊيشن : © آگسٽ 1995ع

ڪمپوزنگ: بشير احمد جمالي، عبدالبرادرز ليزر ڪمپوزنگ سسٽم حيدرآباد.

ڇپيندڙ: فائين آرٽ ڪميونيڪيشن حيدرآباد سنڌ.

ڇپائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، ضلعو نوشهرو فيروز سنڌ.

قيمت 22.00 رپيا.


**PAIGHAMBER**

(A Novelet by Khalil Jibran)


Composed by Bashir Ahmed Jamali,

Abdul Brothers Laser Composing System Hyderabad Sindh.

Printed by Fine Communications Hyderabad.

Published by Roshni Publication, Kandiaro, Sindh.

First Edition: © August 1995

انتساب

پنهنجي يار ياسين قائم خاني جي نالي!

**گُل محمد**

# 1

اها منتخب ۽ محبوب هستي، جا پنهنجي زماني جو درخشان ستارو هئي، ان وقت جو چمڪندڙ تارو هئي. انهيءَ عهد جو صبح صادق هئي.

هو ٻارنهن سال دمشق جي شهر ۾ ساڪن رهيو. سندس اباڻو وطن ٻيو هو. هو پنهنجي ڏيهه کان ڏور هوندي، منزل تائين پهچڻ لاءِ بيتاب هو. هن کي انهيءَ جهاز جو انتظار هو جو هڪ ڏينهن اچڻ وارو هو ۽ کيس اصل وطن ڏانهن رٺي وڃڻ وارو هو.

صفر مهيني جي ستين تاريخ هئي. بستيءَ جا باشندا لاٻارن ۾ مشغول هئا. هو ٻه انتظار دفعه ڪرڻ واريون گهڙيون گهارڻ، شهر کان ٻاهر نڪتو. پرسان جبل هو ان تي چڙهي سمنڊ طرف نگاهه وڌائين. تصور کي زندگي ملي، سندس اکين اها صورت ڏٺي، جنهن جي اوسيڙي هن کي هيءُ پنڌ ڪرايو هو. هاڻ سندس دل جا دروازا کلي پيا. هن جي مسرت پرواز ڪري سمنڊ جي سطح تي اڏامڻ لڳي. هاڻ هو انهيءَ جبل کي آخري سلام ڪري هيٺ لٿو. ان وقت هتي هر طرف اداسائي ڇائنجي ويئي. هن جي دل ۾ اوچتو ئي اوچتو خيال آيو، ته آءٌ هتان ڪهڙيءَ طرح مسرور ۽ بنا غم وڃي سگهندس؟

اي پروردگار! آءٌ هن بستيءَ کي ان وقت تائين الوداع ڪري

نٿو سگهان. جيسين منهنجي روح کي ڪو زخم نہ لڳي يا منهنجي دل کي ڪو صدمو نہ پهچي. هن شهر ۾ مون نهايت طويل عرصو گذاريو آهي. غم ۽ اونده جون گهڙيون بہ ڏٺيون اٿم، تہ عيش ۽ آرام جو وقت بہ بسر ڪيو اٿم. منهنجي تنهائيءَ جون جيڪي راتيون هت گذريون، سي طويل هيون، مگر بي آرام نہ هيون. تاريڪ هيون، مگر المناڪ نہ هيون. ڀلا اهو اهو بہ ممڪن ٿي سگهي ٿو تہ ڪو شخص بغير ڪنهن ڏک ڏسڻ جي آسائش واريءَ جاءِ کي الوداع پڙهي!!

مون پنهنجي روح جا ٽڪرا هن شهر جي گهٽين ۾ ڦٽا ڪيا آهن، منهنجي حسرت هنن گلين ۾ ڀٽڪي رهي آهي، منهنجي ارمانن جو اولاد هنن ٽڪرين جي دامن ۾ رانديون ڪري رهيو آهي. هاڻي ڪهڙي طرح ممڪن ٿي سگهي ٿو تہ آءٌ پنهنجي روح تي ڪنهن بوجهہ رکڻ کان سواءِ يا دل کي ڪنهن ڳنڌي بغير بازگشت ڪري سگهان!

هي ڪي ميرا ڪپڙا نہ آهن، جن کي لاهي ڪٽي ڦٽو ڪريان. مون کي تہ هت ئي پنهنجي جگر جو خون ڏيڻو آهي، منهنجو جنازو هن ئي شهر مان نڪرڻو آهي: منهنجي مزار هت ئي تيار ٿيندي- منهنجي قبر مون کي پڪاري رهي آهي. هيءَ بستي صرف تخيل يا تصور نہ هو، جنهن کي آءٌ هڪدم فراموش ڪري ڇڏيان، هيءَ تہ منهنجي منزل مقصود هئي، جنهن ۾ منهنجون تمنائون پيدا ٿيون ۽ گم ٿي ويون. هيءَ مون لاءِ هڪ اهڙو عجيب نسخو هئي، جنهن کي ڄاڻو طبيب بلڪل مزيدار بنايو هو، ليڪن.... آءٌ هت ترسي بہ نٿو سگهان! اهو بحر بي پايان، جنهن هزارين حياتيون برباد ڪري ڇڏيون آهن، مون کي بہ پاڻ ڏانهن گهلي رهيو آهي. هن جي ٻيڙي

تيار آهي ۽ ٻيڙياتو بہ انتظار ۾ ويٺو آهي. هن جي سڙهہ کي سٺائيءَ واءُ جي ضرورت نہ آهي. آخر تہ مون کي بہ انهيءَ ئي مکڙي (ٻيڙي) تي سوار ٿيڻو پوندو. منهنجو هت رهڻ ممڪن نہ آهي. ڪاش! مون وٽ جيڪي آهي، سو سڀ هتان کڻي وڃي سگهان، پر اهو بہ ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ آواز، جنهن جي ڪلهن تي زبان پر لڳائي ٿي، پاڻ اڏامي وڃي ٿو، پر زبان کي ساڻ نٿو کڻي، هو مجبوراً اڪيلو ئي آسمان جي جستجوءَ ۾ پر کولي پرواز ڪري ٿو.

عقاب ڏسو! هو جڏهن سج جي ڪرڻن کي پنهنجن طاقتور ڪنبن سان چيريندو قدرت جي وڇايل نور جي چادر ۾ الٽ پلٽ ٿيندو، اڏامندو ويندو آهي، تڏهن هو پنهنجو آکيرو اتي ئي ڇڏي ويندو آهي. اهڙيءَ طرح سوچيندو، مغموم ۽ مسرور حالت ۾ جڏهن هو جبل جي ڪڇ ۾ لٿو، تڏهن وري سمنڊ طرف نهاريائين. هن ڏٺو تہ سندس جهاز هاڻي ڪناري کي بلڪل ويجهو اچي ٿيو آهي. هن جهاز جي ملاحن کي جهاز جي مهري تي بيٺل ڏٺو. اهي سڀ ملاح هن جا هم وطن هئا، سندس ديش واسي هئا. ان وقت هن جي زبان خاموش هئي، پر سندس روح- بي اختيار ملاحن کي پڪاريو-

او منهنجي عظيم ماءُ جا فرزندو! اي موجن جا شهسوارو! ڪيترا دفعا مون خوابن جي حالت ۾ اوهان کي پنهنجي تصور جي موجن تي ترندو ڏٺو آهي ۽ ڪئين بار مون اوهان کي پنهنجي تخيل جي ٻيڙيءَ تي وينل ڏٺو آهي، ليڪن اڄ جڏهن جاڳ جي حالت ۾ اوهان مون وٽ اچي رسيا آهيو، سو تہ خوابن جي وادين کان بہ وڌيڪ گهرو ۽ وسيع آهي. منهنجي سفر جو شوق سڙهہ سوان ڪري سٺائي واءَ جو منتظر آهي. منهنجي سياحت جو ٻيڙو سير ۾ هلڻ لاءِ تيار بيٺو آهي. هن ٿڌو ساهہ کنيو!

وري چيائين، تہ بس رڳو هڪ گهڙي ترسو ۽ چند منٽن جي مهلت ڏيو، تہ هن خاموش فضا ۾ فقط هڪ محبت ڀري آخري نگاهہ وجهي وٺان۽. پوءِ آءٌ اِجهو اوهان وٽ پهتس ۽ اچي سامونڊي مسافرن جو همسفر ٿيندس.

۽ تون اي مهاساگر! تون اهو آهين، جنهن جي هنج ۾ چشمن ۽ دريائن کي آزادي نصيب ٿي ٿئي. آءٌ توسان وعدو ٿو ڪريان، ان ڪان اڳ، جو هن بستيءَ جي زندگيءَ جي درياءُ جو پاڻي ڪجهہ وهي هلي، يا هن سرسبز واديءَ ۾ هڪ لمحو ترنم جاري رکي سگهي، آءٌ تو وٽ اچي پهچندس.

هڪ وسيع قطرو ......... وشال سمنڊ ۾ ..........!"

هو اڳتي وڌيو ۽ ڏٺائين تہ پري پري کان ڪيترا مرد ۽ عورتون پنهنجي پوکن کي ڇڏيو جهاز ڏانهن اچي رهيا آهن. انهن جي زبان تي سندس ئي نالو هو. هو پنهنجي دل ۾ چوڻ لڳو، ڇا فراق جو ڏينهن ئي وصال جو ڏينهن بڻبو؟ ڇا منهنجي شام ئي منهنجو صُبح بڻبي؟ وري کيس خيال آيو، تہ جيڪي ويچارا پنهنجا، هر پنهنجون ٻنيون ۽ پنهنجا ديرا الله جي آسري ڇڏي، مون وٽ آيا آهن، تن کي آءٌ ڇا ڏيندس؟ ۽ مون وٽان ايڏي قربانيءَ جو عيوضو ڪهڙو ملندو؟ ڇا اهو ممڪن نہ آهي، تہ منهنجي دل ميويدار وڻ بڻجي پوي ۽ آءٌ پنهنجو ميوو ڀنهي هٿن سان روزي انهن ماڻهن ۾ ورهائي ڇڏيان؟ ڇا اهو ممڪن آهي، آئون هڪ مٺو پهاڙي چشمو بڻجي پوان ۽ هو منهنجي پاڻيءَ مان پيالا ڀيئندا، سيراب ٿيندا وڃن؟

ڇا آءٌ هڪ ستار ٿي نٿو سگهان، جنهن تي آڱريون رکن، تہ ان مان مَن موهيندڙ سُر پيدا ٿئي؟ يا هڪ بانسري ٿي پوان، جنهن جو آواز هنن جي روحن ۾ رچي کين اڻ کٽ راحت بخشي؟

آءٌ تہ خاموشين جو چاهڪ آهيان. انهن خاموشين مان ئي مون کي دولت نصيب ٿي، پر اها ڪهڙي دولت آهي ۽ انهيءَ صبر مان ئي مون کي گنج مليو، پر اهو ڪهڙو گنج آهي؟ انهيءَ ماٺ مان ئي مون لڪل خزانو لڌو، پر اهو ڪهڙو خزانو آهي؟ مون جنهن ٻنيءَ ۾ ٻج ڇٽيو هو، اڄ ان جي لڻڻ جو ڏينهن آهي، پر اهو فصل ڪهڙو آهي؟

۽ اهو سڀڪجهہ ڪهڙي گذريل ۽ وسريل زماني ۾ ٿيو؟

جيڪر اڄ اها سڀاڳي ساعت آهي، جنهن ۾ مون کي پنهنجو ڏيئو روشن ڪرڻو آهي تہ ڀلا! انهيءَ ڏيئي ۾ اهو ئي شعلو ٻرڪندو، جو منهنجي دل ۾ آهي؟ شايد اهو ڏيئو ٻرندي ئي وسامي وڃي- يا اهو شعلو ٻرڪڻ کان پوءِ بہ بي نور بڻجي پوي!! مگر نہ نہ! مون کي معلوم آهي تہ رات جو چوڪيدار انهي ڏيئي ۾ تيل وجهي، ان کي روشن ڪندو رهندو. مون کي يقين آهي، تہ رات جو محافظ انهيءَ شعلي کي بي نور ٿيڻ نہ ڏيندو ۽ هن ۾ اهڙي طاقت ڀري ڇڏيندو، جو اهو شعلو هر طرف جي هوائن جو بلڪل بي پرواهيءَ سان مقابلو ڪري سگهندو.

هن ايترو چيو، ليڪن اڃا هن جا ڪيترا راز رازداريءَ جي پردي ۾ ئي رهجي ويا. هن جون حسرتون دل ئي دل ۾ گم ٿي ويون. هن جا ارمان اندر جو اندر غائب ٿي ويا. هن جي تمنائن جا تصور دل ۾ ئي لڪل رهجي ويا، مگر زبان جي پردي تي نہ اچي سگهيا. هو جڏهن شهر ۾ داخل ٿيو، تڏهن سڀني ماڻهن هن جي مرحبا ڪئي ۽ يڪ زبان ٿي پڪاريو تہ:

اسان کان جدا نہ ٿيءُ، تون اسان وٽ ئي نڪاٽو ٿاهي ويهہ- تنهنجي فراق جو ڦٽ اسان جي دلين کي سخت صدمو رسائيندو.

تنهنجي جدائي جي زخم سان اسان جي حياتيءَ جو ڦٽ ناسور بنجي پوندو، تنهنجي وڇوڙي جو وڍ اسان کي گهڙي به آرام ڪرڻ نه ڏيندو. ۽ جڏهن اسان وٽ غربت جي شام هئي تون عيد جو صبح ٿي آئين- جڏهن اسان جو ڏيئو اجهامڻ تي پهتو هو، تڏهن تون ان لاءِ حياتيءَ جو ٻارڻ ثابت ٿئين. تنهنجي جوانيءَ جي ملاقاتن اسان جي جسم ۾ نئون روح ڦوڪيو ۽ اسين بلنديءَ جا خواب لهڻ لڳاسين. تون اسان وٽ ڌاريو نه آهين، تون اسان وٽ مهمان نه آهين- تون ته اسان جو پنهنجو آهين، اسان جي رات جي راحت آهين، اسان جي ئي اکين جو نور آهين. اسان جو ئي جسم و جان آهين. اسان جي اکين کي پنهنجي ديدار جو پياسو نه بناءِ، اسان جي اکين کي پنهنجي ديدار کان دور نه ڪر. انهن سمنڊ جي موجن کي پنهنجي ۽ اسان جي وچ ۾ نه اڻ ۽ جو زمانو اسان وٽ گذاريو اٿئي، تنهن کي ماضيءَ جي حوالي نه ڪر. تون اسان جو روح هئين، تنهنجي تصور ئي اسان جي چهرن کي روشن ڪيو. تنهنجي پُرنور پيشاني اسان جي نينن کي نوراني بنايو. اسان توکي تمام گهڻو پيار ڪيو، پر اسان جي محبت بي زبان هئي- اسان جي الفت گونگي ۽ سادي هئي ۽ اها پردي اندر ئي ڇپيل رهي. مگر اڄ اها لڪل محبت بي پرده ٿي توکي پڪاري رهي آهي- بي نقاب ٿي تنهنجي حضور ۾ موجود آهي. دنيا ۾ هميشه ائين ئي ٿيندو رهيو آهي- محبت پنهنجي گهرائي کان تيستائين بي خبر رهندي آهي. جيستائين فراق جي گهڙي مٿس حملو آور نه ٿيندي آهي.

پوءِ ته ماڻهن جو هجوم ٿيندو ويو ۽ سيني هن کي التجائون ڪيون، مگر هن ڪنهن کي به جواب نه ڏنو. هن ڪنڌ هيٺ ڪيو. جيڪي ماڻهو سندس ويجهو هئا، تن سندس سيني تي ڳوڙها

ڪرندي ڏٺا.

پوءِ سيپيٽي هڪ خانقاه ۾ داخل ٿيا. اتي اعتڪاف خاني مان هڪ عورت نڪتي، جنهن جو نالو عارفه هو. هوءَ اهل بصيرت مان هئي. هن نهايت پاڻوه ۽ سڪ سان ان عورت ڏي نهاريو. ان ڪري جو اهائي عورت هئي، جنهن هن کي چيو هو ته "تون سچو آهين" اهو به تڏهن جڏهن هن کي ڳوٺ ۾ اچان هڪ ڏينهن ئي ٿيو هو.

عورت چيو، ته اي بزرگ هستي! نهايت گهڻو عرصو تنهنجي نيڻن جهاز جي تلاش ڪئي ۽ نيٺ تنهنجو جهاز اچي ويو. توکي وڃڻو به ضرور آهي. تنهنجي دل ۾ وطن جو شوق نهايت پريل آهي. هن وقت نه اسان جي محبت توکي روڪي سگهي ٿي، نه اسان جون ضرورتون تنهنجي راه رنڊ ڪون بنجي سگهن ٿيون. اسان جي آرزو فقط هيءُ آهي ته موڪلائيءَ کان اڳ، اسان سان به ڪي ڳالهيون ڪر. اسان تي پنهنجي اندر جا ڳجهه کول. اسين تنهنجي انهيءَ بخشش کي پنهنجي ٻچن جي حوالي ڪنداسون، جي پشت به پشت ان جا وارث ٿيندا ايندا. اهڙي طرح تنهنجي امانت اسان وٽ هميشه لاءِ محفوظ رهندي. تو پنهنجي تنهائي ۽ خلوت ۾ اسان جي زندگيءَ جو مطالعو ڪيو ۽ بيداريءَ ۾ اسان جي اهڙي نگهباني ڪئي، جهڙي ماءُ پنهنجي ستل اولاد جي ڪندي آهي ۽ پنهنجي اولاد کي خواب لهندي، کلندي ۽ روئندي ڏسندي آهي.

بس هاڻ تون اسان جو راز اسان تي ظاهر ڪر ۽ اسان کي اهو سڀ ڪجهه ٻڌاءِ، جو موت ۽ حياتيءَ جي وچ ۾ تو ڏٺو آهي.

هن جواب ڏنو، اي بستيءَ وارؤ! آءٌ توهان سان ڪهڙي شيءِ جو ذڪر ڪريان. سواءِ انهي جي، جا هينئر به توهان جي روحن ۾ ڊوڙي رهي آهي.

## 2

## عورت چيو تہ اسان کي محبت متعلق ڪجهہ ٻڌايو

بزرگ ڪنڌ مٿي ڪري ماڻهن ڏانهن نهاريو. ڪا گهڙي هرڪنهن تي خاموشي ڇانئجي ويئي. هن بردبارانہ لهجي ۾ چيو، تہ جڏهن محبت اوهان کي اشارو ڪري، تہ اوهان هن جي پٺيان هلو باوجود ان جي سندس رستا مشڪل ۽ دشوار آهن. هو جڏهن پنهنجا پَرَ کولي تہ اوهان انهن جي ڇانوَ ۾ ويهي رهو ۽ پرواهہ نہ ڪريو- جيڪر انهيءَ تلوار جي نوڪ، جا هن جي پَرَن ۾ لڪل آهي، اوهان کي زخمي ڪري. جڏهن محبت اوهان سان ڪا ڳالهہ ڪري، تہ اوهان ان تي يقين ڪريو. جيتوڻيڪ هن جو آواز اوهان جي مٺڙن خوابن کي اهڙي طرح منتشر ڪري، جهڙيءَ طرح اتر جي هير باغن کي ويران ڪندي آهي. ياد رکو، تہ محبت اوهان جي سر تي تاج بہ رکندي آهي، تہ ان سان گڏ سوريءَ تي بہ چڙهائيندي آهي. جهڙيءَ ريت هوءَ اوهان جي روح جي باغيچي کي آباد رکندي آهي، اهڙيءَ طرح گاهي بہ گاهي انهيءَ سائي فصل ۾ بيڪار ۽ ٻاٽيهي ڇاول گاهہ کي بہ ساڙيندي سڪائيندي رهندي آهي.

جڏهن هوءَ اوهان جي بلندين تي چڙهندي آهي ۽ اوهان جي حياتيءَ جي وڻ جي چوٽيءَ واري شاخ کي چمندي آهي، تڏهن نيڪ انهيءَ وقت هوءَ ان پوٽي جي زمين وارين پاڙن تائين به پهچندي آهي، جيڪي ڌرتيءَ جي سيني ۾ کتل هونديون آهن. هوءَ فصل جي سنگن وانگر اوهان کي نهايت سيبتائي ۽ سيبيقي سان سميٽي گڏ ڪندي آهي. ۽ پوءِ هوءَ اوهان کي سنگن وانگر سهيڙي ٿي تہ جيئن داڻا تنهن کان الڳ ٿين- ۽ پوءِ هوءَ اوهان کي جنڊ جي حوالي ڪري ٿي تہ جيئن اوهان اٽي وانگر نرم بنجي وڃو- ۽ پوءِ هوءَ ان اٽي کي پنهنجي مقدس باهہ جي حوالي ٿي ڪري، تہ جيئن اوهان زندگيءَ جي دسترخوان لاءِ "ماني" بنجي پئو.

اهو سڄو عمل محبت اوهان تي ڪندي آهي ۽ پوءِ جڏهن اوهان پنهنجي دل جو راز ڄاڻي وٺندؤ، ۽ ان راز کي ڄاڻي اوهان زندگيءَ جو هڪ جُز بنجي ويندؤ.

محبت اوهان کي انهيءَ لاءِ تہ معشوق جي مهمانيءَ قابل ٿيو، پر جيڪر اوهان ڊڄي ويا ۽ صرف محبت جو تخت ئي تلاش ٿا ڪيو تہ پوءِ اوهان لاءِ بهتر آهي پنهنجي اگهاڙپ ڍڪي محبت جي ميدان مان نڪري وڃو ۽ اهڙي دنيا تلاش ڪريو، جتي موسم جو قيد نہ هجي، ڪو نور نہ هجي، ڪو ذوق نہ آهي ۽ نہ ڪو ذوق جو صاحب هجي. اتي اوهان کلي سگهندو، مگر پنهنجي حصي جي پوري کل نہ کلي سگهندو. اوهان جي مرڪ نامڪمل ۽ اوهان جي کل اڌوري هوندي. اتي توهان کي رئڻ جي بہ اجازت هوندي، مگر رئڻ منجهہ پنهنجي حصي جا سڀ ڳوڙها نہ ڳاڙي سگهندو. ڪيترا لڙڪ ٻاهر اچڻ کان اڳ ئي اوهان جي اکين ۾ خشڪ ٿي ويندا.

محبت اوهان کي ڪجهہ نہ ڏيندي آهي، سواءِ پنهنجي-
۽ محبت اوهان کان ڪجهہ بہ نہ وٺندي آهي، سواءِ پنهنجي.
محبت اهو لطيف جوهر گهرندي آهي، جو سندس ئي آهي.
محبت قبضو نہ ڪندي آهي نہ ئي ان تي قبضو ڪري سگهبو آهي. ڇاڪاڻ تہ محبت پنهنجي لاءِ پاڻ ئي ڪافي آهي. جڏهن اوهان محبت ڪريو، تڏهن ائين نہ چئو تہ هو منهنجي دل ۾ آهي، بلڪ هيئن چئو، تہ آءٌ هن جي دل ۾ آهيان.

اوهان ڪڏهن بہ محبت کي راهہ نٿا ڏيکاري سگهو، بلڪ هوءَ اوهان کي راهہ ڏيکاريندي آهي، پر ان لاءِ شرط اهو آهي تہ هوءَ اوهان کي ان لائق سمجهي.

جيڪڏهن توهان محبت ڪريو ۽ خواهشون ۽ تمنائون بہ رکو، تہ پاڻ کي ڳاري پاڻيءَ مثل بنائي ڇڏيو. اهو پاڻي وهندڙ چشمي جيان هجي، جو رات جي خوفناڪيءَ کي پنهنجو مڌر گيت سڻائيندو آهي- پوءِ انهي درد کي سڃاڻو، جو ان چشمي ۾ رواني‌ءَ جو بيحد ذوق پيدا ڪندو آهي.

محبت بابت جيڪا بہ ڄاڻ اوهان کي حاصل ٿي وڃي، ان سان پاڻ کي وَڍَ ڏيو ۽ پاڻ اينتريقدر وڍيو، جو انهن چيرن مان رت ريلا ڪري وهي. پوءِ انهن زخمن کي ڏسي ائين خوش ٿيو. گويا توهان کي خزانو ملي ويو آهي.

جڏهن سڄ نوراني تاج سان ايرندي تخت تي سوار ٿئي، ان مهل اهڙيءَ طرح سجاڳ ٿيو، جو ڄڻڪ توهان جي دل هڪ پکي آهي، جو پَرَ ڪولي پرواز لاءِ تيار آهي. ان وقت خدا جو شڪر ڪريو، تہ توهان کي محبت ڪرڻ جو هڪ ڏينهن ٻيو بہ مليو.

مانجهاندي مهل جڏهن آرامي ٿيو، تہ ان آسائش مهل بہ محبت مان لطف اندوز ٿيندا رهو. سڄي ڏينهن جي پورهبي بعد شام ٽاڻي جڏهن گهر اچو، تہ محبت جا احسانمند ٿيو ۽ ان جي شڪرگذاري ڪريو. رات جو جڏهن راحت جي بستري تي سمهو، تہ اهڙيءَ طرح اکيون بند ڪريو، جيئن اوهان جي دل محبوب لاءِ دعا ۾ محو هجي ۽ اوهان جي چپن تي ان جي ساراهہ جو هڪ گيت رقص ڪندو هجي.

## 3

### وري ان عورت چيو، تہ اي منهنجا آقا ! نڪاح بابت اوهان جي ڪهڙي راءِ آهي؟

بزرگ جواب ڏنو، تہ توهان مردن ۽ عورتن جي تخليق گڏوگڏ ٿي آهي، توهان کي حياتيءَ جي سموري سفر ۾ همسفر ٿي رهڻو آهي. توهان هڪ ٻئي جا ساٿي آهيو ۽ زندگي جي هر منزل ۾ هڪ ٻئي جا مددگار پڻ آهيو، نہ صرف ايترو، پر جڏهن موت جو لشڪر اوهان جي حياتيءَ جي قلعي تي چڙهائي ڪري ان کي مسمار ڪندو، تڏهن بہ اوهان هڪ ٻئي جا ساٿي رهندا ۽ خداوند قدوس جي حضور ۾ بہ اوهان جوڙيءَ جي صورت ۾ ئي هوندا. مگر توهان جي ميلاپ اڳيان ڪو پردو ضرور هجي، جنهن تي آسمان جون آزاد هوائون ناچ ڪنديون رهن.

اوهان هڪ ٻئي سان محبت ڪريو، مگر پنهنجي جنسي محبت کي پاڻ لاءِ زنجير نہ بنايو. انهيءَ جنسيت جي قيد کان پاڻ کي آزاد رکو.

پنهنجي محبت هڪ متحرڪ سمنڊ بنايو. جيئن سمنڊ پن ڪنارن جي وچ ۾ لهرون بنجي موجون ماٽيندو آهي، تئين اوهان جي

ٻن روحن وچ ۾ ٻہ اوهان جي محبت جو سمنڊ موجزن هجي. اوهان هڪٻئي جي پيالن کي ڀريو، مگر ٻئي هڪ ئي پيالي مان پنهنجي پياس نہ اجهايو- پنهنجو پنهنجو گره هڪ ٻئي کي ڏيو، مگر هڪ ئي گرهہ کي ٻئي گڏجي نہ کائو. اوهان پاڻ ۾ ملي هڪٻئي جي گلي ۾ ياڪر وجهي موجون ماڻيو ۽ عيش ڪريو، مگر هڪ ٻئي کان آزاد بہ رهو.

ڏسو سرندي جون ٻہ تارون راڳ ۾ پنهنجو هڪ ئي سر آلاپينديون آهن، ليڪن هونديون هميشه هڪ ٻئي کان الڳ آهن. دل جو نذرانو ڏيو، مگر هڪ ٻئي کي نہ! ڇاڪاڻ تہ اهوئي قدرت جو هٿ، جو اوهان کي زندگي عطا ڪندو آهي، اوهان جي دلين تي قبضي جو حق بہ رکندو آهي.

زندگيءَ جي گرمين سردين ۾ گڏ گڏ رهو. حياتيءَ جي ڏکن سکن ۾ اوهان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلو، مگر بلڪل هڪ ٿي نہ وڃو.

ڏسو! جهڙيءَ طرح مسجد جا ٿنڀ هڪ ٻئي جي مدد سان ساري عمارت جو بار ڪلهن تي کنيو بيٺا آهن، مگر هميشه هڪ ٻئي کان الڳ ئي آهن.

يا جيئن شاهہ بلوط ۽ صنوبر جا وڻ، جيڪي هڪ ئي جهرمٽ ۾ انگورجن ٿا ۽ ساڳيءَ هوا ۽ ساڳيءَ رويهن جي ٽڪري تي ڪٺي پرورش پائين ٿا، پر هڪ ٻئي جي ڇانو ۾ وڌي ويجهي نہ ٿا سگهن.

## 4

## وري هڪ ڀار واري عورت چيو تہ اسان جي اولاد متعلق ڪجھہ ٻڌايو!

بزرگ فرمايو: اوهان جو اولاد اوهان جو نہ آهي، بلڪ اهي پٽ ۽ نياڻيون قدرت جي ملڪيت آهن. قدرت چاهي تہ انهن مکڙين کي ٽڙڻ کان اڳ ئي فنا ڪري ڇڏي. قدرت جيڪڏهن اوهان جي هنج مان اهي کسي، اوهان جي گود خالي ڪري ڇڏي، تہ هن کي سيڪا طاقت آهي. مگر انهن کي تہ انسان ذات جي بقاءَ لاءِ ئي پيدا ڪيو ويجي ٿو.

اولاد اوهان مان نٿو اچي، بلڪ اوهان جي واسطي دنيا ۾ اچي ٿو. اوهان هنن کي پيار ڏيو ۽ ايترو پيار ڏيو، جيترو اوهان کان ٿي سگهي، مگر پنهنجو خيال هنن تي مڙهڻ جي ڪوشش نہ ڪريو! ڇاڪاڻ تہ هنن کي اوهان جي خيال جي ضرورت نہ آهي. هو پنهنجي سوچ پاڻ سان کڻي اچن ٿا، جا بلڪل پاڪ ۽ پوتر آهي.

اوهين هنن جي جسمن کي پنهنجي گهرن ۾ آسائش پهچايو، ليڪن سندس روحن کي بلڪل آزاد ڇڏي ڏيو، ڇاڪاڻ تہ هنن جو

روح انهيءَ مستقبل جي محلات ۾ پلجي ٿو، جتي اوهان ڪي وڃڻ جي مجال نہ آهي. بلڪ اوهان ان جو تصور بہ نٿا ڪري سگهو.

اوهان هنن ڪي پنهنجي نقش قدم تي هلائڻ جي ڪوشش هرگز نہ ڪريو، بلڪ ٿي سگهي تہ پاڻ هنن جهڙا ٿي وڃو، ڇو تہ زندگي جو قدم هميشہ اڳتي وڌندو آهي. ترقي جي ميدان جو شهسوار پوئتي نہ نهاريندو آهي. مستقبل ڪي ماضيءَ جو اظهار نہ هوندو آهي.

اوهين سڀ ڪمان مثل آهيو، جن مان اوهان جا ٻچا تيرن مثل نڪرن ٿا.

انهن تيرن جي نشانن ڏسڻ وارو هڪ تير انداز آهي. اهو پنهنجي پوريءَ سگهہ سان ڪمان مان اهي تير هٽندو آهي، تہ جيئن اهي تيز رفتار ٿين ۽ زياده ۾ زياده مفاصلو طئي ڪري سگهن. اهو تير انداز پنهنجا تير هميشه مستقبل جي افق ڏانهن اڇليندو آهي، تنهن ڪري توهان لاءِ لازم آهي، تہ اوهان ان تيزانداز اڳيان نهايت محبت سان پنهنجو سِر جهڪايو. ڇاڪاڻ تہ هو جهڙي طرح انهن پرواز ڪندڙ پاڪ تيرن سان پيار ڪندو آهي، تهڙيءَ طرح انهن ڪمانن ڪي بہ پسند ڪندو آهي، جي مضبوط ۽ ڪارآمد آهن.

# 5

## پوءِ بستيءَ ۾ هڪ دولت مند چيو، ته اسان کي خيرات بابت ڪجهه ٻڌايو!

بزرگ فرمايو: ”اوهان جڏهن پنهنجي ملڪيت مان ڪجهه خيرات ٿا ڪريو، تڏهن درحقيقت اوهان ڪجهه به نٿا ڪريو. ڇو ته خدا جي مخلوق هڪ ڪٽنب مثل آهي، جنهن ۾ ورهائڻي ڪائڻ هر هڪ تي لازمي آهي. پر جڏهن اوهان پاڻ مان ڪجهه ڏيو ٿا، تڏهن واقعي اوهان خيرات ڪريو ٿا. حالانڪ اوهان جو اهو به الله تي احسان نه آهي.

اوهان جي ملڪيت ڪهڙي آهي؟ اوهان جي ملڪيت اها آهي، جنهن کي اوهان اوکيءَ ويل لاءِ ڪنو ڪري رکيو آهي. جنهن ۾ اوهان جي مستقبل جون اميدون لڪل آهن. پر ممڪن آهي ته جبسين اهو ڏکيو وقت اچي، تنهن کان اڳ اوهان جي سفر جي منزل اچي وڃي ۽ اوهان جو ميڙيل مال اوهان کي ڪم نه اچي! تنهن ڪري آئيندي جو انديشو رکي، آئيءَ ويل جو بهانو بنائي، دولت جمع ڪرڻ انسانيت نه آهي. رب توکي ڏنو آهي، ته تون به ڏاتار ٿي. هن جا گنج هميشه ڀريل آهن. اگر اوهان جي گنج مان چار

مهرون نڪرنديون، ته توهان کي چاليهه مهرون ڏيندو. اوهان جو چشمو پاڻيءَ سان ڀريل آهي، ته پوءِ پياس جو انديشو ڇو ٿا ڪريو؟ توهان ايندڙ اڄ جو خيال رکي چشمي کي ڍڪي ٿا ڇڏيو، اها ته ڪڏهن به نه ڍاپڻ واري اَڄ آهي- اوهان جي دل درياهه مثل هئڻ کپي ته جيئن سڀ ان مان اُڄ لاهين.

اوهان مان ڪيترا اهڙا آهن، جي پنهنجي گهڻي ملڪيت مان بلڪل ٿورڙو خيرات ڏين ٿا، صرف انهيءَ لاءِ ته اسان جو نالو ٿئي ۽ اسان جو ڪِن تي احسان ٿئي، اسان جي نيڪ نامي ماڻهن ۾ پکڙجي ۽ اسان جي مشهوري حسن جي بازار ۾ هُلي وڃي. اهڙن جو ڏنو ڪنو ٿيو وڃي، سندن دل جون ڀڄڙيون خواهشون سندن خيرات کي خراب ڪيو ڇڏين.

ڪي اهڙا آهن، جن وٽ آهي بہ بلڪل ٿورو، پر جيڪي اٿن، سو خدا جي راهه ۾ ڏيو ڇڏين. ڪي ته پنهنجي اڌ مانيءَ مان به چوٿو خيرات ڪريو ڇڏين- اهي پاڻ بکيا رهي بہ پنهنجي پيٽ جو ٽڪر ٻئي جي حوالي ڪن ٿا. اهڙن جي جهولي ڪڏهن بہ خالي نہ ٿي رهي. اهڙن جو هٿ مرڻ ڪان پوءِ بہ کليو رهي ٿو.

ڪي اهڙا آهن، جي ڏيئي پوءِ ملول ٿين ٿا، اها سندن سزا آهي. ڪي اهڙا آهن، جي ڏيئي پوءِ نہ ڏک ڪن ٿا، نہ خوشي. هو انهي لاءِ نٿا ڏين، تہ هيءَ دنيا آخرت جي ثمر ڻاهڻ جي جاءِ آهي، تنهن ڪري ڪجهه الله ڪارڻ ڏيون. پر هو انهيءَ لاءِ ٿا ڏين، جو اها سندن فطرت آهي. سندن طبيعت هڪ وڻ مثل هوندي آهي. جو بنا ڪنهن سبب جي پنهنجو ميوو مخلوقات اڳيان پيش ڪندو آهي. ڏاتار انهن جي ئي هٿن سان ئي ڪيڏي ٿو ۽ انهن جي ئي اکين سان

هو زمين ڏانهن نظر ڪئي نهاري ۽ مرڪي ٿو. الله تبارڪ وتعاليٰ اهڙن تي ئي راضي رهي ٿو.

سائل کي ڏيڻ بہ بلڪل چڱو ڪم آهي، پر نيڪ تر خيرات اها آهي، جا سوال گهرڻ کان اڳ ۾ ئي ڏني وڃي. سچو سخي اهو آهي، جو سواليءَ کي ڳوليندو رهي. سخي کي ڏيڻ کان وڌيڪ گهرجاؤ جي ڳولا ۾ مزو ٿو اچي.

توهان کي خبر آهي، تہ اوهان جي ملڪيت جو آخر ڪهڙو حشر ٿيندو؟ ٻڌو! ڪنهن نہ ڪنهن ڏينهن توهان قبر جي حوالي ٿي ويندو ۽ اها ملڪيت ٻين جي حوالي ٿيندي. پوءِ چاهي اوهان جا وارث هڪ ڏينهن ۾ لٽي ڇڏين، چاهي سنڀالي رکي ڇڏين سا سندن مرضي. تنهن ڪري توهان کي جيڪي ڏيڻو آهي، سو اڄ ڏيئي وٺو. متان اوهان جي لاءِ سياڻ ٿئي ئي نہ- توهان کي اگر انهيءَ مان لطف حاصل ڪرڻو آهي، تہ اهو ئي وقت اٿوَ. باقي جنهن وقت اوهان جي عمر جو پيالو ڀُر ٿي ويو، تنهن وقت سواءِ افسوس جي ٻيو ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيندو.

اوهان مان اڪثر چوندا آهن، تہ اسين ڏينداسين، پر مستحق کي. افسوس ! ڪهڙي نہ تنگدلي آهي! ڪهڙو نہ عجيب عذر آهي!

اگر ميويدار وڻ ائين ڪن تہ پوءِ دنيا مان ميووئي گم ٿي وڃي. وڻ اهو نہ ڏسندو آهي، تہ هيءُ برو آهي يا ڀلو. هيءُ ميوي کائڻ جي لائق آهي يا نہ؟ هو پنهنجي فطرف موجب موسم تي ميوو جهليندو آهي. سندس سخا جو دروازو عام لاءِ کليل آهي. هر ادنيٰ ۽ اعليٰ، هر حسين ۽ قبيح، هر چڱو ۽ مٺو ان مان ميوو کائي سگهي ٿو. هن جي صبر جو ڪمال تہ ڏسو! ماڻهو هن کي لنيون هڻن، هو

ان جي عيوض ميوو آڇين. برائيءَ جي عيوض ڀلائي!! ڪهڙو نہ سُهڻو سبق آهي! سڪو اي ٻي خبرو سڪو.

وري جانورن ڏانهن ڏسو! ڇا اُهي بہ اها چونڊ ڪن ٿا؟ هرگز نہ. هو سڄو ڏينهن جهنگ ۾ ڏڪا کائي رات جو موٽي وٿاڻ تي اچن ٿا. ڏٿي ٿانءُ کٿي ڏهي ٿو، هو کير ڏين ٿا. هو اها چونڊ نہ ٿا ڪن تہ اسان جو ڏٿي کير کائڻ جي لائق آهي يا نہ؟ اي ٻي خبر انسانو! ڇا اوهان جانورن جهڙو گڻ بہ پاڻ ۾ پيدا ڪري نٿا سگهو؟

زندگي گويا هڪ سمنڊ آهي. جيڪو انهيءَ سمنڊ مان پياس اجهائڻ جو حق رکي ٿو، سو اوهان جي ننڍڙي چشمي مان پنهنجي پيالي ڀرڻ جو بلاشڪ مستحق آهي.

اوهان سانوڻ جي ڪڪر مثل ٿيو. ڪلر تي بہ وسو، تہ ڪاريءَ زمين ڪي بہ پاڻي پياريو. اوهان جو فرض آهي، تہ ساري زمين کي ڀلر جي پالوٽ سان ڀَرِ ڪريو، پوءِ ڀلي زمين هڪ ٿي سلو پيدا نہ ڪري، اها تہ ان جي جوابداري آهي، اوهان جي نہ.

هيءَ هڪ حقيقت آهي، تہ زندگيءَ جا سڀ چشما هڪ ئي سمنڊ مان پيدا ٿيل آهن. تنهن ڪري هڪ زندگي مٿان فرض آهي، ٻيءَ زندگي جي مدد ڪرڻ. هڪ روح تي لازم آهي، ٻئي روح کي سهارو ڏيڻ.

ڇا توهان ائين چاهيو ٿا تہ ٻيا اوهان جي اڳيان هٿ ٽنگي سوال ڪن؟ يا ٻانهون ٻڌيو اوهان اڳيان پينن جي قطار بنائين؟ اي انسانو، پنهنجي خودداري وڃائي، پنهنجي نفساني عزت جي چهري تان نقاب لاهي، ٻئي اڳيان هٿ ٽنگڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. سوال منهن جي ترار آهي. توهان سواليءَ کي سوال ڪرڻ کان اڳ ۾ سهي

ڪريو ۽ ان حاجتمند جا حاجت روا ٿيو- ڇو تہ توهان ڪي قدرت حاجت روا ڪيو آهي. ورنہ اوهان ڪي هنن وانگر مجبور ڪري ها تہ ڇا ائين ٿي نٿي سگهيو؟

اوهان انهيءَ ڏاتار جو ڏيڻ ڏسو، جو بنا گهرڻ جي ڏئي ٿو. وري ڏئي ٿو، تہ ڏيئي پڇاري نٿو. در حقيقت سچو سخي آهي بہ اهو، جو ڏيڻ بعد وساري ڇڏي".

# 6

## وري هڪ شخص چيو تہ، اسان کي کائڻ پيئڻ متعلق ڪجهہ ٻڌايو!

بزرگ فرمايو: ”جهڙي طرح سج جي روشنائي وڻن کي زندگي بخشيندي آهي، اهڙي طرح اگر انسان بہ فقط مٽيءَ جي خوشبوءِ سنگهي زندهہ رهي سگهن ها، تہ ڪهڙو نہ بهتر ٿئي ها!! پر جي ڪڏهين اوهان جي فطرت اوهان کي مجبور ڪري ٿي، تہ پنهنجي خوراڪ لاءِ ٻين جو خون ڪريو ۽ اڄ اڄهائڻ لاءِ ٻچن کان سندن مائرن جو کير کسيو، تہ اهي ڪم اهڙي طرح ڪريو، جو گناهن جي دفتر ۾ داخل نہ ٿين. اوهان جو دستر خوان هڪ قربان گاهہ ٿي پوي، جنهن تي جهنگل جا معصوم ۽ پاڪ جاندار قربان ڪيا وڃن. پوءِ جنهن وقت اوهان حيوانن جي گلي تي ڇري ڦيريو، تنهن وقت دل ۾ اهو خيال ضرور رکو، تہ اها سگهہ جا توکي ذبح ڪري رهي آهي، هڪ ڏينهن مون کي بہ ذبح ڪندي. ۽ بہ تو وانگر هڪ ڏينهن فنا ٿيڻ وارو آهيان. تنهنجو ۽ منهنجو خون بلڪل بي حقيقت آهي. ان مان صرف هيءُ نفعو آهي، جو هن رڳن مان نڪري، فطرت جي ٻٽي ڪنهن ٻوٽي جي آبياري ڪندو.

جڏهن اوهان ڪو صوف ڪائو، تڏهن پنهنجي دل ۾ چئو تہ اي منڙا ميوا، تنهنجو تخم منهنجي جسم ۾ سرسبز رهندو. تنهنجو عرق منهنجي رڳن ۾ تازو رهندو. تنهنجون مستقبل ۾ ٽڙندڙ مکڙيون منهنجي دل جي باغيچي اندر ٽڙنديون. تنهنجي خوشبوءِ منهنجي ساه سان سانديل رهندي. تنهنجو رنگ منهنجي رطوبت ۾ نمايان ٿيندو. اهڙي طرح اسان جي زندگي هڪ ٻئي سان گڏگڏ گذرندي. اسان ٻنهي جي ٻج کي آسمان جون هوائون ساري جهان ۾ اڏائي کڻي وينديون. ٻوءِ بارش جي ٻوند تي اسين صحرا کي سائو ڪنداسون ۽ بيابان ۾ خيابان پيدا ڪنداسون.

جڏهن خزان جي موسم ۾ اوهان پنهنجي باغ ۾ شراب ٺاهڻ لاءِ انگور جمع ڪريو، تہ ان وقت پنهنجي دل کي يادگيري ڏيار تہ اي دل! تنهنجو وجود بہ هڪ انگورن جو باغيچو آهي تومان شراب لاءِ انگور ٻنبا ويندا. پوءِ وقتي پڪن سان گڏ ڪچا بہ ڪري پوندا. توکي بہ تازي شراب مثل ڪنهن مٽ ۾ بند ڪري محفوظ رکيو ويندو. جڏهن سياري جي موسم ۾ شراب جو مٽ ڪولبو، تڏهن هر ٻبالي سان گڏوگڏ تنهنجي روح مان هڪ موسيقي، هڪ سُر، هڪ نغمو ۽ هڪ اهڙو منو گيت پيدا ٿئي، جو نون مست ٻنجي وڃين ۽ ان مستيءَ ۾ پاڻ کي فنا ڪرڻ لاءِ تيار رکين. ان مدهوشيءَ ۾ تون ان خزان جو دور کي ياد ڪر- انگورن جو باغ ياد ڪر ۽ ياد ڪر تہ ڪهڙيءَ طرح ان مان شراب ٺاهيو ويو هو ۽ آئيندي ڪيئن ٺاهيو ويندو ۽ اهو بہ ياد ڪر، تہ انهيءَ شراب مثل تنهنجو بہ شراب نيار ٿيندو.

تون سمجهين ٿو، تہ هميشه اهو باغ هوندو، اهي انگور هوندا ۽ آءٌ هوندس. ليڪن اها تنهنجي خيالن جي ڀُل آهي ۽ اها

تنهنجي تصور جي غلطي آهي، تنهنجي عقل جي انڌائي آهي- تون دانا هوندي نادان ٿين ٿو، عقل هوندي بي عقل ٿين ٿو، عالم هوندي جاهل بنجين ٿو ۽ خبروار هوندي بي خبر بنجين ٿو.

اي نادان! ايندڙ صبح تو بجاءِ ٻيا ساقي هن محفل ۾ شراب پياريندا- جيئن اڄ ٻين جي مٽيءَ جا ساغر تنهن هٿن ۾ موجود آهن، تہ تيئن سڀاڻ تنهنجي خاڪ جا پيالا وري ٻئي ڪنهن نازڪ هٿ جو شرف حاصل ڪندا.

## 7

## ان بعد هڪ ڳوناٺي چيو تہ، "اسان کي محنت متعلق ڪو نڪتو ٻڌايو!"

بزرگ فرمايو: توهان محنت ڪريو ٿا، ان لاءِ تہ زمين ۽ زماني سان جيڪو زمين جو روح آهي قدم دم ۾ ملائي هلي سگهو- ان ڪري سست ٿيڻ ايئن آهي جيئن موسمن کان بيخبر ٿي وڃڻ يا زندگي جي ان جلوس کان ڀوئتي هٽي وڃڻ جو نهايت فخر سان ڳتي وڏي رهيو آهي.

جڏهن اوهين محنت ڪريو ٿا، تڏهن اوهان هڪ بانسري مثل بنجي پئو ٿا، جنهن جي پُرسوز آواز تي ماٺهو تہ ماٺهو، پر پکي ۽ جانور بہ حيران ٿي پون ٿا. اوهان کي ٻڌايو ويو آهي، تہ محنت هڪ لعنت ۽ جفاڪشي هڪ مصيبت آهي. غلط بلڪل غلط!! آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو، تہ جڏهن اوهان محنت ڪريو ٿا، تڏهن ڪائنات جي انهيءَ اعليٰ آدرش کي پورو ڪريو ٿا، جنهن لاءِ خود هيءَ ڪائنات وجود ۾ آئي. زندگي محنت سان بنجي ٿي. زندگي جا راز محنت جي ذريعي ئي کلي سگهن ٿا، پر جيڪڏهن اوهان تڪليف جي وقت زندگي کي لعنت سمجهيو، جا اوهان جي پيشاني

تي لکي ويئي آهي، تہ پوءِ آءٌ چوندس تہ ان لکيل لعنت کي اوهان جي پيشانيءَ جي پگهر کان سواءِ ٻي ڪابہ شيءِ ڌوئي صاف ڪري نٿي سگهي.

بي عمل انسان اوهان کي ٻڌائين ٿا، تہ زندگي هڪ ظلمت آهي ۽ اوهان جي بي علمي اوهان کي هنن جو هم آواز بنائي ٿي. درحقيقت زندگي طلب کان سواءِ بي معنيٰ آهي. طلب علم کان سواءِ انڌي آهي. علم محنت کان سواءِ بيڪار آهي ۽ محنت محبت کان سواءِ بيڪار آهي- جڏهن محض محبت سبب محنت ڪئي وڃي ٿي، تڏهن ئي اها محنت ڪارگر ۽ ڪارآمد ثابت ٿئي ٿي.

ڪوري ڪپڙو اُڻي ٿو- ڪيس هر هڪ تند اهڙي محبت سان اُڻڻ گهرجي، جو سمجهي تہ انهيءَ ڪپڙي مان سندس محبوب جو لباس ٺهندو.

رازو جاءِ ٺو جوڙي- هو جاءِ جون سرون گاري سان نہ، بلڪ پنهنجي خون سان جوڙي ۽ اهڙي محبت سان محنت ڪري، ڄڻ اهو مڪان سندس محبوب لاءِ تيار ٿو ٿئي. هاري ٻني ٿو پوکي، هو ٻنيءَ کي اهڙي پريم سان پاڻي ڏئي، ڄڻ اهو ان سندس پريتم وٽ سوڪڙي ٿي ويندو آهي.

باغائي باغ ٿو پوکي. ڪيس هر هڪ ٻوٽي جي اهڙي سنڀال ڪرڻ گهرجي، جو ڄڻ ان جا ميوا محبوب جي مهمانيءَ لاءِ موڪلڻا اٿس.

۽ پوءِ اوهان ڏسندا تہ توهان جا عمل توهان جي چوڌاري بيهي توهان جي ڪاميابين جو تماشو ڏسندا. مون اڪثر ٻڌو آهي؛ اهو شخص جو پٿر تي حسين نقش چٽي ٿو، سو انهيءَ مزدور کان

بهتر آهي، جيڪو زمين جو سينو چيري ان پيدا ڪري ٿو. يا اهو مصور جو ڪپڙي ٽڪر تي آسماني نظارا چٽي ٿو، سو ان موچيءَ کان افضل آهي، جيڪو جتيون ٺاهي ٿو. خبر نہ آهي، تہ اهو اوهان ننڊ جي حالت ۾ بڪي رهيا آهيو يا جاڳ جي حالت ۾؟ مگر آءٌ بلڪل بيداريءَ جي حال ۾ اوهان کي آگاهہ ٿو ڪريان تہ هوا جهڙيءَ طرح شاهہ بلوط جهڙي بلند درخت سان لڳي، مٺو آواز پيدا ڪري ٿي، تهڙيءَ طرح هڪڙي ننڍڙي ٻوٽي سان بہ. پر انهن ٻنهي ۾ افضل اهو آهي، جو هوا کي پنهنجي محبت جي جادوءَ سان مٺو راڳ بنائي ٿو.

حقيقت ۾ محبت جسم آهي ۽ محنت ان جو روح آهي. جيڪڏهن اوهان ڪنهن لاچار ڪري بنا محبت جي محنت ڪريو ٿا تہ پوءِ اوهان لاءِ بهتر آهي، تہ ان کي ترڪ ڪري ڪنهن درگاهہ جي دروازي تي ويهي، انهن کان خيرات گهرو، جيڪي پنهنجي پگهر جو پورهيو ڪري، پنهنجن ٻنين تان واپس ورن ٿا.

بي دليو ڪم هميشه بيڪار ٿيندو آهي. هڪ نوڪر بہ ماني تو ٺاهي، هڪ ماءُ بہ ڪاڌو تيار ٿي ڪري. فرق ڏسو! هو ماني ٺاهڻ مصيبت ٿو سمجهي ۽ هوءَ ڪاڌو تيار ڪرڻ سعادت ٿي سمجهي. ٻنهي جي محنت ۾ زمين آسمان جو فرق آهي!

هڪ ٻار جي ماءُ مري وڃي بعد ماتيجي ماءُ ان کي پالي ٿي- ٻئي ٻار کي سڳي ماءُ نپائي ٿي- ٻنهي جي نپاج جو نقشو تصور ۾ آڻيو، ٻنهي ۾ اوهان کي جبل جيڏو تفاوت نظر ايندو- ڇو؟ ڇاجي ڪري؟ نيپاج لاءِ محنت تہ ٻئي ڪن ٿيون، پر هڪ جي نيپاج ۾ محبت جو فطري جزو آهي، ٻيءَ جو نيپاج مصنوعي آهي. ڇا فطري

شيءِ هٿرادو شيءِ مٿ ٿي سگهندي؟

راڳ کهڙو نہ مٺو آهي. هو انسان ذات کي اهڙي طرح ڪشش ٿو ڪري، جهڙيءَ طرح چقمق لوهہ کي. پر جيڪڏهن ان راڳ ۾ محبت جي چاشني شامل نہ آهي، تہ اهو راڳ اوهان جي من کي مست ڪرڻ بجاءِ اوهان جي من تي مُترڪا هڻندو. تنهن ڪري اي انسانو ! توهان جيڪا بہ محنت ڪريو، ان ۾ محبت جي ماڪي ضرور شامل هجي، ورنہ اوهان جي اها محنت اجائي آهي".

# 8

## پوءِ هڪ عورت چيو تہ، "اسان کي ڏک سک بابت ڪجهہ ٻڌايو"!

بزرگ جواب ڏنو: "ڏک جڏهن پردي ۾ آهي، تڏهن اوهان ان کي ڏک ٿا سڏيو، پر جڏهن سندس پردو هٽي ٿو، تڏهن اوهان ان کي سک ٿا سڏيو. يعني رنج جو روحاني نالو راحت آهي. اهو ڪوهہ، جنهن جو مٺو پاڻي اوهين پي رهيا آهيو، ان جي کوٽائي ڪرڻ ۾ اوهان تڪليف نہ سٺي؟ جڏهن ڏک ڏٺو، تڏهن ئي سک حاصل ٿيو.

اها عيد، جنهن تي اوهان هزار خوشيون ملهايو ٿا، سا درحقيقت ڏکن جوئي نتيجو آهي. اوهان جي اندر ۾ جيتري قدر ڏک جو زخم اونهو ٿيندو، اوتري قدر سک لاءِ وڌيڪ جاءِ پيدا ڪندو.

چا اهو پيالو، جو هينئر شربت سان ڀرجي اوهان جي هٿن ۾ آيو آهي، سو ڀٺيارن جي آويءَ ۾ نہ جليو آهي؟

اهو موتي، جو محبوب جي ڇپن کي هر وقت چمي پيو، تنهن کي اول تہ سوناري جي سيرائي سوراخ ڪيو. ان بعد ئي انهي بلند رتبي تي پهتو.

اها بينسري، جنهنجي مٺي آواز اوهان کي مست ڪيو آهي، اول تہ تيز ڇُريءَ سان اندران ڪوري ويئي هوندي- پوءِ ئي منجهائنس روح کي راحت ڏيندڙ آواز پيدا ٿيو هوندو.

جڏهن اوهان خوشين سان ٽمٽار هجو، تڏهن پنهنجي دل جي گهرائيءَ ۾ جاچ ڪندو، تہ اوهان کي ڏسڻ ۾ ايندو، تہ جيڪا شيءِ اوهان کي رنج رسائي ٿي، اها مسرور بہ ڪري ٿي. جڏهن اوهان ڪنهن غم ۾ غلطان هجو، تڏهن ويچار ڪندو تہ اوهان اهڙي شيءِ لاءِ غمگين آهيو، جا اوهان کي خوشي ڏيندڙ آهي.

اوهان مان ڪيترا چون ٿا تہ خوشي غم کان بهتر آهي. ڪي فرمائين ٿا تہ غم خوشيءَ کان بهتر آهي، پر آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو تہ اهي ٻئي جذبا هڪ ئي ول جو ميوو آهن. انهن ۾ امتياز ڪري نٿو سگهجي- انهن ۾ فرق لهي نٿو سگهجي. اهي ٻئي دنيا ۾ گڏ گڏ سير ڪري رهيون آهن. اهو بہ قدرت جوڙو پيدا ڪيو آهي. انهن مان هڪ جيڪڏهن اوهان جي دستر خوان تي موجود آهي، تہ يقين رکو تہ ٻي وري اوهان جي بستري تي آرامي آهي. سچ پچ تہ انسان هڪ ترازيءَ مثل آهي، جنهن جي هڪ پڙ ۾ ڏک آهي ۽ ٻئي ۾ سک.

## 9

## پوءِ هڪ رازي ڇيو، تہ اسان جي گهرن ۽ عمارتن بابت ڪجهہ ٻڌايو!

بزرگ فرمايو: اوهان بستيءَ ۾ جاءِ جوڙائڻ کان پهريائين تصور جو هڪ باغيچو پوکيو. ڇاڪاڻ تہ جهڙيءَ طرح اوهان جي جسم جي فرحت لاءِ جنساري جاءِ ضروري آهي، تهڙي طرح روح جي راحت لاءِ باغيچو. دراصل اوهان جو گهر اوهان جو جسم آهي، جنهن ۾ روح موسيقي جي مٺڙي آواز تي موهت ٿي اچي آرامي ٿئي ٿو.

اهو سج جي روشني ۾ پسار ٿو ڪري ۽ رات جي خاموشيءَ ۾ گهري ننڊ. ان جي اندر هڪ جڳت جو بسيرو آهي.

ڇا اوهان سمجهو ٿا تہ اوهان جي ان گهر ۾ خواب نٿا ڏٺا وڃن؟ ۽ ڇا اهو گهر ڀاتي جيڪو شهر کان ٻاهر ٻهاڙن ۽ ماترين ڏانهن نڪري ٿو وڃي، اهو خواب ڏسڻ کان سواءِ ٿو وڃي؟

ڪاش! اهي اوهان جا جسم منهنجي مٺ ۾ اچي سگهن تہ کين جهنگلن ۽ بيابانن ۾ پکيڙي ڇڏيان!!

اوهان جي وڏڙن خوف ۾ اچي چار ديواريون اُهرايون جن ۾

هو پاڻ بہ رهڻ لڳا ۽ پنهنجي اولاد کي بہ رهايائون. سندن اهو خوف اجايو هو. اهي پتيون تہ اِجهو پاڻ ئي وينديون. اها شهر پناهگاهہ جلد فنا ٿي ويندي. مونکي ٻڌايو تہ اها ڪهڙي شيءِ آهي، جنهن کي اوهان پٿين ۽ دروازن اندر محفوظ ڪريو ٿا؟

ڇا اوهان کي دلي سڪون حاصل آهي؟ ڇا اوهان جي دلين ۾ ماضيءَ جي ياد موجود آهي؟ ڇا اوهان حسن جي حفاظت ڪري سگهو ٿا؟ هرگز نہ! اهي اوهان جا گهر تہ فقط عيش محل آهن. اهو چور، جنهن کان اوهين ڊڄو ٿا، سو اوهان جو مهمان ٿي اوهان جي جاين ۾ رهي ٿو. پوءِ آهستي آهستي ميزباني ڪري ٿو ۽ نيٺ خود مالڪ بنجي ويهي رهي ٿو. هو اوهان جي جوانيءَ سان کيڏي ٿو. اوهان کي خواهش جو رانديڪو بنائي ٿو. هن جا هٿ ريشم جهڙا نرم آهن، مگر دل پٿر وانگر سخت. هو اوهان کي ٻارن وانگر مٽڙي لولي ڏيئي سمهاري ڇڏي ٿو. پوءِ اوهان جي سيراندي کان بيٺو اوهان جي ضعيف پيجري تي کلون ڪندو رهي ٿو. هو اوهان جي پٿين جي سرن کي اهڙي طرح پور پور ڪندو رهي ٿو، جهڙي طرح اُڏوهي ڪاٺ کي ناس ڪندي آهي. تنهن ڪري اوهان خبردار ٿيو. پنهنجي گهرن کي آرامگاه نہ بنايو. سچ پچ آسائش جي طلب ۽ تمنا روح جي اعليٰ جذبي جو خون ڪري ٿي ۽ پوءِ مرڪي انهيءَ جنازي کي ڪلهو ڏئي ٿي. اوهان جا گهر قدرتي ڇت هيٺان هئڻ گهرجن، جتي آسمان کان آزاد هواء بنا روڪ ٽوڪ ايندي ويندي رهي. جنهن جو دروازاو صبح صادق جي روشني هجي، جنهن لاءِ شمع آسمان جا ستارا هجن، جنهن ۾ اندر ويندي ڪڏهن بہ اوهان کي اهو خوف محسوس نہ ٿئي تہ، دروازي مان لنگهندي ڪنڌ هيٺ ڪريون، متان مٿو در سان لڳي.

# 10

## پوءِ هڪ شخص چيو تہ اسان کي، لباس بابت ڪجهہ ٻڌايو!

بزرگ فرمايو: اوهان جو لباس اوهان جي حقيقي حسن تي پردو آهي. هو اوهان جي ظاهري حسن کي لڪائي سگهي ٿو، پر اوهان جي وجود جي ميراڻ کي ڍڪي نٿو سگهي. اوهان موسم جي مناسبت سان هلڪو ۽ نرم لباس ڍڪي، پاڻ کي آزاد ٿا سمجهو، پر اهوئي لباس اوهان لاءِ هٿڪڙيون بنجي ٿو.

ڪاش! لباس جي پائبندي بلڪل نہ هجي ها! ۽ توهان جي جسم جي چمڙي سان سج جي روشني ۽ هوا جو سنئون سڌو لاڳاپو هجي ها، ان ڪري آتما جي زندگي سج جي روشني ۽ هوا ۾ آهي.

اوهان مان ڪي چون ٿا، تہ سياري جي سرد هوا اسان کي لباس پائڻ لاءِ مجبور ڪري ٿي. ان ئي اسان کي اهي ڪپڙا پهرايا آهن. تحقيق! انهيءَ اتر جي ٿڌڙي هوا، ڪپڙي جو سٽ، بي شرميءَ جي چرخي تي ڪتي، ۽ حياتيءَ جي سيني قوتن کي ڏنڊي ڪونڊي ۾ پائمال ڪري، ڪپڙي جي تندن سان ملائي ڪپڙو تيار ڪيو. پوءِ اهو اوهان کي پهرائي ، پاڻ جهنگل ۾ وڃي خوب کليائين. هن جي کلڻ جو سبب ڪهڙو هو سبب هيءُ هو: هن چيو، تہ هي

انسان دنيا کي ڏوکو ڏيئي، عام جي اکين ۾ ڏوڙ تا وجهن. هو چون ٿا تہ اسين لباس پائي، پنهنجو شرم ٿا ڍڪيون، پر انهيءَ لباس جي پردي ۾ جيڪي بي شرميءَ جا ڪم ٿا ڪن، تن ڪان شيطان بہ پناه گهري آهي. جڏهن اوهين ريشمي لباس پهريو ٿا، تڏهن اوهان ايڏيءَ آڪڙ ۾ پرجي وڃو ٿا، جو عزازيل کي بہ شرم اچي ٿو وڃي. اوهان جو اهو لباس اوهان جي ايمان کي خراب ڪري ٿو. دلين کي داغدار بنائي ٿو. انهيءَ ڪان بهتر آهي، تہ اوهان جو بدن ننگو هجي، تہ صحرا جي هوا ان جي آجيان ڪري.

اوهان جڏهن چانديءَ جي لڳل جتي پائي زمين تي گهمو ٿا، تڏهن ڌرتي دانهون ٿي ڪري، مگر اوهان جا ڪن ان جي ٻڌڻ کان ٻوڙا آهن. زمين خوش تڏهن ٿي ٿئي، جڏهن اوهان پير اگهاڙا ڪري نوڙت ۽ نماڻائي سان مٿس گهمو ٿا.

## 11

## پوءِ سوداگر چيو، تہ اسان کي واپار بابت ڪجھہ ٻڌايو!

بزرگ فرمايو: زمين اوهان لاءِ پنهنجا ميوا ۽ ڦل نذر ڪري ٿي. اوهان انهن تحفن سان پنهنجون جهوليون ڀريو تہ ڪڏهن بہ محتاج نہ ٿيندو. پوءِ اهي تحفا انصاف ۽ محبت سان تقسيم ڪريو. ان حالت ۾ اوهان جي دنيا خوشحال ۽ آسودي رهندي. پر جيڪڏهن اوهان ورهاست ۾ بخيلي ۽ ڪپت ڪئي، تہ چند شخص پنهنجو پيٽ ڀريندا ۽ باقي سڀ بکيا رهندا.

اي زمين سمنڊ سان سودي ڪرڻ وارؤ! جڏهن اوهان پنهنجي ٻانهن جي ٻل سان ڪيل ڪمائيءَ جو ڦل ڪٺي بازار ۾ وڃو، تڏهن انهيءَ سوداگر کي حاضر ناظر سمجهو، جو هر ڪنهن جو حساب باقاعدي لکندو رهي ٿو. پوءِ پنهنجي تارازي اهڙي صحيح رکو، جو ان ۾ ڪاٽ جو ذرو نہ هجي. اتي اوهان وٽ ڪئين چالاڪ ۽ زبان دراز ايندا ۽ اوهان کي اوهان جي محنت جي عيوض فقط منيون منيون ڪهاڻيون ٻڌائيندا. اهڙن ماڻهن کي اوهان صاف صاف چئو، تہ اي پرمارو! اوهان اسان سان گڏ هلو، هلي زمين جو سينو چيريو يا درياءَ ۾ ڄار وڇايو. زمين ۽ درياءَ اوهان تي بہ اهڙائي مهربان آهن، جهڙا

اسان تي.

جيڪڏهن اوهان وٽ ڳائڻا، ناچو ۽ بانسري وڄائيندڙ اچن ته اوهان انهن جو به مال خريد ڪريو.انهن کي به نااميد نه ڪريو، ڇاڪاڻ ته هو جيڪو ڪجهه اوهان جي اڳيان پيش ڪن ٿا سو هنن ڏاڍي محنت سان تيار ڪيو آهي. هنن جو اهو مال تخيل ۽ تصور جي دنيا ۾ تيار ٿيل آهي. اهو اوهان جي وجود جي پوشاڪ ۽ روح جي غذا آهي.

اوهان بازار مان واپس ورڻ کان اڳ ڏسو، ته سڀني ماڻهن کي سندن حق پلئه پيو آهي؟ ڪو خالي هٿين ته واپس ڪونه ٿو وڃي؟ جيڪڏهن ڪنهن سان ظلم ٿيو، ته پڪ ڄاڻو ته قدرت جو قهر هڪدم نازل ٿيندو، پوءِ سڪن سان گڏ ساوا به ٻري ويندا. قدرت کي آرام تڏهن ايندو آهي، جڏهن ڏسندي آهي، ته هر ڪمتر کان ڪمتر ٻانهي جي ضرورت پوري ٿي رهي آهي.

## 12

### پوءِ ان بستيءَ جي ڪوتوال چيو، تہ اسان کي گناھہ ۽ سزا بابت ڪجهہ ٻڌايو!

بزرگ فرمايو: جڏهن اوهان مان روحانيت جو جنازو ڪڍجي ٿو ۽ نفس اوهان کي لغام وجهي، اوهان تي سوار ٿئي ٿو، تڏهن اوهان ٻين کي نقصان ٿا پهچايو. درحقيقت اهو نقصان ٻين کي نٿا پهچايو، پر اهو پاڻ کي ٿا پهچايو. بني آدم تہ هڪ ٻئي جا عضوا آهن. پوءِ خيال ڪريو، تہ جيڪڏهن ڪنهن هڪ کي نقصان پهتو، تہ چڻ اوهان جو ڪونہ ڪو عضوو ناڪارا ٿيو. پوءِ انهي گناھہ جي ڪفاري لاءِ بهتر اٿو، تہ ڪنهن بزرگ جي چائنٺ جهلي ويهو. اوهان مان هرهڪ جي اندر ۾ نار آهي، جو هڪ وهندڙ درياءَ مثل آهي، جنهن جو پاڻي ڪڏهن بہ ناپاڪ نٿو ٿئي. جڏهن اوهان گناھہ ڪريو ٿا، تڏهن هو اوهان کي سمجهائي ٿو ۽ گناھہ جي بري نتيجي جي اوهان کي چاڻ ڏي ٿو. پوءِ جيڪڏهن اوهان ان کي نٿا مڃيو ۽ نفس اماره جي حڪم جي پيروي ٿا ڪريو. تڏهن هو سڪي وڃي ٿو.

اوهين سڀيئي هڪ جلوس مثل روح پاڪ طرف وڃندا وڃو ٿا. پوءِ اتفاقاً ڪنهن شخص جو پير ترڪي ٿو ۽ هو ڪري ٿو

پوي، تہ گويا هو پين کي اهڙي طرح آگاهہ ڪري ٿو، جهڙيءَ طرح رستي ۾ پيل پٿر. پوءِ اوهان جا تڪا ويندڙ ساٿي اگر ان کي اٿارين نٿا ۽ ڪريل ئي ٿا ڇڏي ڏين، تہ گويا هو ڇاٿي واٺي ايندڙ نسلن لاءِ رستي جو پٿر ڇڏين ٿا.

هيءَ ڳالهہ ياد رکو تہ مقتول پنهنجي قتل جي جرم ۾ خود بہ شريڪ رهي ٿو. يا جنهن کي ڦريو ۽ لٽيو ويجي ٿو، اهو خود پنهنجي تباهيءَ جي الزام کان پاڪ رهي نٿو سگهي. پاڪباز ۽ بيگناهہ، مجرم ۽ گنهگار جي عمل ۾ ضرور شريڪ رهي ٿو. اهڙو ڪو بہ نيڪوڪار نہ ليندو، جنهن جا هٿ گهنگهارن جي گناهہ ۾ رڱيا نہ ويا هجن. سيڪو مجرم پين تي ظلم ڪري ٿو، تنهن جو نشان هو خود بہ بنجي ٿو.

اوهان انصاف کي بي انصافيءَ کان يا گهنگار کي بي گناهن کان جدا نٿا ڪري سگهو. اهي پئي هڪ پئي سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلندا رهن ٿا. دنيا ۾ انهن پنهي جو هئڻ لازمي آهي. روشنيءَ جو قدر اسان کي تڏهين آهي، جو اوندهہ آهي. حسن اسان کي پسند تڏهين اچي ٿو جو ڪوجهائپ جو وجود آهي.

اوهان ڏسو! ڪوري ڪپڙو ٺو اٺي. ان ۾ اچين تندن سان گڏ ڪاري تند گڏي ٿو. پوءِ جيڪڏهن ڪاري تند ٽٽي پوي ٿي، تہ ڇا ان کي بيڪار ڪري ڇڏيو ڏئي ٿو؟ نہ نہ! هو تہ پاڻ ان کي درست ٿو ڪري. جيڪڏهن درست نہ ڪندو، تہ سندس سڄي تاڃي بيڪار ٿي پوندي.

اگر اوهان مان ڪو ڪنهن بيوفا عورت جي جرم کي انصاف جي ترازيءَ ۾ توري، تہ هو پئي پڙ ۾ ان جي مڙس جي دل وجهي. پوءِ اندازو لڳائي ۽ انهن پنهي جي روحن جي ماپ ڪري؛ پوءِ ڪيس

خبر پوندي تہ عورت واقعي مجرم آهي يا نہ؟

اوهان مان جيڪو شخص ڪنهن گهنگار کي چهنبڪ هڻي، تہ چهنبڪ هڻڻ کان اڳ پاڻ کي هن جي جامي ۾ وجهي ڏسي. يا اوهان مان جيڪڏهن ڪو حق ۽ انصاف جو نالو وٺي چوي تہ آءُ گناهہ جي وڻ کي ناس ڪندس، تہ ان وڻ کي ڪهاڙي هڻڻ کان اڳ سندس پاڙ ڌانهن بہ نظر ڪري. پوءِ جڏهن زمين اندران کي ڏسندو، تہ ڪيس نظر ايندو تہ سهڻا، بڇڙا توڙي ميويدار ۽ بنا ميوي وڻن جون پاڙون زمين اندر ڳنڍيون پيون آهن.

اي انصاف ڪرڻ وارا حاڪم ! اگر اوهان چاهيو ٿا، تہ اسين حقي حقي فيصلا ڪريون، تہ پوءِ مون کي ٻڌايو تہ انهيءَ شخص کي ڪهڙي سزا ڏيندو، جو ظاهري عملن ۾ نيڪوڪار آهي، مگر سندس روح چور آهي؟ يا ان شخص بابت اوهان ڪهڙو فيصلو ڪندا، جنهن جو عمل فريب، ڌوڪو ۽ ٺڳي آهي؟ جو ٻين کي ٺڳيندو رهي ٿو ۽ پاڻ بہ فريب جو شڪار ٿيندو رهي ٿو.

ڀلا انهن متعلق اوهان ڇا ڪندؤ، جن جي پشيماني انهن جي ڪيل گناهن کان ڪئي ڀيرا وڏيڪ آهي؟ ڇا پشيماني بذات خود هڪ سزا نہ آهي؟ اها سزا تہ اول اول قدرت جي طرفان گهنگهار تي نازل ٿيندي آهي. پشيماني رات جي انڌيرن ۾ گهنگهار وٽ ايندي آهي، تان تہ هو سجاڳ ٿئي ۽ سجاڳ ٿي پنهنجي نفس کي ملامت ڪري. اها ندامت ضمير جي شمع کي روشن ڪريٿي، تہ جيئن انهيءَ روشنيءَ ۾ گهنگار پنهنجا گناهہ ڏسي سگهي.

## 13

## پوءِ هڪ قانون ساز چيو، تہ اسان جي قانون متعلق اوهان جي ڇا راءِ آهي؟

بزرگ فرمايو: قاعدو ناهڻ ۽ ڊاهڻ اوهان لاءِ هڪ مذاق آهي. اوهان تہ قاعدي کي ٻاراڻي راند ڪري ٿا سمجهو. جيئن ننڍڙا ٻار مٽي کڻي ان جا گهرڙا ناهيندا آهن، ۽ وري گهڙي کن کان پوءِ انهن کي ڊاهي ڇڏيندا آهن. هوبهو اوهان بہ قاعدي جي مٽي اهڙي طرح پليد ڪندا رهو ٿا.

هڪ انسان جو مثال وٺو، جو بي دعوت وهاڻءَ تي وڃي ٿو. پوءِ ڪائي ڪائي پنهنجي اهڙي حالت بنائي ٿو جو ان جاءِ تان اٿڻ بہ هن لاءِ آزار ٿيو پوي. پوءِ جڏهن تڪليف ۾ اچي ٿو، تڏهن چوي ٿو، تہ هي ميزبانَ ڪهڙا نہ بي قانون آهن. جن جي مهمانيءَ مان ماڻهو مرض پرائي اٿن ٿا. اهڙا ماڻهو بينا روشنائي ۾ آهن. ليڪن سندن پٺ سج ڏانهن آهي. هو سج جو روشن چهرو نٿا ڏسن مگر ان جي پاڇي ڏانهن ڏسندا رهن ٿا. هنن جي نظر ۾ پاڇي ئي قانون آهي.

اي انسانو! اوهان پاڇي پنيان نہ ڊوڙو، اصل حقيقت کي

پروڙيو. اوهان ماڻهن جي بنايل قيد خانن جا دروازا نہ کڙڪايو. اوهان آزاد فضا ۾ سير ڪريو. جيڪڏهن اوهان پنهنجا ڪپڙا لاهي پاڻ ڦاڙي ڇڏيندؤ، تہ پوءِ ڪير کڙي مجال آهي، جو اوهان تي مقدمو داخل ڪري؟

اوهان فطرت جي قانون مطابق هلو، جنهن ۾ ڪا بہ ڦير گهير اچي نٿي سگهي. اوهان نقاري تي ڪپڙو ويڙهي ان جو آواز بند ڪري سگهو ٿا. ستار جي تارن کي ٽوڙي هن کي بي آواز بنائي سگهو ٿا، جاءِ جي پاڙ کوٽي ان کي ڪيرائي سگهو ٿا، پر اها طاقت نہ اٿو، جو آسمان کي چئو، تہ تون هيٺ لهي اچ. هوا کي چؤ تہ هاڻ نہ گهل ۽ سج کي چؤ تہ روشني نہ ڪر.

## 14

## پوءِ هڪ شخص سوال ڪيو، تہ اسان ڪي آزاديءَ متعلق ڪجھہ ٻڌايو!

بزرگ فرمايو: اوهان آزاديءَ جا پوڄاري آهيو، هر وقت اوهان جي زبان تي آزاديءَ جو راڳ آهي ۽ انهي آزاديءَ جا اوهان غلام آهيو. جھڙي طرح هڪ نوڪر پنهنجي رئيس موچڙا کائيندو آهي. تڏهن بہ ان جي ساراه جون سرڪيون پيو ڀريندو آهي، تهڙي طرح جيتري قدر هيءَ آزادي اوهان کي آزار پهچائي ٿي، اوتري قدر اوهان جي زبان آزادي آزادي پڪاريندي رهي ٿي. اوهان تہ آزاد تڏهن ٿي سگھو ٿا، جڏهن آزادي حاصل ڪرڻ جي خواهش کي پنهنجي لاءِ هڪ پابندي ۽ زنجير سمجهو، بيشڪ اوهان آزاد انهيءَ وقت ٿيندو، جنهن وقت اوهان جو ڏينهن فڪر کان ۽ رات غم کان خالي هوندي. بلڪ اوهان بلڪل آزاد تڏهن ٿيندو جڏهن اهي رات ۽ ڏينهن جي پابندي بہ نہ هوندي ۽ اوهان جو پلوَ درد ۽ فڪر کان آجا هوندا.

اوهان درحقيقت سچي آزاديءَ جا خواهان ٿي نہ آهيو. باقي جنهن آزادي جي اوهان سڌ ڪري رهيا آهيو، سا تہ خود اوهان لاءِ هڪ زنجير آهي جنهن جون ڪڙيون سج جي روشنائيءَ ۾

چمڪن ٿيون.

اگر اوهان ڪنهن ظالم ۽ خود مختيار بادشاهه کي تخت تان لاهڻ گهرو ٿا، تہ پهريائين انهيءَ ظالم جو بہ خيال رکو، جنهن جو تخت اوهان جي دل تي قائم آهي. هيءَ ڳالهہ ذهن نشين ڪريو، تہ ڪوبہ ظالم حاڪم پنهنجي آزاد ۽ خوددار رعيت تي حڪومت نہ ڪندو آهي، پر جڏهن رعيت خود ظلم تي سندرو ٻڌندي آهي. منجهائنس آزادي ۽ خودداري ختم ٿي ويندي آهي، غلامي، عجز ۽ چاپلوسي سندن پيشو ٿيندي آهي، تڏهن ئي اهڙو ظالم حاڪم مٿن مقرر ڪيو ويندو آهي. اگر اوهان کي زندگيءَ ۾ ڪو فڪر ويڙهي ٿو، تہ انهيءَ جا جوابدار خود اوهان آهيو، اوهان جي فعل ئي اوهان کي فڪر ۾ وڌو آهي. اگر اوهان کي ڪو خوف آهي، تہ ان خوف جا ذميوار بہ اوهان پاڻ آهيو. جنهن شخص کان اوهان ڊڄي رهيا آهيو، ان جو ان ۾ ڪوبہ ڏوهہ ڪونهي، ڇوتہ اهڙو سبب توهان خود پيدا ڪيو آهي، جنهن ڪري هو اوهان جو دشمن بڻيو آهي.

## 15

### پوءِ هڪ عورت چيو، تہ اسان کي عقل ۽ جذبي بابت ٻڌايو!

بزرگ فرمايو: اوهان جو روح در اصل جنگ جو ميدان آهي، جيڪا اوهان جي عقل ۽ اوهان جي خواهشن ۽ جذباتن جي وچ ۾ لڳل آهي. اگر منهنجو وس پڄي، تہ آءٌ اوهان جي روح اندر داخل ٿي، انهن جو پاڻ ۾ صلح ڪرائي ڇڏيان، ليڪن اها ڳالهہ منهنجي وس کان ٻاهر آهي- نہ تہ آءٌ انهن کي اهڙو بنائي ڇڏيان، جو هر وقت منجهائڻ هيڪڙائي جو وٺندڙ سُر وڄندو رهي.

اوهان جي آتما هڪ ٻيڙيءَ مثل آهي، جيڪا هن دنيا جي ساغر تي ترندي رهي ٿي. اوهان جي سمجهہ ۽ اوهان جا جذبات انهيءَ ٻيڙي جا ٻہ بادبان آهن. اگر انهن ٻنهي مان هڪڙو بيڪار ٿي پوي، تہ پوءِ اوهان جي اها ڪشتي لهرين ۾ لڙهندي، وڃي ڪنهن اونهي اوڙاهہ ۾ پوندي.

اوهان جو هر عمل ڪنهن جذبي جو نتيجو آهي ۽ جذبو عقل کان سواءِ اهڙي آگ آهي، جا پنهنجو پاڻ کي ٻہ ڀسم ڪري ٿي ڇڏي. تنهن ڪري اوهان پنهنجي روح کي اجازت ڏيو، تہ عقل کي جذبي جو رهنما بنائي، نہ تہ اوهان جو جذبو هرروز پنهنجي

سوز ۾ سڙي وري ساڳي باهہ مان پيدا ٿئي ۽ ققنس* مثل پنهنجي زندگي انهيءَ رک ۾ محفوظ رکي.

آءٌ چاهيان ٿو، تہ اوهان پنهنجي فيصلي جي قوت ۽ خواهشن کي اهڙي طرح نوازيو، جيئن ٻن ويجهن ۽ پيارن مهمانن کي نوازيندا آهيو.

اوهان جڏهن ڪنهن جبل جي ڪڇ ۾ گهاٽن وڻن جي جهڳٽي جي ٿڌڙي ڇانوَ هيٺ آرام ڪريو ۽ انهن وڻن جو ميوو کائي، صاحب جي ساراهہ ڪريو، تڏهن اوهان سمجهو تہ اوهان فطرت جي هنج ۾ آهيو. ۽ اوهان جي دل جي ساز مان بي اختيار هيءَ نغمو نڪري ٿو:

عقل مطلق کي اچي راحت اسان جي عقل مان.

وري جڏهن طوفان اچي، وڻن ۾ سوساٽ ٿين، بادل گجگوڙ ڪري ۽ وڄ جو چمڪاٽ ٿئي، تہ ان وقت اوهان جي دل ڏهلجي چوي:

عقل- مطلق، رت جي دوري ۾ متحرڪ ٿئي ٿو. اوهان تہ عقل مطلق جي عظيم بيابان جي ڪنهن وڏي وڻ جو هڪ پن آهيو. تنهن ڪري اوهان کي جڳائي تہ عقل اندر آرام پايو ۽ جذبي اندر حرڪت ڪريو.

## 16

### پوءِ هڪ ٻيءَ عورت، چيو، تہ اسان کي درد ڪان واقف ڪريو!

بزرگ فرمايو: اوهان جي دل هڪ صحرا آهي. جڏهن اوهان ان صحرا جي خاموش تنهائيءَ ۾ رهڻ مان بيزار ٿيو ٿا، تڏهن چمن جي باغيچي ۾ اچي وهو ٿا. اتي اوهان زبان ۽ آواز سان راند ڪريو ٿا. وري جڏهن اوهان جي فڪراتن جو سمنڊ موج ۾ اچي ڇوليون هڻي ٿو، تڏهن اوهان ڪي گفتار ڪريو ٿا. انهيءَ گفتار ۾ اوهان جا افڪار پائمال ۽ ناس ٿين ٿا. ڇو تہ تفڪر آزاد فضا جو هڪ آزاد پکيئڙو آهي. جو گفتار جي پڃري اندر پوريل آهي. اتي هو فقط پَرَ پکيڙي سگهي ٿو، مگر پرواز نٿو ڪري سگهي.

اوهان ۾ قسمين قسمين ماڻهو آهن. ڪي اهڙا آهن جو جڏهن اڪيلا ٿين ٿا ۽ سندن خيال کين پريشان ڪن ٿا، تڏهن زبان دراز ۽ ڳالهير ماڻهن وٽ ڊوڙندا وڃن ٿا. انهيءَ لاءِ تہ سندن پريشاني دور ٿئي.

ڪي وري اهڙا آهن، جي بنا ڪنهن سوچ ويچار جي جيڪي ايندو اٿن، سو وات مان وهائي ڇڏيندا آهن. کين نفي نقصان جي

خبر نہ هوندي آهي. هو اهڙي ڳالهہ بہ ڪريو ڇڏين، جنهن کي خود بہ نٿا سمجهي سگهن.

ڪي اهڙا آهن، جن جي اندر حق جي روشنائي تجلا پيئي ڏئي، مگر هو ان کي دنيا جي اونداهيءَ ۾ ٻاهر آڻي نٿا سگهن. سندن اندر ۾ حق جو آواز پيو اڀري، پر اهو لفظن جي صورت ۾ سندن لبن تي اچي نٿو سگهي. اهڙن جو سينو نور جي صندوق آهي. پوءِ جڏهن کي عشق جي اوچتي چماٽ لڳي ٿي. تڏهن سندن سيني مان لفظن جي برسات ٿئي ٿي. پوءِ اهي لفظ شعر جي صورت ۾ ماڻهن اڳيان ظاهر ٿين ٿا.

اوهان موت کان پهريائين ڪنهن بہ انسان سان ملو، تہ پنهنجي روح کي اجازت ڏيو، تہ هو اوهان جي چپن کي چوري ۽ اوهان جي زبان جي رهنمائي ڪري. پوءِ اوهان جيڪا گفتار جي ٿيندي، سا خالص ۽ منڙي، وڻندڙ ۽ من موهيندڙ، راحت ۽ آرام ڏيندڙ هوندي، دلپذير ۽ دلنواز هوندي. جنهن جي بہ ڪن تي اهو آواز پوندو، سو از خود اوهان کي پسند ڪندو.

## 17

### پوءِ هڪ نجوميءَ چيو تہ هن بہ بقا حياتيءَ جي چند ڏهاڙن بابت تہ ڪي ٻڌايو!

بزرگ فرمايو: اوهان جي تمنا هوندي آهي ، تہ اسين زندگيءَ جي وقت کي ماپي يا توري وٺون. مگر افسوس جو ان کي ڪڏهن بہ ماپي يا توري نٿا سگهو. هوءَ تہ وهندڙ پاڻي آهي، جو ڏسندي ڏسندي گذري ٿو وڃي.

زندگيءَ ۾ وقت ۽ ساعت جو حساب ئي ڪونهي. ان ۾ اڄ جي اندر، ڪالهہ فقط هڪ ماضيءَ جو ڌنڌلو عڪس آهي ۽ سڀاڻ محض هڪ خواب آهي. اوهان جي اندر جيڪا شيءِ متحرڪ آهي، اها هينئر بہ انهيءَ پهرين ساعت جي حدن ۾ قيد آهي، جنهن گهڙيءَ آسمان تي ستارا پکيڙيا ويا هئا ۽ زمين جي فرش کي پاڻيءَ جي مٿان وڇايو ويو هو.

وقت محبت وانگر ورهائي نٿو سگهجي. اهو تہ آزاد ۽ اڻکٽي وهندڙ آهي، پر جيڪڏهن ڪن مجبورين سبب اوهان وقت کي موسمن ۾ تقسيم ٿا ڪريو، تہ هر موسم کي ٻين سڀني موسمن سان ڳنڍيل سمجهو ۽ حال کي ماضي جي ياد ۽ مستقبل جي اميدن سان ڀرپور رکو.

## 18

## پوءِ هڪ بستيءَ جي سردار پڇيو، اسان کي نيڪ ۽ بد جو فرق ٻڌايو!

بزرگ فرمايو: اوهان جي اندر جيڪي نيڪ آهي، ان جو ذڪر ته اوهان سان ڪريان ٿو، پر جيڪي بد آهي، ان لاءِ ڇا چوان؟ ڇو ته نيڪ ئي ڪن مجبورين سبب بد ٿئي ٿو. نيڪ جڏهن بکيو آهي، تڏهن اونداهي غار ۾ پنهنجو کاڌو ڳولي ٿو. جڏهن اڃو آ، تڏهن گندو پاڻي به پي پنهنجي اڃ اُجهائي ٿو.

اوهين تيستائين نيڪ آهيو، جيستائين اوهان سان معنوي وجود ساٿي آهي. اهو قدرتي قاعدو آهي، ته ڪوبه دشمن ڪنهن به ملڪ تي فتح تڏهن ئي ماڻي سگهندو آهي، جڏهن ان جو گهر ڦتل هوندو آهي. يا ڪوبه چور تيستائين ڪنهن به گهر ۾ داخل ٿي نه سگهندو آهي. جيستائين ڪو گهر جو واقف هن کي هٿ ڏس نه ڪري. البت بعض حالتن ۾ انهيءَ هوندي به بچاءُ ٿي ويندو آهي. ڇو ته ڪڏهن ڪڏهن ائين ڏٺو ويو آهي، ته پاڻيءَ اندر ٻيڙيءَ جو ڪو تختو نڪري ويندو آهي ته به ٻيڙي ٻڏڻ کان بچي ويندي آهي، مگر لڏندي ضرور آهي.

اوهان کي صرف انهيءَ لاءِ به چئي نٿو سگهجي. ته اوهان پنهنجي لاءِ ڪجهه حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو ٿا، اوهان

جڏهن ائين ڪريو ٿا، اوهان وڻ جي انهيءَ پاڙ مثل بنجي وڃو ٿا، جا زمين جي اندر رهي ٿي، منجهائنس ئي خوراڪ ڪٺي ٿي. هوءَ ڀلا ائين نہ ڪري، تہ ٻيو ڇا ڪري؟ پوءِ ميوي کي اهو حق نہ آهي جو هو پاڙ کي چوي، تہ تون بہ مون وانگر نعمت بخش ٿي.

جڏهن اوهان پنهنجي منزل طرف مردانگي سان وڌو ٿا، تڏهن نيڪوڪار آهيو. مگر جي آهستي آهستي وڌو ٿا تہ بہ اوهان کي بدڪار چئي نٿو سگهجي. ڇاڪاڻ تہ اوهان آهستي ٿائين، هلندا رهو ٿا! پر اهي ماڻهو، جي رڳو منزل جا خواب ڏسندا رهن ٿا، انهن کي بہ بدڪار نہ چئبو. ڏسو هرڻ ڪڏهن بہ ڪڇوءَ کي تيز رفتاري سيکاري نٿو سگهي. مگر ان کي اهو چوڻ جو حق ئي ڪونهي، تہ سموري رفتار سندس ئي حصي ۾ آهي.

اي نيڪ ۽ بد جي امتياز ۾ گرفتارو! اوهان سيني جي ”وجودِ عظيم“ ڏانهن ڊوڙ آهي. فرق صرف هيءَ آهي، تہ هڪڙن جي خواهش وهندڙ درياءَ مثل آهي، جا پنهنجي پوريءَ سگهہ سان سمنڊ طرف وهندي رهي ٿي ۽ وهندي وهندي جهنگلن ۽ بيابانن کي پنهنجا مٺا من موهيندڙ راڳ ٻڌائيندي، انهن کي شاداب ڪندي وڃي ٿي، مگر ٻين ۾ اها تمنا هڪ ننڍڙي چشمي مثل آهي، جا ڪجهہ پنڌ ٿائين وهي زمين جي ڪنهن هيٺاهينءَ ۾ رڪجي وڃي ٿي. هوءَ سمنڊ ٿائين تہ پهچي نٿي سگهي، پر هن جو وهڪرو هميشه سمنڊ ڏانهن هوندو آهي.

جيڪي شخص واقعي نيڪ هوندا آهن، اهي ڪنهن اگهاڙي کان اهو سوال بہ نہ ڪندا آهن، تہ تنهنجا ڪپڙا ڪٿي آهن؟ ڪنهن مصيبت جي ماريل اجڙيل خاندان جي فرد کان ائين نہ پڇندا آهن، تہ تنهنجو گهر ڇو برباد ٿي ويو؟

## 19

## پوءِ هڪ شخص چيو ته اسان کي خوديءَ جي راز کان واقف ڪريو!

بزرگ فرمايو: خاموشيءَ ۽ سڪون جي حالت ۾ اوهان جي دل، رات ۽ ڏينهن جي سپني رازن کان واقف ٿي سگهي ٿي ۽ اوهان خواهش ڪندا آهيو، ته اوهان جي دل جو راز لفظن جي شڪل وٺي اوهان جي ڪنن تائين پهچي. ڪاش ! جيڪڏهن ائين ٿئي ۽ ان بعد اوهان جي روح جو چشمو تمتار ٿي اٿل کائي، زور شور سان وهندو سمنڊ ۾ وڃي داخل ٿئي، جتي ڪيس سمنڊ جي بي پايان گهرائيءَ جي خبر پوي.

اوهان نامعلوم خزاني کي ڪنهن تارازيءَ ۾ تورڻ جي ناڪام ڪوشش نه ڪريو، نه پنهنجي علم جي اونهائي کي ڪاٺي يا ڏوريءَ سان ماپيو. اوهان ڪڏهن به ائين نه چئو، ته اسان حق کي حاصل ڪيو. بلڪ هيئن چئو، ته اسان کي ڪيترين حقيقتن مان فقط هڪ حقيقت جو علم حاصل ٿيو.

## 20

### پوءِ هڪ استاد چيو اسان کي تعليم بابت ڪجهه ٻڌايو!

بزرگ فرمايو: اهو استاد، جو مسجد اندر يا ڪنهن وڻ جي ڇانوَ ۾ ويهي شاگردن کي علم سيکاري ٿو، سو درحقيقت پنهنجو علم انهن کي نٿو ڏئي، صرف پنهنجو ايمان ۽ محبت هنن کي عطا ڪري ٿو. اگر هو قابل استاد آهي، ۽ اوهان کي پنهنجي عقل جي گهر ڏانهن نٿو وٺي وڃي، پر اوهان کي پنهنجي دل جي دروازي تائين پهچائي ٿو.

هڪ نجومي اوهان کي آسمان جون حقيقتون ته ٻڌائي سگهي ٿو، پر پنهنجي تميز جي قوت اوهان جي حوالي نٿو ڪري سگهي.

هڪ راڳيندڙ اوهان اڳيان ڳائي وڄائي سگهي ٿو، پر اُهي ڪن نٿو ڏئي سگهي، جن سان هو راڳ کي پرکيندو آهي؛ يا اهو آواز نٿو ڏئي سگهي، جنهن سان پنهنجي راڳ کي ٻين لاءِ راحت بنائيندو آهي.

هڪ رياضي دان اوهان کي حسابن جا قاعدا سيکاري سگهي ٿو، مگر جنهن بلندي تي سندس دماغ سير ڪري ٿو، اوهان کي ان حد تائين پرواز ڪرائي نٿو سگهي. مطلب ته ڪنهن به شخص جي بصيرت ٻين جي نظرن کي وڌائي نٿي سگهي.

## 21

## پوءِ هڪ نوجوان چيو تہ اسان کي دوستي بابت ڪجهہ ٻڌايو!

بزرگ فرمايو: اوهان جون ضرورتون اوهان جون دوست آهن. اوهان پوکي ڪريو ٿا، بلڪل محبت ۽ محنت سان زمين ۾ ٻج ڇٽيو ٿا، جڏهن فصل پچي راس ٿئي ٿو، تڏهن خوش ٿي لابارو ڪريو ٿا، پوءِ ان جو ان ڪٺي گهر اچو ٿا. انهيءَ ان سان ئي اوهان جو دستر خوان سجائجي ٿو ۽ اوهان جو گهر روشن ٿئي ٿو. مطلب تہ ڪيتيءَ وٽ اوهان پنهنجي بک ڪٽي وڃو ٿا ۽ ان ڪان آسائش گهرو ٿا.

دوست جڏهن اوهان سان پنهنجي دل جو راز ظاهر ڪري ٿو، تڏهن هو دل چيري اوهان اڳيان رکي ٿو. جڏهن هو خاموش آهي، تڏهن سندس دل جي تار اوهان جي دل سان ڳنڍيل آهي. هن جي ٻي زباني زبان آهي. هو لفظن چوڻ کان سواءِ روح جو راز اوهان سان سلي سگهي ٿو. هن جو اهو گونگو طريقو نهايت شيرين ۽ وڻندڙ آهي. ماڻ جو جيڪو منو اثر ٿئي ٿو، اهو زبان ڪڏهن بہ

پيدا ڪري نٿي سگهي.

دوست جيڪڏهن اوهان کان جدا ٿئي، ته ڪڏهن به رنج نه ٿيو ڇوته اهو فراق نهايت لذت وارو ٿئي ٿو- اها جدائي ڏاڍي مٺي ٿي ٿئي. انهيءَ جي ڪري اوهان جي اندر مان پيا سڀ باطل خيال گم ٿي وڃن ٿا. فقط انهي هڪ يار جي تار سيني ۾ رهي ٿي. اوهان جي دوستي خود غرضيءَ کان بلڪل پاڪ هئڻ گهرجي. اوهان جو دوست اوهان کان فقط محبت جو گهرجاؤ آهي؛ تنهن ڪري اها محبت خالص ۽ پاڪ هجڻ کپي. اگر ان ۾ خود غرضي شامل آهي، ته اها هڪ ڄار مثل آهي، جنهن ۾ صيد ۽ صياد ٻئي ڦاسن ٿا- يا هڪ ڪن مثل آهي، جنهن ۾ هر چيز غرق ٿي وڃي ٿي.

اگر دوست کي فقط اوهان جي نيڪين جي خبر هجي، ته ڪيس پنهنجي اوڻاين کان به آگاهه ڪري، ڇو ته هو اوهان جو هڪ خيرخواه ۽ خيرانديشن دوست آهي. من اوهان کي سڏاري ! اگر هن ۾ اهو مادو موجود نه آهي، ته اهو دوست ڪهڙي ڪم جو؟ دوستي انهي لاءِ نه ڪبي آهي، ته واندڪائي جي وندر ڳولجي، بلڪ انهيءَ لاءِ ڪبي آهي، ته عمل ۾ سجاڳي اچي ۽ زندگي سڦل گذري.

## 22

**پوءِ هڪ مرشد چيو، اسان کي دعا بابت ڪجهہ ٻڌايو!**

بزرگ فرمايو: اوهان مصيبت ۽ ضرورت جي حالت ۾ دعا گهرندا آهيو.

ڪاش! اوهان اعليٰ راحت ۽ مسرت وقت، دعا لاءِ هٿ کڻو! دعا ڇا آهي؟ هڪ ڪيفيت آهي، جا دل جي گهراين ۾ لڪل آهي. اها بعضي زبان تائين پهچي ٿي، بعضي تہ اتي ئي غرق ٿيو وڃي. جڏهن اوهان جو روح اوهان کي دعا لاءِ سڏي، تڏهن اوهان پنهنجي وهندڙ لڙڪن سان وتس حاضر ٿيو ۽ انهيءَ منزل طرف باربار لڙڪن ڀريل نيڻن ۽ سرد آهُن سان وڃو ۽ اتان وري مشڪندا ۽ مرڪندا واپس ورو.

جڏهن اوهان دعا ۾ گم ٿي وڃو ٿا، تڏهن اوهان بلند فضا جي انهن روحن سان وڃي ملو ٿا، جي خود ان وقت دستِ بدعا آهن. جن سان اوهين ڀيريائين، ڪڏهن نہ مليا آهيو.

اوهان دعا جي درگاهہ ۾ قدم رکو، تہ مقصد فقط پاڪ وصال جو رکو، ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن اوهان رڳو گهرڻ ۽ وٺڻ لاءِ

اتي ويندؤ، تہ غالب گمان آهي تہ اوهان کي ڪجهہ بہ نہ ملي- يا جيڪڏهن ٻين جي حق ۾ سفارش لاءِ ويندؤ، تہ توهان کي ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيندو. ڇو تہ اوهان جي حيثيت ڪهڙي آهي. جو اوهان جي ڳالهہ ٻڌي وڃي؟ اوهان انهيءَ نامعلوم درگاهہ ۾ اهڙي نموني وڃو، جو اوهان کي خود خبر نہ هجي تہ اسين هت آيا ڇو آهيون؟

آءٌ اوهان کي لفظن ۾ دعا گهرڻ جو طريقو سيکاري ٿو سگهان. ڇاڪاڻ تہ اوهان جا لفظ تڏهن ٻڌبا، جڏهن ٻڌندڙ خود اوهان کي سيکاري. اوهين غور جي ڪَنَنِ سان ٻڌندو، تہ بَرَ ۽ بحر، حجر ۽ شجر هيئن پيا چوندا:

اي معبود حقيقي! تون ئي قادر مطلق آهين. اسين تنهنجي ئي حقيقت جو ڀاڱو آهيون. تنهنجي رضا اسان جي اندر ۾ آهي، جا اسان کي حڪم ڏيندي رهي ٿي. تنهنجي طلب جو جذبو اسان جي دلين ۾ آهي، جو اسان کي طلب سيکاري ٿو. اسين توکان ڪجهہ بہ نہ ٿا گهري سگهون، ڇاڪاڻ تہ تون اسان جي ضرورتن کي ان وقت کان بہ گهڻو اڳ ڄاڻين ٿو، جنهن وقت هو پيدا ئي نہ ٿيون آهن.

اسان جي ضرورت تون ئي آهين. جڏهن تون اسان کي گهرڻ کان اڳيئي ڏيئي ڇڏين ٿو، تڏهن اسين وڌيڪ ڇا گهرون؟ اسان لاءِ اهوئي ڪافي آهي جيڪو تو ڏنو.

## 23

## پوءِ هڪ شخص چيو تہ اسان کي عيش بابت ڪجهہ ٻڌايو!

بزرگ فرمايو: عيش آزاديءَ جو هڪ منو راڳ آهي، مگر خود آزادي نہ آهي. هو اوهان جي اميدن جي مکڙي آهي، مگر انهن جو ميوو نہ. هو پکيءَ جي پکيڙي جو پر آهي، مگر نہ پرواز آهي، نہ پرواز جي فضا آهي. اوهان ڏک جي امنگن سان اهو راڳ ڀل ڳايو، مگر پنهنجي دل ان جي حوالي نہ ڪريو.

ڪي نوجوان عيش کي اهڙي طرح ڳوليندا آهن. گويا اهائي سندن زندگيءَ جي آخري مراد آهي. اوهان وري اهڙن تي نڪتہ چيني ڪندا آهيو ۽ کين جهڻڪيندا آهيو. مگر آءٌ نہ انهن تي نڪتہ چيني ڪندس، نہ انهن کي گهٽ وڌ چوندس.

بلڪ آءٌ تہ هيئن چوندس، تہ هو ڀل عيش کي جاري رکن، ڇاڪاڻ تہ هو عيش کي اڪيلو ڪڏهن بہ نہ حاصل ڪندا. ان جون ست ڀينرون آهن. انهن سڀني مان جيڪا گهٽ ۾ گهٽ حسين آهي، سا بہ عيش کان وڌيڪ سهڻي آهي.

ڇا اوهان انهيءَ شخص جو قصو نہ ٻڌو آهي، جو هڪ وڻ جون پاڙون کوٽي رهيو هو، تہ ڪيس انهن هيٺان پوريل خزانو هٿ اچي ويو.

اوهان مان پوڙها پوڙها شخص گذريل عيش لاءِ اهڙي طرح پڇتائيندا آهن ڄڻ گويا اهو هڪ عظيم گناهہ هو، جو هنن نشي ۽ مستيءَ جي حالت ۾ ڪيو هو. انهن جو پڇتاءُ اهڙو آهي، ڄڻ دل جي اکين تي پٽي ٻڌڻ. اها گناهہ جي سزا نہ آهي. هنن کي تہ گذريل عيش جي اهڙي يادگيري ڪرڻ گهرجي، جهڙي گذريل سال جي ڇهچ سانءِ پوک جي ڪٽي ويندي آهي. پر جيڪڏهن هنن جي دل صرف پڇتائڻ ۾ تسڪين حاصل ڪري ٿي، تہ ڀوءِ ڪين سندن ٿي حال تي ڇڏي ڏيو.

اوهان مان ڪيترا اهڙا آهن، جيڪي نہ نوجوان آهن، جو عيش جي تلاش ڪن، نہ پوڙها آهن، جو گذريل عيش ياد ڪن. انهن کي تلاش ۽ ياد ايتري قدر خوفزده ڪري ٿي، جو هو عيش کي هر حالت ۾ نفرت جي نگاهہ سان ڏسن ٿا. مگر انهن جو لذتن کي ترڪ ڪرڻ بہ تہ عيش جي هڪ صورت آهي.

مون کي ٻڌايو تہ اهو ڪير آهي، جو پنهنجي روح کي عيش کان محروم ڪري؟ ڇا جڏهن طوطو رات جي خاموشيءَ ۾ منڙي ٻولي ٻولي ٿو، تڏهن هو پنهنجي روح کي ڏکوئي ٿو؟ ڇا اوهين سمجهو ٿا تہ اوهان جو روح هڪ ننڍڙو تلاءُ آهي، جنهن جي پاڻيءَ ۾ ننڍڙي پٿر سان تلاطم آڻي ڇڏبو؟ اڪثر ائين ٿئي ٿو، تہ توهان عيش کي ترڪ ڪرڻ جي جوش ۾ پنهنجي خواهش کي پنهنجي وجود جي ڪنهن تاريڪ گوشي ۾ لڪائي ڇڏيو ٿا ۽ سمجهو ٿا، تہ اهو لڪائڻ ئي ترڪ ڪرڻ آهي، مگر جنهن کي

توهان اڄ ترڪ ڪريو ٿا، ممڪن آهي، تہ اهو "سياڻ" جي دامن ۾ نروار ٿيڻ لاءِ منتظر وينو هجي.

هيءَ تہ روح جو معاملو آهي، پر اوهان جو فاني جسم بہ پنهنجي فطري وراثت کان بي خبر نہ آهي. ان ڪري بہ اوهان ڪڏهن ڏوکو ڏئي نٿا سگهو. اوهان جو جسم اوهان جي ستار آهي، جنهن جي تارن تي روح جي موسيقي رقص ڪري ٿي. اوهان جي هٿ ۾ فقط ايترو آهي، جو يا تہ انهيءَ ستار مان هڪ دلنواز سُر پيدا ڪريو يا هڪ بي سرو شور.

هاڻ توهان جي دل ۾ هوندو، تہ اسين عيش ۾ چڱي ۽ مٺي جو امتياز ڪيئن ڪري سگهون؟ ان لاءِ اوهان پنهنجي پوکن ۽ باغن ۾ وڃون- اتي اوهان کي معلوم ٿيندو تہ ماکيءَ جي مک لاءِ حقيقي عيش اهو آهي تہ هو گلن مان رس چوسي ۽ گلن لاءِ عيش اهو آهي، تہ هو پنهنجي رس ماکيءَ جي مکين اڳيان نذرانو ڏين. گلن لاءِ ماکيءَ جي مک محبت جو پيغمبر آهي ۽ ٻنهي لاءِ هڪ ٻئي جي طلب ۽ پياس عيش آهي.

اي انسانو! پنهنجي عيش ۾ ماکيءَ جي مک ۽ گلن جي داستان کي نہ وساريو.

## 24

### پوءِ هڪ شاعر چيو، تہ اسان کي حسن بابت ڪجهہ ٻڌايو!

بزرگ فرمايو: اوهين حسن کي تيستائين ڳولي نہ سگهندا، جيستائين هو خود اوهان کي رستي ۾ نہ ملي يا خود رهنمائي نہ ڪري. اوهان سندس ذڪر زبان مان تيسين ادا ڪري نہ سگهندؤ جيسين هو خود اوهان جي زبان مان پنهنجي گفتار جو چشمو جاري نہ ڪري.

اوهان ۾ جيڪي بدنصيب آهن، اهي چوندا آهن، تہ حسن مهربان آهي ۽ سندس گرفت نهايت نرم آهي- ان شرميلي ۽ نوجوان وانگر جا هنج ۾ پنهنجو ٻار کنيو اسان جي ڀر مان لنگهي ويندي. ڪي چون ٿا، تہ حسن طاقت جو هڪ خوفناڪ ديوتا آهي، جو اسان جي پيرن جي زمين کي پنهنجي طاقت سان زلزلي ۾ آڻي ڇڏي ٿو. جيڪي ٿڪل ۽ عاجز آهن، سي چون ٿا تہ حسن هڪ جهيڻو آواز آهي، هڪ جهونگار آهي، جو اسان جي روح جي اندر آهستہ آهستہ هڪ سُر پيدا ٿي ڪري- ان جو آواز آسمان جي خاموشيءَ ۾ اهڙي طرح نمودار ٿئي ٿو، جهڙيءَ طرح گهري اونداهيءَ ۾ هلڪي روشنائي.

جيڪي بي آرام ۽ بي چين انسان آهن، سي چون ٿا، تہ اسان حسن کي جبل جي دامن ۾ شينهن وانگر گجندي ٻڌو آهي. اسان جي گجگوڙ سان گڏوگڏ گهوڙن جي سنبن جو آواز، جانورن جون بي پناه دانهون ۽ پکين جا فرياد ٻڌا آهن.

چوڪيدار چوندا آهن، تہ حسن صبح جي وقت اوڀر کان سجاڳ ٿي منهن ٻسائي ٿو. پر پهرن جي وقت مزدور ۽ مسافر چون ٿا تہ اسان سج لهڻ وقت حسن کي آسمان جي دريءَ مان جهاتيون پائيندي ڏٺو آهي. سياري ۾ اهي شخص، جن وٽ فقط چنل سوڙ آهي، سي چوندا آهن تہ حسن بهار جي موسم ۾ جبل جي چوٽين ۽ جهنگلن جي وادين مان ڊوڙندو ايندو آهي. گرميءَ جي موسم ۾ لاباري لاهڻ وارا چون ٿا، تہ اسان خزان جي ڪرندڙ پنن ۾ حسن کي نچندي ڏٺو آهي، اهڙي طرح سان اوهان حسن جو هزار نمونن سان ذڪر ڪريو ٿا. مگر حقيقت ۾ اوهان تہ محض انهن ضرورتن ۽ خواهشن جو ذڪر ڪريو ٿا، جي پوريون نٿيون ٿين. مگر حسن نہ ضرورت آهي، نہ خواهش- هو تہ صرف هڪ سرور ۽ اعليٰ سرور آهي. هو اڃايل جو خشڪ چپ يا سائل جو سوالي هٿ نہ آهي، بلڪ هو طلب سان ڀريل هڪ دل آهي.

هو هڪ مسحور ۽ مست روح آهي. هو ڪنهن مندر جي مورتي نہ آهي، جنهن کي اوهين ڏسي سگهو. يا ڪو منو راڳ نہ آهي، جنهن کي ٻڌي سگهو؛ بلڪ هو تہ تصور جو نقش آهي، جنهن کي توهان اکيون بند ڪري ئي ڏسي سگهو ٿا.

اي انسانو! حسن زندگي آهي ۽ اوهان ان جا اولڙا آهيو. هو ابد کان آهي، ۽ هميشه پنهنجو عڪس حياتيءَ جي آئيني ۾ ڏسندو رهي ٿو.

# 25

## پوءِ هڪ ملان چيو، اسان کي مذهب بابت ڪجهه ٻڌايو!

بزرگ فرمايو: هيستائين مون جيڪي به ذڪر ڪيو آهي، سو مذهب بابت ئي هو. اوهان جي روح ۾ هر گهڙي پيدا ٿيندڙ حيرت جا نقش مذهب کان الڳ نه آهن. اوهان جا اعمال ۽ خيالات، مذهب کان خارج ڪري نٿا سگهجن. جا اعمال ايمان کان جدا ڪري سگهجن ٿا؟ اهو ڪير آهي، جو پنهنجي زندگيءَ جي چند گهڙين کي سامهون رکي چوي، ته هيءَ ساعت خدا جي لاءِ آهي، هيءَ منهنجي لاءِ، هيءَ منهنجي روح لاءِ ۽ هيءَ منهنجي جسم لاءِ؟ اوهان جون سڀ ساعتون هڪ پکيءَ جا پَرَ آهن، جي زندگي جي فضا ۾ اوهان جي چرپر سان گڏ ڦڙڪندا رهن ٿا.

جيڪو شخص پنهنجي عملن کي ڪنهن خاص اصول هيٺ رکي ٿو، سو ڄڻ ڪنهن سهڻي پکيڙي کي پڃري ۾ پوري ٿو، جيڪو شخص عبادت کي دريءَ مثل سمجهي ٿو، جا کلي ۽ بند ٿئي ٿي، سو پنهنجي روح جي آڪيري کي ڏسي نٿو سگهي.

عبادت ته هڪ محلات آهي جنهن جون دريون مشرق کان مغرب تائين کليون رهن ٿيون.

## 26

### پوءِ هڪ فقير چيو، تہ اسان موت بابت ڪجهہ ٻڌايو!

بزرگ فرمايو: موت زندگي جي روح جو هڪ خزانو آهي. هو زندگيءَ جهڙو ئي هڪ ڪليل راز آهي، مگر چمڙو چڙي ڏينهن ۾ نور جي راز کي ڪيئن پروڙي سگهندو؟

اگر اوهان موت کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو، زندگيءَ لاءِ دل جو دروازو کوليو تہ اوهان کي خبر پوي- موت ۽ حياتي سمنڊ ۽ درياءَ وانگر بلڪل هڪ شيءِ آهن. جهڙيءَ طرح برف جي انبار هيٺان وڻ جو ڪريل ٻج بهار جي موسم جا خواب ڏسندو آهي- اهڙيءَ طرح موت زندگي جا سڀ خزانا کنيو، اينڌڙ وقت جو انتظار ڪندو رهي ٿو. انهيءَ موت اندر ئي ابدي دنيا جو لڪل دروازو آهي.

اوهان جو جسم هڪ برف مثل آهي. جيئن سج جي تپش تي برف ڳري پاڻي ٿي، درياءَ ۾ ملي وڃي ٿي ۽ اهو درياءُ سمنڊ جي گهرائي ۽ ڪشادگيءَ ۾ فنا ٿي وڃي ٿو، تيئن موت جو سج اوهان جي جسم جي برف کي ڳاري روح کي پنهنجي اصل ڏانهن موڪلي ٿو.

# سوکلاڻي

ايتري ۾ شام ٿي ويئي ۽ عارفہ چيو مبارڪ آهي- هي هنڌ ۽ هي ڏينهن، جڏهن تنهنجي روح اسان سان رهاڻ ڪئي، بزرگ، جهاز طرف روانو ٿيو. سموري خلق هن جي پٺيان پٺيان هلڻ لڳي. بزرگ جهاز تي سوار ٿيو، خلق ڪناري تي بيٺي رهي، ان وقت بزرگ فرمايو:

مون وٽ هوا جون موجون دعوت ڏيڻ آيون آهن. تنهن ڪري آءُ انهن کي قبول ڪري اوهان کان موڪلايان ٿو؛ پر آخري سلام کان اڳ، هي ٻہ لفظ منهنجا دل جي ڳالهہ سان ٻڌو: "اسين سڀ مسافر آهيون. اسين جنهن جاءِ تي زندگيءَ جو هڪ ڏينهن ختم ڪريون ٿا، تنهن جاءِ تان ٻيو ڏينهن شروع ڪري ٿا سگهون. سڀ ڪو صبح جو اسان کي ساڳيءَ جاءِ تي نٿو ڏسي- جو لهڻ وقت اسان کي هڪ هنڌ ڇڏي ٿو. نہ ايترو وقت ٿي هنڌ ڏسي ٿو. مون بلڪل مختصر زمانو اوهان وٽ گذاريو آهي ۽ بلڪل مختصر لفظن ۾ اوهان کي هدايت ڪئي آهي؛ پر جيڪڏهن منهنجو آواز ۽ منهنجي صحبت اوهان جي دلين تان گم ٿيندي- جنهن وقت هن سمنڊ جون موجون هن طرف ورنديون. تنهن وقت آءٌ بہ انهن سان گڏ اوهان وٽ ايندس. مون کي يقين آهي تہ هيءَ منهنجي گفتگو اجائي نہ ٿيندي؛ بلڪ مستقبل ۾ اوهان لاءِ مشعل راهہ رهندي.

اگر اوهان جي دلين ۾ مون لاءِ محبت آهي، تہ آءٌ ڪڏهن بہ

اوهان کان حدا ٿي نٿو سگهان. جيتوڻيڪ هن وقت آءٌ اوهان جي اکين کان پري هليو ويندس، پر پوءِ بہ رات جي اونداهين ۾ آءٌ اوهان وٽ ضرور ورندس.

هي پاڻي، جيڪو وهندي ڏسو ٿا، سو اول آسمان ۾ ويجي ٿو، وري اتان جهُڙ جي صورت ۾ زمين ڏانهن واپس وري ٿو.

مون سڀ حقيقتون انهن لفظن ۾ بيان ڪيون آهن جن جي معنيٰ اوهان جي اندر محفوظ آهي. اوهان جا ۽ منهنجا لفظ ماضيءَ جيَ ياد جي روڪيل پاڻيءَ جون موجون آهن، جي مستقبل ۾ اوهان جي ڪشتيءَ کي ڪناري ڪنديون.

مون اوهان وٽ اچي اهو قديم نور ڏٺو، جو اوهان جي اندر روشن آهي ۽ روز بروز سندس تجلو ۽ تاب زياده ٿيندڙ آهي. اوهين جڏهن انهيءَ نور ۽ شعلي کان بي خبر ٿيو ٿا، تڏهن پنهنجي عمر جي اختصار جو ماتم ڪريو ٿا. اوهان اها خبر ئي نٿا رکو تہ اوهان جي هن فاني جسم ۾ هڪ امر شيءِ بہ آهي، اوهان قبر جي خوف کان ڏکي رهيا آهيو، مگر منهنجي دنيا ۾ قبر جو تہ نالو نشان بہ ڪونهي، اتي نہ موت آهي نہ قبر، نہ مقبرو نہ ڪفن. هي اوهان جا ميدان ۽ جبل زندگيءَ جي بلڪل ابتدائي منزل آهن، جڏهن اوهان انهن مان گذر ڪندؤ، تڏهن اوهان اتي ماضي کي ستل ۽ مستقبل کي سجاڳ ڏسندؤ، تنهن ڪري اوهان بہ ان دنيا کي تلاش ڪريو.

اوهان مان ڪي منهنجي نالي چوندا هئا تہ هيءَ چريو آهي، هي تہ وڻن سان ڳالهيون ڪندو ٿو وتي- واقعي منهنجي اڪيلائي جا ساٿي جهنگ جا وڻ هئا، جي سچ پچ قدرت جو هڪ ڪتاب آهن. مون جبلن جي غارن ۾ جيڪي ڏٺو، سو اوهان جي روشن گهرن ۾ نہ ڏٺم.

ڪن مون کي چيو، اي اجنبي! تون شاهين وانگر جبل جي چوٽيءَ تي ڇو وينو آهين؟ تون ڇو ته اهڙي شيءِ لاءِ جستجو ڪري رهيو آهين جا لاحاصل آهي؟ ڇا تون هوا کي مٺ ۾ جهلڻ گهرين ٿو؟ تون هيٺ لهه، اسان وٽ اچي کاءُ ۽ پي.

اوهان پنهنجي روحاني خلوت ۾ اهي ڳالهيون ڪيون جي مون کي معلوم ٿي ويون، مگر مون ڏٺو ته اوهان جي خلوت ڪامل نه هئي. اگر ڪامل هجي ها، ته سمجهي وڃو ها، ته جنهن شيءِ جي مون کي تلاش آهي، سا اوهان جي عافيت ۽ اوهان جو ئي درد آهي. آءٌ اوهان جي انهيءَ حقيقي وجود کي ڳولي رهيو هوس، جو آسمان تي چم چم ڪندو نچندو رهي ٿو.

مون پنهنجي ڇيڄ پنهنجي ئي زخم ۾ وڌي. انهي لاءِ ته آءٌ اوهان جي حال کان بخوبي واقف ٿيان. ان بعد مون کي جيڪو علم حاصل ٿيو، تنهنجي آڌار تي آءٌ چوان ٿو ، ته اوهان نه ته پنهنجي جسم اندر قيد آهيو، نه گهرن ۽ پنين ۾.

غارن جي گهگهه اونداهي، جبلن جون ڏگهيون چوٽيون، عقاب جو آکيرو اهي سڀ اوهان جي دسترس کان ٻاهر نه آهن، بس رڳو انهن بابت اوهان کي پورو علم نه آهي. اوهان جو حقيقي وجود انهن سڀني کان بلند تر ۽ وسيع تر آهي. اهو اهڙي شيءِ نه آهي، جو سياري جي سرديءَ کان سوڙ ۾ سمهي يا پنهنجي حفاظت واسطي ڪنهن سوراخ ۾ گهڙي وڃي. بلڪ هو اهڙي شيءِ آهي، جا دنيا جي رنج ، غم، راحت، مسرت، محبت ۽ دشمنيءَ کي پنهنجي ڪنين هيٺان لڪايو، آسمان تي سير ڪندي رهي ٿي.

اوهان چوندؤ ته منهنجا هي لفظ مبهم آهن. تحقيق انهن کي مبهم ئي رهڻ ڏيو! انهن کي واضح ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪريو.

هي گننتا پنهنجي معنيٰ جو دفتر خودبخود اوهان اڳيان کولي رکندا. اهي لفظ به انسانن وانگر هڪ زندگي رکن ٿا. پوءِ انهن جي زندگي ۾ هڪڙو ڏينهن اهڙو به اچي ٿو، جڏهن هو پاڻ کي ظاهر ڪن ٿا.

هر چيز جي ابتدا مبهم هوندي آهي. جا ڪنهن پاڇي مثل هوندي آهي. ان کي جسم يا صورت نه هوندي آهي، پر نيٺ هڪ ڏينهن ان کي صورت ملندي آهي.

هن وقت اوهان نه ته پڌي سگهو ٿا، نه ئي ڏسي سگهو ٿا. اوهان جي اکين تي جيڪو پردو آهي، ان کي اهو لاهيندو، جنهن اهو چاڙهيو آهي. اوهان جي ڪنن ۾ جيڪا ڪپهه آهي، سا اهو ڪڍندو، جنهن وڌي آهي. ان بعد اوهان ڏسي ۽ پڌي سگهندو. پوءِ اوهان پنهنجي ابتدائي ظلمات کي نور وانگر مبارڪ ۽ مسعود سمجهندا.

ان بعد بزرگ، ملاحن طرف نهاريو جي پنهنجي بادبانن کي تيار ڪريو، سندس انتظار ڪري رهيا هئا.

بزرگ فرمايو: "منهنجو ناکئو کهڙو نه صابر آهي! سڻائو واءُ گهلي رهيو آهي، سڙهه تيار آهي، ۽ هو خاموش آهي. تنهن ڪري هاڻ آءٌ وڌيڪ ڪيس انتظار ڪرڻ نه ڏيان.

اي اهل دمشق! موڪلائي. هاڻ هڪ پٽ پنهنجي ماءُ جي گود ۾ واپس وڃي ٿو. اٿين چئي پيڙياتي ڏانهن نهاريائين، جنهن جهاز جو لنگر کنيو ۽ جهاز آهستي آهستي اکين کان اوجهل ٿي ويو.

Roshni Book No. 93

"مرشد جو پيغام"

ليکڪ: خليل جبران

سنڌيڪار: مسعود جمالي



پهريون ڇاپو جولاءِ 1994ع

ڪمپوزنگ: سڪندر نقوي "جهانيان"

ڇپيندڙ: اسحاقيه آرٽ پريس، ڪراچي

ڇپائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ.

قيمت: 25.00 رپيا

**"MURSHAD JO PAGHAM"**

Writen by: Khaleel Jabran

Translation by: Masood Jamali

Composed by: Abdul Brother's Laser Composing System

Printed by: Ishaquia Art Press, Karachi

Published by: Roshni Publication, Kandiaro, Sindh.

Frist Edition July 1994.

# پنهنجي پاران

هي ڪتاب لبنان جي ٻهاڙين ۾ جنم وٺندڙ دنيا جي عظيم مفڪر خليل جبران جي عربي ڪتاب جي انگريزي ترجمي "The Voice of the Master" جو سنڌي ترجمو آهي. خليل خبران جيڪو هميشه پيار جو قيدي رهيو ۽ پيار کي ئي اتم عبادت سمجهندو رهيو، تنهن لبنان ۾ ان وقت جنم ورتو. جڏهن لبنان ۾ مذهبي ڪٽرپڻو ۽ طبقاتي اڻ برادري موجود هئي، هو ان ئي ڪٽرپڻي جو شڪار ٿيو. هو هڪ يهودي مذهبي اڳواڻ جي ظلم جو نشانو بڻيو. هن ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن جيڪي دنيا جي تقريبا مڙني ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪا آهن. سندس ڪتاب "The Prophet" دنيا جي شاهڪار ڪتابن مان هڪ ڳڻيو وڃي ٿو.

هن پنهنجي زندگي پيار لاء وقف ڪري ڇڏي، جڏهن سندس سپنا ساپيا نه ٿيا ۽ اها عورت جنهن کي هُن پنهنجي دل جي گهرايئي سان چاهيو ٿي سان سندس جيون ساٿي نه بڻجي سگهي، تڏهن هن ساري زندگي شادي نه ڪرڻ جو فيصلو ڪري ورتو.

آئون ڪو اديب ناهيان نه ئي اڳو ڪتاب ترجمو ڪيو اٿم، پر ادب دوست چوائڻ ۾ ضرور فخر محسوس ڪندو آهيان. اهوئي سبب آهي جو دنيا جي ان عظيم ليکڪ جو هيءَ ڪتاب "The Voice of the Master" جو سنڌي ترجمو "مرشد جو پيغام" پڙهندڙن اڳيان پيش ڪري رهيو آهيان. هيءَ ڪتاب اصل ۾ عربي ۾ لکيل آهي جنهن جو انگريزي ترجمو (Anthony R. Ferris) ڪيو. مون پنهنجي وس آهر ان جو سنڌي

ترجمو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ترجمو ڪيئن ڪيو اٿم تنهنجو فيصلو اوهان پڙهندڙن تي ڇڏيان. بس مون تہ ايئن ڪيو آهي:

محبت پائي من ۾ رندا روڙيا جن،
تن جو صرافا اڻ توريو اگهائيو.
(شاهہ)

مسعود جمالي

# مرشد جو وڇنس ڏانهن سفر

خليفي ڏٺو تہ مرشد خاموشيءَ سان باغ ۾ گهمي رهيو هو ۽ سندس ڦڪي منهن تي گهري رنج جا آثار هئا. خليفي پنهنجي مرشد کي کيڪاريو ۽ کائن ڏک جو ڪارڻ پڇيو. مرشد پنهنجي سهاري سان اڳتي وڌيو ۽ خليفي کي پاڻ ساڻ گڏ مڇين واري ڍنڍ ڪناري، ٽڪريءَ تي ويهڻ لاءِ چيائين. خليفو مرشد جي ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ تيار ٿي ٽڪريءَ تي ٿي ويٺو.

مرشد فرمايو: ”تون چاهين تہ تہ مان توکي ان واقعي بابت ٻڌايان، جنهن جي ياد ڏينهن رات منهنجي دل ۾ ايندي رهي ٿي. تون منهنجي دکي خاموشيءَ اڄاتل راز ٻڌڻ لاءِ ماندو آهين. منهنجن ٿڌن شوڪارن آهہ و زاريءَ ڪري پريشان آهين. تون پنهنجي من ۾ سوچيندين جيڪر مرشد مون کي پنهنجي ڏکن جي مندر ۾ داخل ٿيڻ نہ ڏيندو تہ پوءِ مان سندس محبت جي محلن ۾ ڪيئن داخل ٿي سگهندس. منهنجي ڳالهہ ڪن لائي ٻڌ، پر مون تي ڏرو بہ رحم نہ کائجانءِ چو تہ رحم، ڪمزورن تي کائڻ جڳائي ۽ آءٌ اڃان فقط پنهنجي ڏکن ۾ ڏاڍو مضبوط آهيان.“

”تہ اُجان مان جوڀن جي ڏاڪڻ تي پير مس رکيو هو جو هڪ عورت جو، منهنجي خيالن تي، ننڊ ۽ اوجاڳن تي، خوابن ۽ خيالن تي واسو رهيو. مون ان کي رات جي اڪيلائيءَ ۾ پنهنجي پلنگ پرسان ويٺل ڏٺو. اڌ رات جو سانت ۾ مون سندس بهشتي آواز ڪنن

سان ڀڏو. جڏهن مون پنهنجون اکيون بند ٿي ڪيون تہ سندس نازڪ آڱرين جو ڇهاءُ پنهنجي ڇپن تي محسوس ڪيم ۽ جڏهن مون اکيون ٿي کوليون تہ مون تي خوف طاري ٿي ٿي ويو ۽ اوچتو آئون نيتيءَ (بيقدرشيءِ).جي سس پس جا آواز ٻڌڻ ٿي لڳس.

"مان وري تعجب ۾ پئجي ٿي ويس ۽ پنهنجو پاڻ کان ٿي پڇيم، "ڇا اهو منهنجو وهم آهي، جيڪو مون کي اڄان تائين ڀلائي ٿو؟ ۽ پوءِ مون ٿي پنهنجو پاڻ کي اداسين جي وادين ۾ گم ٿيندي ٿي ڏٺو. ڇا آئون پنهنجي نئين خواب منجهہ هڪ نئين ايشورتا جي سريلي آواز ۽ وڻندڙ ڇهاءُ کان متاثر ٿيو آهيان؟ ڇا آئون پنهنجا حواس وڃائي ويٺو آهيان؟ڇا مون پنهنجي اياڻپ ۾ پنهنجو پيار ڪندڙ ساٿي پيدا ڪري ورتو آهي؟ ڇا آئون ان ڪري ٿي ماڻهن جي ميل ميلاپ ۽ شهر جي گوڙ گهمسان کان الڳ ٿلڳ ٿي ويو آهيان جو مان پنهنجي چاهيندڙ جو ٿي بنجي ويو آهيان؟ ڇا مون زندگي جي اڻ ڪٽ غمن کان پنهنجون اکيون ۽ سريلن آوازن کان پنهنجا ڪن بند ڪري ڇڏيا آهن تہ جيئن ڪيس بهتر نموني ڏسي سگهان ۽ سندس الهامي آواز ٻڌي سگهان؟

وري تعجب ۾ پئجي ٿي ويس، "ڇا آئون ڪو پاڳل يا سودائي آهيان- جنهن کي پهہ پڇاڻڻ بجاءِ اڪيلائيءَ جي پاڇولن ماڻ پاڻ لاءِ هڪ ساٿياڻي هڪ شريڪ حيات پيدا ڪري ورتي آهي. مون شريڪ حيات جي ڳالهہ ڪئي آهي ۽ توهان ان لفظ تي حيران آهيو. پر اسان هن اڻ ڏٺي هستيءَ تي رڳو عجب نٿا کائون بلڪ ان جا انڪاري پڻ آهيون جو تہ ان جي حاصلات انسان کي ناممڪن نظر ٿي اچي. اسان تعجب ۽ انڪار تہ ڪريون ٿا پر ان حقيقت کي

ميساري نہ ٿا سگهون. جو اها اسان جي نفس ۾ قلعي وانگر قائم آهي. ها تہ اها خيالي عورت منهنجي شريڪِ حيات هئي ۽ اها زندگيءَ جي جستجوءَ ۽ ڏکن سکن ۾ منهنجي ساٿياڻي بنجي پئي. جڏهن صبح جو منهنجي اک کلي تہ ان کي مون پنهنجي بستري تي پاتو. هوءَ مون کي پنهنجن پيار/ پاپوهہ پرين نگاهن سان گهورڻ لڳي. جن ۾ ننڍپڻ جي معصوميت ۽ ماءُ جي مامتا هوندي آهي. هوءَ مون سان هر گهڙيءَ گڏ آهي. جڏهن آئون ڪو ڪم ڏمي ڪٿان ٿو تہ هوءَ ان کي پوري ڪرڻ ۾ منهنجي مدد ڪري ٿي. جڏهن آئون ماني کائڻ ويهان ٿو تہ هوءَ منهنجي سامهون ويهي مون سان تہ مٺيون مٺيون ڳالهيون ڪري ٿي ۽ جڏهن شام ٿيندي آهي تہ منهنجي ويجهو اچي ۽ چوندي آهي، " پاڻ هن هنڌ گهڻو ترسيا آهيون اچ هاڻ ساوڪ پرين وادين ۽ چراگاهن ڏانهن گهمڻ هلون" پوءِ آئون پنهنجو ڪم ڇڏي سندس پٺيان پٺيان هلان ٿو ۽ اسان پٺي هڪ ٽڪريءَ تي پهچون ٿا- جنهن تي مات جي تندن سان اٿيل نقاب ڍڪيل هجي ٿو ۽ اتي اسان هڪ پٺي جي ويجهو ويهي ڪڏهن هوءَ سونهري بادلن ڏانهن اشارو ڪري ٿي ۽ ڪڏهن منهنجو ڌيان انهن پکين ڏانهن ڇڪائي ٿي ، جيڪي سڄي ڏينهن جي خوشيءَ ۽ آزاديءَ جي عيوض خدا جا ٿورا مڃيندا، مٺيون مٺيون لاتيون لوندا پنهنجي واهيري ڏانهن ورن ٿا. هوءَ گهڻو ڪري چپ چاپ منهنجي ڪمري ۾ تڏهن اچي ٿي جڏهن آئون پنهنجي ڪمري ۾ اداس ۽ ويڳاڻو ويٺل هوندو آهيان. هوءَ جڏهن پر ۾ اچي ويهي ٿي ۽ منهنجي نظر هن تي پوي ٿي تہ ڏک- خوشيءَ ۾ بدلجي وڃن ٿا. جڏهن منهنجو روح انسان جي انسان سان بي واجبين تي بغاوت ڪري ٿو تہ آئون سندس

چهرو پڻ ٻين چهرن جي وچ ۾ ڏسان ٿـو، جن کـان آءٌ گهڻو ڏور ڀڄندو آهيان. منهنجي دل ۾ طوفان گهٽجي ٿو ۽ ان جي جاءِ امن جو بهشتي آواز وِلاري ٿـو. جڏهن آئون اڪيلو هوندو آهيان تہ زندگيءَ جي رسيءَ سان ٻڌل ڏرتيءَ ڏانهن ڇڪجي ويندو آهيان ۽ منهنجو ساٿي جڏهن پنهنجي پيار ڀرين نگاهن سان مون ڏانهن نهاري ٿو تہ ڏک سکن ۾ بدلجي ٿا وڃن ۽ زندگي باغ عدن جيان لڳڻ لڳي ٿي.

" تون چوندين تہ آئون ان اڃائي زندگيءَ ۾، ان اڃاتي وجود سان ڪيئن ريجهي ويو آهيان ۽ ڪيئن مون جهڙو ماڻهو جوڀن ۾ خيالن ۽ خوابن مان مزا ٿو ماڻي؟؟ پر آئون توکي ٻڌايان تہ مون هتي جيڪي ڏينهن گذاريا آهن، سي ئي زندگي جي سونهن، خوشيءَ ۽ سانت جو بنياد آهن.منهنجي تصوراتي ساٿيءَ لاءِ منهنجو وجود ڇڻ سچ جي سامهون آزاد ڦرندڙ سوچن جيان ٿي پيو هجي يا چنڊ جي چانڊاڻ ۾ سمنڊ جي سطح تي ترندڙ ڪنهن مڌر گيت جيان ٿي پيو هجي، يا پري هڪ الاپجندڙ اهڙو رس ڀريو گيت ٿي پيو هجي، جيڪو روح کي راحت بخشيندڙ ۽ ان کي ڪنهن آڪٽ (بيان کان ٻاهر) سونهن ڏانهن وٺي ويندڙ هجي.

زندگي اها آهي جنهن کي اسان روح جي مدد سان ڏسي ۽ پرکي سگهون ٿا. پر اسان جي چوطرف موجود دنيا کي اسان سوچ ويچار سان ئي سمجهي سگهون ٿا ۽ اهڙي ڄاڻ ئي اسان کي ڪا وڏي خوشي يا تڪليف مهيا ڪري ٿي. جڏهن آئون ٽيهن سالن جو ٿيس تہ اهي ئي ڏک هئا. جيڪي منهنجو مقدر بڻجي مون سان ڀٽ هئا. جيڪڏهن آئون ڪجهہ سال جئان ها تہ شايد فنا ٿي وڃان ها ۽ اهي ئي ڏک منهنجي دل جو خون وهائين ها ۽ منهنجي زندگيءَ جو

پاب ٿئي ها ۽ آءُ پنهنجي وجود کي اهڙو سڪل وڻ سمجهان ها، جنهن جي سڪل ٽارين ۾ وڏي سگهڻ جي سگهه نہ هجي ۽ جن کو پکي واهيرو ڪري سگهي، نہ ئي ڪا مٽڙي لات لنوي سگهي.

مرشد ڪجهہ دير اتي بيٺو ۽ وري خليجي سان گڏ ويهندي سلسلو جاري ڪيائين، "ويهارو سال اڳ لبنان جي گهوڙن مون کي عالمانہ ڪم سان 'وينس' ڏانهن موڪليو ۽ مون سي سهر جي ميئر ڏانهن هڪ سفارشي خط پڻ ڏنائين، جنهن سان پاڻ 'ڪانسٽينٽينول ۾ مليو هو. مان هڪ اٽليءَ جي بحري جهاز ذريعي اپريل مهيني ۾ لبنان مان روانو ٿيس، بهار جون وٽندڙ هوائون لڳي رهيون هيون ۽ اڇا اڇا ڪڪر آسمان تي ڪنهن چتساليءَ جهڙو ڏيک ڏئي رهيا هئا. ان سفر دوران جيڪو مزو هو سو توکي آئون ڪيئن ٻڌايان؟ لفظ تمام سادا ۽ ٿورڙا آهن، جيڪي ماڻهوءَ جي دل جي جذبن جي چٽيءَ طرح عڪاسي نہ ٿا ڪري سگهن. مون جيڪي ڏينهن پنهنجي روحاني ساٿيءَ سان گڏ گذاريا سي سانت ۽ سڪون سان ٽمٽار هئا تہ مان ڪڏهن بہ انهن انتظار جي ڏکن کي نہ ٿو وساري سگهان جن مونکي پيدائشي پهاڙين کان ڏور رهڻ لاءِ مجبور ڪيو.

هوءَ مون سان سانده ٽي ڏينهن گڏ هئي، جي مون ڏاڍي مزي سان بيروت ۾ گذاريا. هوءَ مون سان گڏ شهر گهمندي ٿي رهي، جتي آئون بيٺس ٿي اتي هوءَ بہ بيهي ٿي رهي. جڏهن مون کي ڪو دوست ڪيڪاريندو هو تہ هوءَ مشڪندي هئي، جڏهن آءُ مهمان سراءِ جي ڇڄڙيءَ ۾ ويس تہ هوءَ بيخوديءَ ۾ مون سان ملي هڪ ٿي ويئي پر جڏهن آئون جهاز تي چڙهڻ وارو ٿيس تہ مون ۾ هڪ وڏي تبديلي اچي ويئي هئي، مون محسوس ڪيو تہ ڪو اڄاتو هٿ

مون کي ڪلهن کان پڪڙي بوئنٽي چڪي رهيو هو ۽ مون پاڻ سان سس بس ڪندڙ آواز کي محسوس ڪيو: موتي اڄ نہ وڃ! جيسين جهاز سڙهہ سنوان ڪري تيسين موتي اچ! مون ان آواز تي ڪو ڌيان ڪونہ ڏنو. پر جڏهن مون پنهنجو پاڻ کي ان ابهم پکيءَ وانگر محسوس ڪيو جو پري آسمانن ۾ چاڙهو هجي ۽ ڪنهن باز جي چنبن ۾ اوچتو ڦاسي پيو هجي. شام جي ويل جڏهن لبنان جا پهاڙ ۽ ٽڪريون مون کان پري ٿي موٽي رهيون هيون، جهاز جي اڳئين حصي تي مون پاڻ کي اڪيلو محسوس ڪيو. مون پنهنجي تصوراتي عورت کي حاصل ڪرڻ لاءِ چوطرف پولار ۾ گهوريو- اها عورت جنهن کي دل سان چاهيم ۽ جنهن سان شادي ڪرڻ پئي چاهيم، پر شايد اها مون سان گهڻو وقت گڏ رهڻي نہ هئي.

” اها خوبصورت ڪنوار جنهن جو چهرو مون کي آسمان ۾ گهورڻ سان چٽو نظر ۾ ايندو هو، جنهن جو آواز مون رات جي سانت ۾ ٻڌو هو، جنهن جي هٿن ۾ هٿ ڏيئي مان بيروت جي گهٽين ۾ گهميو هوس، سا مون سان گهڻو وقت گڏ رهڻي نہ هئي. مون زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ڪنهن ٻيڙيءَ تي چڙهي، اونهي عميق جو اڪيلي سر سير ڪيو هو. مان جهاز جي عرشي تي چڙهي پنهنجيءَ محبوبہ کي دل ۾ پڪاريندو رهيس، لهرن کي گهوريندو رهيس. ان اميد سان تہ متان انهن ۾ سندس چهرو نظر اچي، پر سڀ ڪجهہ ختم ٿي ويو. آڌيءَ رات جو جڏهن ٻيا سڀ مسافر هيٺ لهي ويا، آءُ جهاز جي عرشي تي اڪيلو، ڏکارو ۽ اداس ويٺو رهيس.

مون اوچتو مٿي نهاريو ۽ ڪيس ڏسي ورتم. منهنجو ساٿي، منهنجي مٿان ڪنهن بادل ۾ ٿوري پنڌ تي هو، آئون خوشيءَ ۾ ٽپڻ

ڪڏڻ لڳس. پنهنجيون ٻانهون پکيڙي ٻينس ۽ زور سان پڪاريم، "اي پريتم! تو ڇو مون کي وساري ڇڏيو آهي؟ تون ڪٿي هلي وئي هئينءَ؟ تون ڪٿي هئينءَ؟ هاڻي منهنجي ويجهو اچ ۽ ٻيهر مون کي اڪيلو نہ ڇڏجانءِ." هوءَ ذرو بہ اڳتي نہ وڌي. ان جي چهري تي مون ڏک ۽ رنج جا آثار ڏٺا. اهڙا آثار جيڪي مون اڳ ڪڏهن بہ ڪنهن جي مک ۾ نہ ڏٺا هئا.

هُوءَ نرم ۽ ڏکياري لهجي ۾ چوڻ لڳي.

" آئون عميق جي اونهائيءَ مان  هڪ دفعو وري توکي ڏسڻ آئي آهيان. هاڻي هيٺ لهي وڃ پنهنجي ڪئبن ۾ وڃي ننڊ ڪر ۽ پنهنجو پاڻ خوابن حوالي ڪري ڇڏ."

اهي لفظ چئي هوءَ وري بادلن سان هڪ ٿي نظرن کان غائب ٿي ويئي. مون ڪيس ڪنهن ٻکايل ٻار جيان ديوانو پڪاريو. مون پنهنجون ٻانهون هر طرف پکيڙي ڇڏيون، پر منهنجي پاڪر ۾ رڳو رات جون ماڪ ڀنل هوائون هيون ۽ بس.

مان هيٺ لهي پنهنجي برٿ ۾ آيس. منهنجي وجود ۾ ڪاوڙ جي هڪ لهر اٿي، اهو سڀ ڪجهہ ائين ٿيو ڄڻ مان ڪنهن نراسائي ۽ مونجهاري جي سمنڊ ۾ اڇلايو ويو هجان. حيرانيءَ مان جيئن ئي مون پنهنجي وهاڻي کي هٿ لاتو تہ مون گهري ننڊ محسوس ڪئي، مون هڪ خواب ڏٺو، جنهن ۾ مون کي صليب نما صوف جو وڻ نظر آيو. جنهن ۾ منهنجو ساٿي ائين ٽنگيل هيو، ڄڻ کيس صليب تي چاڙهيو ويو هجي، ان جي هٿن پيرن مان رت ڦڙا وڻ جي ڪريل پور تي پئجي رهيا هئا، جهاز ڏينهن رات سمنڊ ۾ هلندو رهيو، پر آئون اڃان تائين بي خوديءَ واري حالت ۾ هيس. مون کي پڪ نہ پئي ٿي

تہ اٹون کو انسان کنھن ڏورانھين ڏيھہ ڏانھن وڃي رھيو ھيس يا
کو پوت ھيس، جيڪو ڪڪرن سان ڇانئيل آسمان تي ترندي ان
جي آواز ٻڌڻ، ان جي ھڪ جھلڪ ڏسڻ يا پنھنجي ڇِهن تي ان جي
نرم ۽ نازڪ آگرين جي ڇهاءَ لاءِ پروردگار کي پاڏائي رھيو ھيس.

چوڏھن ڏينھن گذرڻ کان پوءِ بہ آءٌ اڪيلو ھيس. پندرھين
ڏينھن منجھند جو اسان کي پري کان اٽليءَ جو ساموندي ڪنارو نظر
آيو ۽ شام ٿيڻ تي اسان بندرگاھہ ۾ داخل ٿياسين. ماڻھن جا انبوھہ
۽ جوندولس (ٽيڪسي)خوشيءَ وچان جھاز جو آڌرڀاءُ ڪرڻ ۽
مسافرن کي شھر پھچائڻ لاءِ آيل ھئا. وينس جو شھر ڪيترن ئي
ننڍن ننڍن ٻيٽن تي ٻڌل آھي، جيڪي ھڪ ٻئي کي ويجھا ويجھا
آھن، خوبصورت وھندڙ واھہ ان شھر جون گھٽيون آھن. شھر جا
انيڪ محل ۽ ماڙيون پاڻيءَ تي ٺھيل آھن. مون کان ٽئڪسيءَ واري
پڇيو، توھان ڪٿي وينڌؤ ۽ جڏھن مون کيس وينس جي ميئر ڏانھن
وڃڻ جو ٻڌايو تہ ھو ڊپ وچان مون ڏانھن نھارڻ لڳو. جيئن ئي
اسان ڪئنال جي وچان لنگھي رھيا ھئاسين تہ رات جي اونداھي بہ
شھر تي پنھنجا پَرَ پکيڙڻ لڳي. عبادت گاھن ۽ محلن جي کليل
درين مان بتين جا جھلڪا ڏسڻ ۾ پئي آيا ۽ جڏھن سنڌن ٻاجا
پاڻيءَ تي پئجي رھيا ھئا تہ شھر کي ڏاڍي سونھن بخشي رھيا ھئا،
ڪنھن شاعر جي وڻندڙ / من موھيندڙ خواب جيان لڳي رھيا ھئا.
جڏھن ٽيڪسي ٻن واھن جي ميلاپ واري ھنڌ پھتي تہ اوچتو گرجا
جي گھنڊ جو غمگين آواز ڪَنن تي پيو.

جيتوڻيڪ آءٌ حقيقتن کان گھڻو پري روحاني بي خوديءَ ۾
محو ھوس، پر پوءِ بہ ان گھنڊ جو آواز منھنجي دل ۾ پيھي ويو ۽

منهنجي روح کي رنجائڻ لڳو. هڪ هنڌ ٽيڪسي بيهي رهي ۽ اتي هڪ پتريلي ڏاڪڻ رکيل هئي، جنهن ڪان اڳتي پڪي گهٽي هئي. ٽيڪسيءَ واري هڪ محل ڏانهن اشارو ڪيو، جيڪو باغ جي وچ ۾ ٺهيل هو ۽ چيائين، "اها آهي توهان جي منزل." آءٌ آهستي آهستي ڏاڪڻ تي چڙهيس، جيڪا محل ڏانهن پٽي ويئي ۽ منهنجي پٺيان ٽيڪسيءَ وارو منهنجو سامان کڻي اچي رهيو هو، جڏهن آئون بنگلي جي در وٽ پهتس ته مون هن کي ڀاڙو ڏنو. هو هليو ويو. منهنجي گهنٽي وڄائڻ تي در کليو، جيئن ئي آءٌ اندر داخل ٿيس ته منهنجو آڌرڀاءُ غمگين آواز سان ٿيو. آءٌ شڪ ۾ پئجي ويس، هڪڙو ڪرڙوڊ ملازم منهنجي اڳو آيو ۽ مون کان ڪم پڇيائين، "ڇا هيءُ ميئر جو بنگلو آهي؟ "مون کانئس پڇيو. هن جهڪي سلام ڪيو ۽ ڪنڌ ڌوڻي هاڪار ڪيائين ته مون کيس لبنان جي گورنر جو خط ڏنو. خط ڏسڻ سان هن جي منهن تي گنڀيرتا ڇانئجي وئي ۽ هو مهمانن واري ڪمري ڏانهن ڊوڙيو. مون ڪمري ۾ ويٺل هڪ نوجوان ملازم کان سندس پريشانيءَ جو سبب پڇيو، هن ٻڌايو ته ميئر جي ڌيءَ مري وئي، هن ان ڪري منهن ڍڪي ڇڏيو آهي ۽ تمام گهڻو روئي رهيو آهي.

سوچ ته ان ماڻهوءَ جا احساسات ڇا هوندا، جيڪو سمنڊ پارڪان آيو هجي، هن ڇا ڇا نه اميد ۽ نراسائيءَ وچ ۾ سوچيو هوندو. پنهنجي سفر جي آخر ۾ هو هڪ اهڙي محلات جي در تي پهچي ٿو، جنهن ۾ رڳو غم ئي غم جا انبار هجن، ان اجنبي ماڻهوءَ جي احساسات جي باري ۾ سوچ جيڪو صرف ونڊر خاطر هڪ محل ۾ رهي. جتي موت اچي سندس آڌرڀاءُ ڪري.

جلد ئي پوڙهو ملازم موٽي آيو. جهڪي سلام ڪري چيائين. "ميٽر توهان سان ملاقات لاءِ منتظر آهي." هو مون کي دالان جي پڇاڙيءَ ۾ هڪ در وٽ وٺي آيو ۽ اندر ڪمري ۾ وڃڻ لاءِ چيائين. مون آدرياءَ واري ڪمري ۾ پادرين ۽ ٻين بزرگ ماڻهن جو ميڙ ڏٺو. جيڪي سڀ ڳهري رنج ۾ ٻڏل هئا. وچ ڪمري ۾ منهنجو آدرياءَ هڪ اڇي ڏاڙهيءَ واري بزرگ ڪيو ۽ چيائين، "اها اسان جي بدقسمتي آهي جو توهان تمام ڏورانهين ديس مان اسان وٽ آيا آهيو ۽ اسين پنهنجي پياريءَ نياڻيءَ جي موت تي غمگين آهيون، پر پوءِ به آءٌ اوهان کي يقين ٿو ڏياريان ته اهو موت جو وڇوڙو اوهان جي مقصد ۾ رڪاوٽ نه بڻبو ۽ يقيناً آءٌ اوهان جي هر طرح مدد ڪندس." مون اهڙيءَ مهربانيءَ تي سندس ٿورا مڃيا ۽ کيس پنهنجي غم کان واقف ڪيم- هن مون کي اڳتي ويهاريو ۽ پوءِ مان به ان ئي ميڙ ۾ شامل ٿي ويس، جڏهن مون انهن غمگين ڪانڌين جي چهرن ۾ گهوري ڏٺو ۽ سندن دردناڪ آهون ٻڌم ته منهنجي دل به غم سان ڀرجي آئي.

سگهوئي ڪانڌي هڪ ٻئي پٺيان موڪلائي روانا ٿيڻ لڳا ۽ باقي آئون ۽ ڏڪويل ٻيءَ وچي باقي بچياسين. جڏهن مون به واپس ورڻ جو سعيو ڪيو ته هن مون کي روڪيو ۽ چيائين، "منهنجا دوست! آءٌ اوهان کي عرض ٿو ڪريان ته جيڪڏهن اسان سان غم ۾ شريڪ ٿي سگهين ته اسان وٽ ترس ۽ اسان جو مهمان ٿي" سندس لفظن مون کي ڏاڍو متاثر ڪيو ۽ مون ڪنڌ ڌوڻي هائوڪار ڪئي ۽ پوءِ هن وري ڳالهائڻ شروع ڪيو، توهان لبنان جا ماڻهو ڏاڍا سخي آهيو ۽ آئي جو آدرياءَ سهڻي نموني ڪندا آهيو، اسان کي

پنهنجي فرض ۾ ڪوتاهي ڪرڻ نہ گهرجي، نہ تہ اسان مهمان نوازي ۾ لحاظ ۾ لبنان وارن کان گهڻو گهٽ رهجي وينداسين." هن گهنٽي وڄائي تہ سندس سڏ تي هڪ خوش پوشاڪ ملازم آيو. "اسان جي مهمان کي اوپر واري محل ۾ ڪمرو ڏيکاري اچ ۽ جيسين هي ۽ اسان وٽ ترسيل آهي، سندس سهڻي نموني خدمت ڪئي وڃي." هن چيو.

شاهي ملازم مون کي هڪ ڪشادي ڪمري ۾ وٺي آيو، جيڪو ڏاڍو سينگاريل هو. جيئن ئي هو واپس ويو تہ مان پلنگ تي ڊهي پيس ۽ هٿن ڏارين تي ويچارڻ لڳس ۽ پنهنجي جنم ڀومي ۽ کان دور ڪجهہ دير اڳ هتي گهاريل گهڙين تي ويچارڻ شروع ڪيم. ڪن پل کان پوء شاهي نوڪر چانديء جي دسترخوان تي مون لاء ماني کڻي آيو. ماني کائڻ کان پوء مون ڪمري ۾ هلڻ شروع ڪيو، پوء مان هڪ دريء جي سامهون بيهي رهيس. جتان "وينس" شهر کي بہ پٽي ڏٺم تہ ٽيڪسين وارن جون شڪست خورده دانهون پڻ ٻڌي رهيو هوس. ٿوريء دير ۾ مون کي ننڊ اچڻ لڳي ۽ پنهنجي ٿڪل ٽٽل جسم سان بستري تي ليٽي پيس. مون کان ننڊ جو خمار ۽ اوجاڳي جي ڳنڀيرتا وسري وئي هئي. آءٌ نہ ٿو ڄاڻان تہ اتي گهڻي دير ترسيس، ڇو تہ زندگيء جا وڏا مفاصلا جيڪي روح طئہ ڪري ٿو، جن کي اسان انسان جي ايجاد ڪيل وقت جي ماپي سان ماپي نٿو سگهجي. اهو سڀ ڪجهہ جيڪو آئون ڇڏي آيس ۽ هاڻي محسوس ڪيان ٿو. اها منهنجي بدنصيبي آهي.

اوچتو مون محسوس ڪيو تہ ڪو آسماني روح مون کي بي سمجهہ اشارن سان پڪاري رهيو آ هي. آئون اٿي بيٺس ۽ دالان وارو

رستو ورتو، جيڪو ڪنهن ايشوري سگهه، مون کي ڏسيو ۽ ٿاهيو هيو. آءُ اهڙي دنيا ۾ سفر ڪري رهيو هوس، جيڪا وقت ۽ مفاصلي کان متاثر نه هئي، آءُ جڏهن دالان جي ڇيڙي ۾ پهتس ۽ هڪ در کولي ٻئي ڪشادي ڪمري ۾ آيس ته ان جي وچ ۾ چمڪندڙ ميڻ بتين سان وڪوڙيل تابوت ڏٺم، جنهن کي اڇن گلن جا هار پارايل هئا. آءُ جنازي جي پاسي کان ويهي رهيس ۽ مري ويل کي ڏسڻ لڳس. اتي ڏٺم ته ڍڪيل چهرو منهنجي محبوبه ۽ جيون ساٿيءَ جو هو. هيءَ اها عورت هئي، جنهن کي مان پوڄيندو هوس ۽ جيڪا هينئر مري چڪي هئي ۽ اڇي ڪفن ۾ اڇن گلن سان ويڙهيل هئي ۽ سندس حفاظت صدين جي خاموشي ڪري رهي هئي.

او پيار، زندگي ۽ موت جا ڏيئي! تون ئي اسان جي روحن جو پروردگار آهين، تون اسان کي سچ ۽ ڪوڙ جي پرک ڏني، تو ئي اسان جي دلين کي خاموش ڪيو ۽ تو ئي انهن کي اميد ۽ غم جي سهاري اڳتي وڌڻ سيکاريو ۽ هينئر تو ئي مون کي منهنجي جوانيءَ جو ساٿي مرده حالت ۾ ڏيکاريو آهي.

اي پروردگار! تو مون کي پنهنجي قدرتيءَ کان ڌار ڪري هتي هنڌ پهچايو ۽ تو ئي مون کي زندگيءَ کان برتر موت جي سگهه ڏيکاري، خوشيءَ کان برتر غم ڏيکاريو، تو ئي منهنجي ٽٽل دل جي ويرانيءَ ۾ سوسن گل اپايو ۽ تو ئي مون کي ڏورانهين هنڌ آڻي ويران رڻ پٽ ڏيکاريو.

اي منهنجي اڪيلائيءَ جا جلاوطن دوست! خدا اهو ئي چاهيو ته اٿون زندگيءَ ۾ ڏکيا ڏينهن ڏسندس. ان جي ئي رضا آهي، اسان ته بي انت بهشت جي بي بقا ذرڙن کان سواءِ ڪجهه به نه آهيون.

بس اسان الاهي امر جي مخالفت نہ ٿا ڪري سگهون. جيڪڏهن اسان پيار ڪندڙ آهيون تہ اسان جو پيار اسان طرفان نہ آهي نہ ئي اسان لاءِ آهي- جيڪڏهن اسان خوش آهيون تہ اها خوشي اسان ۾ نہ آهي پر اها خوشي زندگيءَ ۾ ئي آهي- جيڪڏهن اسان ڏکارا آهيون تہ اهو ڏک اسان جي زخمن ۾ نہ پر فطرت جي دل ۾ آهي. آءٌ ڪو شڪوه شڪايت نہ ٿو ڪريان، پر زندگيءَ سان شڪايت ۽ شڪ ڪندڙن کي سمجهائي ٿو ڏيان، آءٌ تہ پڪو ويساهہ رکندڙ آهيان. آءٌ ڪوڙاڻ جي ڪٽ ۾ ويساهہ رکان ٿو، جيڪا آءٌ زندگيءَ جي پيالي ۾ هر شيءِ سان گڏ پيئان ٿو. آءٌ غمن جي سونهن ۾ ويساهہ رکان ٿو. جيڪي منهنجي دل ۾ چپيندا رهن ٿا. آءٌ هنن فولادي آڱرين جي آخري ٻاجهہ ۾ ويساهہ رکان ٿو، جن منهنجي روح کي چچري چڏيو آهي، اهو ئي منهنجو قصو آهي، جنهن جي حقيقت ۾ ڪا پڄاڻي نہ آهي، پر مون ڪيس ڪيئن ختم ڪيو آهي. آءٌ گوڏن ڀِر جهڪي تابوت اڳيان ماٿ ۾ پڌل هوس ۽ فجر تائين ان سندر چهري کي گهوريندو رهيس، پوءِ آءٌ اٿي پنهنجي ڪمري ۾ موٽي آيس ۽ انساني ڏکن جي ازلي بار آڏو ڪنڌ جهڪائي ويٺس.

ٽن هفتن کان پوءِ آءٌ وينس ڇڏي لبنان موٽي آيس. اهو ائين هو ڄڻ مون ڪي صديون ماضيءَ جي خاموش ٻي انت بحرن ۾ گذاري ڇڏيون هجن. مون کي ان جو درشن ياد آهي. جيتوڻيڪ مون ڪيس ٻيهر صرف مثل حالت ۾ ڏٺو، پر پوءِ بہ هوءَ منهجي محبتن دل ۾ اڃان تائين زندهہ آهي. اي منهنجا سڄڻ انهن منهنجي ۽ چاهتن کي تون ئي سمجهي سگهين ٿو. اهي سيئي محبتون مون ان جي ئي سهاري ڪيون ۽ پرايون. جيڪا سرت ۽ دانائي مون پرائي سا مون پنهنجي

ماڻهن ۽ حاڪمن کي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. مون لبنان جي گورنر "الحارث" وٽ انهن مظلومن جون آهون ۽ دانهون پهچايون، جيڪي سندس ملڪ ۾ سرڪاري عبادتگاهن جي ناانصافين ڪري چيپاڻجي رهيا هئا. مون ڪيس صلاح ڏني تہ هو پنهنجي وڏڙن جي پيروي ڪندي سڀ مسئلا نرميءَ، نيڪ نيتي ۽ سمجهہ سان نبيري ۽ مون ان کي چيو، "عوام ئي اسان جي ملڪ جي عزت ۽ دولت آهي. حڪمرانن کي پنهنجي بادشاهت مان چئن شين 'ڪاوڙ'، 'لالچ'، 'ڪوڙ' ۽ 'ظلم' کي نيڪالي ڏيڻ کپي." انهن سمجهاڻين ڪري، مون کي سزا ڏئي جلاوطن ڪيو ويو.

هڪ رات گورنر "الحارث" دل جي تڪليف هئڻ ڪري سمهي نہ سگهيو. هو دريءَ کان بيهي آسمان ڏانهن ڏسي رهيو هو. ڪيترائي اهڙا عجيب آسماني وجود لاحد ۾ وڃائجي چڪا هئا. هي غيبي ۽ ساراهڻ جوڳو جهان ڪنهن خلقيو آهي؟ هن ڏورانهن گرهن جو اسان سان ڪهڙو رشتو آهي؟ آءٌ ڪير آهيان ۽ ڇو آيو آهيان؟ اهي سڀ ڳالهيون 'الحارث' پنهنجو پاڻ کان پڇيون- پوءِ هن کي ياد پيو تہ هن مون کي شهر نيڪالي ڏني ۽ مون سان سخت روش روا رکي. هاڻ ان تي پڇتائڻ لڳو. هن هڪ دفعو منهنجي سزا تي پڇتايو. هن مون کي بادشاهي وڳو ڏنو. منهنجي هٿ تي هڪ سوني منڊي رکي ۽ مون کي پنهنجو صلاحڪار مقرر ڪرڻ جو اعلان ڪيو.

مون جيڪي سال جلاوطنيءَ ۾ گذاريا. مون کي انهن تي ڪوبہ افسوس نہ آهي. اهو ماڻهو جيڪو حق کي حاصل ڪرڻ ڳهري ۽ انسان ذات اڳيان اهو اعلان ڪري وٺي، اهو تڪليفن لاءِ بہ ٻڌل هوندو آهي. مون کي پنهنجي ڏکن، پنهنجي ساٿين (انسانن) جي

ڏکن کي سمجهڻ جو سبق سيکاربو. نہ ڏک ۽ نہ ئي وري جلاوطني منهنجي حوصلن کي گهٽائي سگهي.

"۽ هاڻ آءُ تڪجي پيو آهيان."

پنهنجي ڳالهہ ختم ڪندي، آقا پنهنجي خليفي، المهتديءَ کي گهر سر ڪري ڇڏيو. المهتديءَ جي معنيٰ "نئون مريد يا مذهب مٽائيندڙ" آهي ۽ هو پنهنجي جسم ۽ روح کي يادن جي ٽڪ ڪاڻ آرام ڏيڻ لاءِ پنهنجي پناهہ گاهہ ڏ هليو ويو.

# آقا جو موت

ٻن هفتن کان پوءِ آقا بيمارئي پيو ۽ سندس دوستن جو ميڙ ڪانئس پڇڻ آيو. جڏهن اهي باغيچي جي در تي پهتا تہ گهر مان هڪ پادري، هڪ سنياسي، هڪ ڊاڪٽر ۽ المهتدي کي ايندي ڏٺائون. خليفي پنهنجي آقا جي موت جو اعلان ڪيو ان ميڙ ڪي اها خبر ٻڌي روئڻ پٽڻ شروع ڪري ڏنو. پر المهتدي نہ رنو ۽ نہ ئي ڪو لفظ واتان ڳالهايائين. خليفو ڪجهہ دير ويچارڻ کان پوءِ مچين واري ڍنڍ جي ڪناري، ٽڪريءَ تي چڙهي بيٺو ۽ چيائين:

" منهنجا پيارو ۽ هم وطنو! توهان هينئر هينئر آقا جي موت جي خبر ٻڌي. لبنان جي هن پيغامبر پنهنجو پاڻ کي دائمي ننڊ حوالي ڪري ڇڏيو ۽ ان جو مقدس روح اسانجي آتمائن جي جنت مٿان ڦيرا ڏئي رهيو آهي، جو هاڻ هر رنج ۽ پيڙا کان بالاتر آهي. ان جو روح پنهنجي جسم مان بيماريءَ ۽ هن ٻي بقا زندگيءَ جي غلاميءَ مان آزاد ٿي هليو ويو. آقا هيءَ مادي دنيا ڇڏي ۋاڪاڻ جون پوشاڪون پهري، اهڙي دنيا ڏانهن هليو ويو. جتي ڪوبہ ڏک نہ آهي. هو هاڻي اهڙي هنڌ هليو ويو جنهن جاءِ کي اسان جون اکيون ۽ ڪن ٻڌي ۽ ڏسي نہ ٿا سگهن. هو هاڻي روحاني دنيا ۾ تڪيل آهي، جتان جي رهواسين کي هن جي سخت ضرورت هئي ۽ هڪ نئين سرشتي بابت جاڻ ۽ علم گڏ پيو ڪري، جنهن جي تاريخ ۽ سونهن ڪيس موهي وڌو هو ۽ جنهن جي واڪاڻ پسڻ لاءِ هو آتو هو. هن ڌرتيءَ تي

سندس حياتي وڏن ڪمن جي پويل لڙهي هئي. هن جي زندگي مستقل سوچن جو سلسلو هو ۽ مان مرشد لاءِ صرف ايترو چاڻان تو. تہ ڪيس ڪم ڪان سواءِ آرام نہ ايندو هو. هن ڪي ڪم سان ئي چاهہ هو، جنهن ڪي هو"پسي سگهندڙ پريم" ڪوئيندو هو. هن جو روح سدائين پياسو هوندو هو ۽ ڪيس صرف جاڳرتا جي هنج ۾ ئي آرام ايندو هوس. هنجي پيار ڀري دل رحم ۽ اتساهہ سان تمتار هوندي هئي هو ڏاهپ جي ڇاتيءَ مان نڪتل علم جو بهار هو هو انساني دماغ ڪي پنهنجي خيال جي لهرن سان تازو توانو بنائيندڙ دريا هو ۽ هاڻي اهو دريا اڇي ازلي زندگي جي ڪنارن ڪي پهتو آهي. هاڻي ڪوبہ ڪيس لاءِ غم جا لڙڪ نہ لاڙي.

ياد رکو! اهي ماڻهو جيڪي هميشه زندگيءَ جي لڪائي آڏو بيٺا رهيا ۽ ڪڏهن بہ پنهنجي پگهر سان ڌرتيءَ ڪي آباد نہ ڪيائون ۽ پوءِ جڏهن اهي هي جهان ڇڏي وڃن تہ انهن لاءِ ئي توهان جو روج راڙو واجب آهي، پر آقا جي زندگي ڏسو! ڇا ان پنهنجي سموري زندگي انسان ذات جي ڀلائيءَ لاءِ جدوجهد نہ ڪئي آهي؟ ڇا توهان مان ڪو هڪ ماڻهو بہ اهڙو آهي، جنهن سندس ڏاهپ سان ڀريل چشمي مان هڪ ڍڪ بہ نہ ڀريو هجي؟ جيڪڏهن توهان ان جي واکاڻ ڪرڻ چاهيو ٿا تہ ان لاءِ غم ۽ ڏک جا مرثيہ نہ پر ساراهہ ۽ سرهائيءَ جا گيت ڳايو. جيڪڏهن توهان ڪيس مڃتا ڏيڻ چاهيو تہ سندس علم ۽ دانائيءَ وارا ڪتاب پڙهو- جيڪي هو دنيا ڪي ورثي ۾ ڏئي ويو آهي.

ڪيس ڪجهہ ڏيڻ بدران ان ڪان ڪجهہ وٺو. فقط ائين ئي توهان هن جا ٿورا لاهي سگهو ٿا. توهان هاءِ گهوڙا ڪرڻ بجا خوش

تيو ۽ سندس دانائيءَ مان سبق سکو اهو ٿي ڪيس دل سان ياد ڪرڻ جو بهترين طريقو آهي." خليفي جا اهي لفظ ٻڌي سڄي ميڙجي ڇڄن تي مرڪ تري آئي ۽ هو آقا جي ساراه جا گيت ڳائيندا گهرن ڏي واپس ويا.

"المهتدي ماڻي هن جهان ۾ اڪيلو رهجي ويو هو، پر اڪيلائي ڪيس مايوس ڪري نہ ٿي سگهي، ڇو تہ آقا جو آواز سدائين سندس ڪنن ۾ گونججندو رهندو هو ۽ ڪيس مجبور ڪندو رهندو هو تہ آقا جي ڪم کي اڳتي وڌائيندو رهي ۽ ماڻهن جي دلين ۽ دماغن کي ڪيڙي سندس سوچ جا ٻج پوکيندو رهي." المهتدي "باغ ۾ ويهي ڪيترائي ڪلاڪ انهن يادن تي ويچاريندو هو، جيڪي آقا ڪيس ورثي ۾ ڏئي ويو هو. جن ۾ دانائيءَ جوسبق هو. چاليهن ڏينهن جي کوجنا کان پوءِ "المهتدي" پنهنجي آقا جي پناهہ گاهہ ڇڏي، قديم فونيشيا جي واهڻن، ڳوٺن ۽ شهرن ڏانهن نڪري پيو.

هو هڪ ڏينهن بيروت جي بازارمان لنگهي رهيو هو تہ ماڻهن جو ميڙ هن جي پٺيان لڳي پيو. نيٺ هو هڪ هنڌ بيهي رهيو ۽ ڪيس چوڦير ماڻهن جو ميڙ وڪوڙي ويو. هو انهن کي پنهنجي آقا جون چوڻيون - ڳالهيون ٻڌائڻ لڳو: "منهنجي دل جو وڻ ميون سان ڀرجي جهڪو آهي. جيڪو بکارو هجي تہ پٽي ويجي پيٽ ڀري. منهنجي دل جي ڏات حاصل ڪري منهنجي من جو بار هلڪو ڪريو. منهنجو روح سون چانديءَ جي وزن ڪري ڳرو ٿي پيو آهي. جيڪي ڳجهو خزانو هٿ ڪرڻ چاهيو ٿا، سي اڳتي وڌي اچو ۽ پنهنجا گهر هن خزاني مان ڀري منهنجي روح جو بار هلڪو ڪيو.

منهنجي دل صدين کان ٻي بها شراب سان تارو تار آهي،

جيڪي ازل کان پياسا هجو سي اچو! اچي پيو ۽ پنهنجي اڃ اجهايو.

ٻئي ڏينهن تي مون هڪ امير ماڻهوءَ کي ڏٺو- !هو مندر جي در تي ويٺو هو ۽ سندس ٻئي هٿ قيمتي هيرن جواهرن سان ڀريل هئا، هو پنهنجون ٻانهون ڦهلائي واٽهڙن کي چئي رهيو هو: "مون کان هي جواهر وٺو، مون تي رحم ڪائو. هنن (جواهرن) منهنجي روح کي روڳي ڪري وڌو آهي. ۽ منهنجي دل تي بار بڻجي پيا آهن. مون تي رحم ڪائو مون کان وٺو ۽ منهنجي روح جو روڳ لاهيو." پر ڪنهن به واٽهڙوءَ ڌانهس ڌيان نہ ڏنو ۽ مون ڪيس ڏسي پنهنجو پاڻ کي چيو يقيناً اهي ڪنگالَ هن لاءِ شاهوڪار کان بهتر هئا. جيڪي بيروت جي گهٽين ۾ پنهنجا ڏڪندڙ هٿ خيرات لاءِ ٻين آڏو ٽنگي ۽ آخر خالي هٿين گهر موٽن ٿا.

مون هڪ شاهوڪار سخي ماڻهوءَ کي عربي رڻ پٽ جي بيابانن ۾ خيمہ کوڙيندي ڏٺو. هو سانجهيءَ تائين پنهنجي نوڪر کي روانو ڪندو هو تہ وڃي واٽهڙن کي خيمن ڏانهن وٺي اچن ۽ پوءِ انهن واٽهڙن کي آجهو مهيا ڪيو ويندو هو، پر اڪثر بياباني رستن جي خراب هئڻ ڪري سندس نوڪر وٽس ڪو مهمان آڻي نہ سگهندا هئا- ۽ مون کي ان تنها امير جي حال تي رحم آيو ۽ منهنجي دل چوڻ لڳي: هن لاءِ نوڪرن جي انبوهہ سان گڏ بيابان ۾ رهڻ کان شهر جي پاسي ۾ رهڻ بهتر آهي.

مون لبنان ۾ گورنر جي ڌيءَ کي ڪچڙيءَ ننڊ مان جاڳندي ڏٺو هو، جنهن کي قيمتي وڳو پهريل هو. هن جي وارن ۾ ڪستوري ڇٽڪاريل هئي ۽ جسم کي سرهاڻ لڳل هئس. هوءَ پنهنجي پيءُ جي محل واري باغ ۾ پنهنجي محبوب جي ڳولا ۾ گهمي رهي هئي. گاهہ

تي جنم ولندڙ ماڪ ڦڙا سندس پوشاڪ کي پسائي رهيا هئا. پر افسوس! سندس پيءُ جي رعيت مان ڪير به سائس پريم ڪرڻ وارو ڪونه هو. جيئن ئي مون گورنرجي ڌيءَ تي ويچار ڪيو ته منهنجي دل مون کي سمجهائيندي چيو: "ڇا هن لاءِ اهو بهتر نه هجو ته ڪنهن ريڊار جي ڌيءَ هجي ها ۽ ريڊارڪي ويس ۾ پٽس جو ڌڻ چارڻ لاءِ چراگاهن ڏانهن ڪاهي وڃي ها. شام جو ڌڻ کي واڙ ۾ سوڻائي آڻي ها ۽ پوءِ رات جي تاريڪيءَ ۽ سانت ۾ پنهنجي پيءُ جي جهوپڙيءَ کان پري لڪي ڇپي نديءَ ڪناري پنهنجي راهن ۾ اڪيون وڇائيندڙ محبوب سان ته ملي سگهي ها."

منهنجي ديس جون نيائيون ۽ پٽڙؤ! منهنجون ڳالهيون غور سان ٻڌو: "منهنجي دل جو وڻ ميون سان تمتار آهي جيڪي بڪارا هجو. اچي ميڙي ڪائو، منهنجو روح صدين جي سراب سان تار آهي. جيڪي اجارا هجو سي اچو، اچي پنهنجي اڃ اجهايو.

ڪاش آءٌ اهڙو ڪو وڻ هجان ها جيڪو نه ٻور جهلي ها ۽ نه ان ۾ ڪو ميوو ئي ٿئي ها.

آباديءَ جي ڀيٽ ۾ ويرانيءَ جي دک کان تنهائي خراب آهي ۽ امير سخي ماڻهوءَ جي ڀيٽ غريب سخي ماڻهوءَ جي ڪنجوسيءَ کان بهتر آهي.

جيڪڏهن آءٌ ڪو سڪل کوهه نهجان ها ته ماڻهو منهنجي اونهاين ۾ پٿر اڇلائين ها. انهيءَ کان بهتر آهي ته خالي کوهه هجان.

جيڪڏهن آئون ڪو سر جو ڪانو هجان ها جنهن کي ماڻهو لتاڙي پيچي ڇڏين، ان کان بهتر آهي ته ڪنهن اهڙي گهر جي مالڪ جي هٿن ۾ سرندو ٿي وڃان، جنهن جا سڀ گهر ڀاتي ٻوڙا

هجن ۽ ڪين آگرين ۾ لڦون هجن.

منهنجي ديس جون نياڻيون ۽ پٽڙؤ! پيغامبر جي ڳالهايل لفظن تي ويچار ڪيو ۽ انهن کي هيئين سان هنڊايو. اهڙي دانائيءَ جو ٻج توهان جي روحن جي ڪيتيءَ ۾ ڦلارجي پوندو. اهڙن ماڻهن لاءِ پرودگار طرفان قيمتي سوکڙيون آهن.

"المهتدي" جي هاڪ پوري ملڪ ۾ پکڙجي ويئي ۽ ٻاهريان ماڻهو پڻ ڪيس ميتا ڏيڻ ۽ آقا جي پاران سندس ڳالهيون ٻڌڻ لاءِ آيا. حڪيم، طبيب، قانوندان ۽ دانشور جتي به ڪين "المهتدي" ملندو هو. چاهي مسجدن ۾، مندرن ۾، ديول ۾ يا شهر جي گهٽين يا ڪنهن ٻئي ماڻهن جي ميڙاڪي واري هنڌ، ڪانئس سوالن جا جواب پڇندا هئا. انهن سيني جا ذهن هن جي عمدن لفظن سان ٻرجي چڪا هئا ۽ اهي ڪنهن هڪ ڪان ٻئي ماڻهوءَ تائين پهچندا رهيا. "المهتدي" ماڻهن کي زندگي ۽ ان جي حقيقتن متعلق ٻڌائيندي چوندو هو "انسان سمنڊ تي ترندڙ ڪَج مثل آهي، جيڪا هوا لڳڻ سان اڏامي ويندي آهي. اسان جون حياتيون پڻ ساموندي ڪَج وانگر آهن. موت اچڻ سان ختم ٿيو وڃن. زندگيءَ جي حقيقت خود زندگي آهي، جيڪا نه ماءُ پيٽان شروع ٿي ٿئي ۽ نه ئي وري سندس پڄاڻي قبر آهي. جيڪي صديون گذري چڪيون سي ابدي زندگيءَ جي هڪ گهڙيءَ مثل آهن. هيءَ مادي دنيا ڪجهه به نه آهي. اها جاڳرتا بنسبت هڪ خواب آهي. جنهن کي اسان موت جو پرتوو ڪوٺيون ٿا. اسان جي دلين مان نڪرندڙ هر هڪ ٽهڪ ۽ ٿڌو شوڪارو سڀ پولار ۾ موجود آهن ۽ انهن جا پڙاڏا جڳن تائين ٻڌجندا رهن ٿا- جيڪي فرحت بخش چميءَ سان ٽهڪيل پچن ٿا. فرشتا غم وچان مرهڪ

لاڙيل لڙڪ کي ڳڻيندا رهن ٿا ۽ اسان جيڪي پريم جا گيت ڳاهيون ٿا. اهي ابدي جنت ۾ رهندڙ روحن کي پڊائين ٿا.

ايندڙ دنيا ۾ اسان پنهنجي احساسن ۽ دلين جي ڌڙڪن کي ڏسي ۽ محسوس ڪري سگهنداسين. اسان پاڻ ۾ موجود ايشورتا (علم الاهي) کي سمجهي سگهنداسين. جنهن ڪان اسين نراسائيءَ جي ڪري نفرت ڪريون ٿا. اهي ڪم جن کي اسان اڄ غلطيءَ مان ڪمزوري سڏيون ٿا، سي سڀاڻ انسانيت جي زنجير جي ابتدائي ڪڙي ثابت ٿيندا. اسان اڄ جيڪي بي اجر ڪم ڪريون ٿا سي اسان سان گڏ زنده رهندا ۽ اڳتي جي راهه لاءِ اسان جي رهنمائي ڪندا. اسان جيڪي سختيون سٺيون آهن، سي سوڀ جا هار ٿي اسان جي ڳلي ۾ پوندا."

خليفو اهي لفظ چئي، سڄي ڏينهن جي جهد ڪري پنهنجي ٿڪل جسم کي آرام ڏيڻ لاءِ ماڻهن جي ميڙ مان نڪري وڃڻ لڳو- جڏهن هو وڃڻ لڳو تہ هڪ نوجوان ڇوڪرو ڏک ڀريا نيڻ کڻي هڪ خوبصورت ڇوڪريءَ کي گهوري رهيو هو ۽ خليفي سائس مخاطب ٿيندي چيو، "ڇا تون ماڻهن جي ظاهري ڌرمن سان رنجيده آهين؟ ڇا تون مختلف ويساهن جي وادين ۾ وڃائجي ويو آهين؟ ڇا تون سوچين ٿو تہ ڌرم کان گمراهيءَ جي آزادي، تابعداريءَ جي غلاميءَ کان گهٽ ٿڪائيندڙ آهي؟ ۽ اختلاف راءِ جي آزادي، رضامنديءَ جي مورچي کان وڌيڪ محفوظ آهي. جيڪڏهن اهڙي ڳالهہ آهي تہ پنهنجي مذهب ۾ سونهن پيدا ڪر ۽ ايشورتا جي پوڄا ڪر. ڇو تہ اها (سونهن) ڏسي سگهجي ٿي ۽ اها ظاهر ۽ مڪمل خدا جي جوڙيل جوڙ آهي. جيڪي دينداريءَ سان کيڏن ٿا ۽ جي

انهن ۾ ڪوڙ، لالچ ۽ ايمان (مغروري) هجي تہ انهن کي ڇڏي ڏيو ۽ ان جي بجاءِ حُسن جي ايشورتا ۾ ويساهہ رکو، جيڪا زندگيءَ جي عبادت جي ابتدا آهي ۽ توهان جي خوشين لاءِ تڙپ جو ذريعو آهي. پنهنجي گناهن جي عيوض حُسن آڏو نمي توبهہ ڪريو. ڇو تہ حسن ئي توهان جي دل کي عورت جي تخت ويجهو آڻي ٿو. اهو توهان جي محبت جو آئينو. فطرت جي راهن تي توهان جي دل جو استاد آهي ۽ اها ئي فطرت توهان جي دل جو گهر آهي."

گڏ ٽيبل ميز جي ٽڙي پکڙي وڃڻ کان اڳ هن وڌيڪ چيو، " هن دنيا ۾ ماڻهن جا بہ قسم آهن. هڪڙا ڪالهوڪا ماڻهو ۽ ٻيا سڀاڻوڪا ماڻهو. منهنجا پيارو! توهان جو تعلق ڪهڙن سان آهي. اچو تہ مان توهان کي ڏسيان توهان روشنيءَ جي دنيا جا پانڌيڙا آهيو يا اونداهين راهن جا مسافر آهيو؟ اچو مون کي ٻڌايو تہ توهان ڇا ۽ ڪير آهيو؟ ڇا توهان سياستدان آهيو؟ جيڪي پنهنجو پاڻ کي چوندا آهن تہ "مان پنهنجي ديس کي ذاتي پلي لاءِ استعمال ڪندس" جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ توهان ان مفت خور وانگر آهيو جيڪو پرائي ماس تي پلبو آهي، يا توهان وطن دوست آهيو، جيڪو پنهنجي اندر ۾ پڇڪي ٿو، "آءٌ وفادار نوڪر جيان پنهنجي ديس جي خدمت ڪندس." جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ توهان ان رڇ جي چشمي جيان آهيو، جيڪو هر واٽهڙوءَ جي اڃ اجهائي ٿو. يا توهان واپاري آهيو جن وٽ ماڻهن کان وڌيڪ منافعي جي اهميت هوندي آهي ۽ شين کي ذخيرو ڪندا آهن. جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ توهان اهي لفنگا آهيو، جن کي سڌ ناهي تہ سندن ٺڪاڻو محل آهي يا جيل. يا توهان ايماندار ماڻهو آهي. جيڪي گراهڪ ۽ واپاري وچ ۾ صلح

ڪرائيندا آهن ۽ هاريءَ ۽ ڪوريءَ کي پنهنجي شين جي مناسبا ڪرڻ لاءِ همتائيندا آهن ۽ پنهنجي منصفاڻي طريقي ڪار ڪري پاڻ کي ۽ ٻين کي فائدو پهچائين ٿا. جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ توهان اهي عظيم انسان آهيو جن جي نيڪي يا بدي ڪرڻ سان ڪو فرق نہ ٿو پوي. ڇا توهان مذهبي اڳواڻ آهيو. جيڪي رنگيل ڪپڙا پائي عقيدتمندن جي سادگيءَ جو ناجائز فائدو وٺي، انهن جي محنت جي موڙيءَ مان مٿي تي سونو تاج پهرين ٿا ۽ اهي شيطان جي ٺي خزاني تي پلجي پوءِ شيطان جي ٺي مخالفت ڪندا آهن- جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ توهان ڪافر آهيو، پلي توهان رات ڏينهن روزا رکو نمازون پڙهو، ان سان ڪو فرق نہ ٿو پوي- يا توهان ايماندار آهيو. جن جو روح ڪماليت جي ڏاڪڻ جيان هوندو آهي ۽ اهي پنهنجي قوم ۽ عوام جي ڀلائيءَ لاءِ ڪم ڪندا رهندا آهن. جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ توهان سچائيءَ جي باغيچي ۾ بيٺل سوسن گل جيان آهيو. پوءِ جيڪڏهن توهان جي سرهاڻ ماڻهن مان ختم ٿي وڃي يا هوا ۾ غائب ٿي وڃي، تہ ان سان ڪوبہ فرق نہ ٿو پوي ۽ اها هميشہ هوا ۾ قائم رهندي- يا توهان صحافي آهيو جيڪي پنهنجا اصول غلاميءَ جي مارڪيٽن ۾ وڪڻندا آهن ۽ اهي اجائي بڪ بڪ، بدقسمتي ۽ گناهہ جا ڪم ڪرڻ ڪري مچي مواڙ تي پوندا آهن. جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ توهان ان ڪجهہ وانگر آهيو. جيڪا ڍونڍ لاءِ جهٽ هڻندي وتندي آهي- يا توهان ترقي يافتہ دؤر جا استاد آهيو. جيڪي ماضيءَ جي واڪاڻ ڪان متاثر ٿيل آهن ۽ انسان ذات کي چڱائيءَ جو درس ڏين ٿا ۽ جيئڻ جون ٿا، تيئڻ ڪن ٿا. جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ توهان بيمار انسان ذات لاءِ شفا ۽ زخمي دل لاءِ مرهم مثل آهيو- يا

توهان گورنر آهيو جيڪي پنهنجي رعيت کي لتي، انهن کي پنهنجي مفاد لاءِ استعمال ڪندا آهن. جيڪڏهن ائين آهي ته پوءِ توهان ڳاهه جي پڙ ۾ ڍڳن جي ڪرن جيان آهيو- ڇا توهان هڏ ڏوکي ملازم آهيو؟ جيڪي ماڻهن جي ڀلائيءَ ۽ خوشحاليءَ لاءِ سرگرم هوندا آهن. جيڪڏهن ائين آهي ته پوءِ توهان ڪيتيءَ جي رحمت جيان آهيو- يا توهان مڙس آهي؟ جيڪي پنهنجي غلط ڪمن کي صحيح ۽ پنهنجي جيون ساٿيءَ جي صحيح ڪمن کي غلط چوندا آهن. جيڪڏهن ائين آهي ته پوءِ توهان انهن وحشين جيان آهيو جيڪي غارن ۾ رهندا آهن ۽ پنهنجي اوگهڙ کلن سان ڍڪيندا آهن- يا توهان وفادار ساٿي آهيو جنهن جي گهر واري هر وقت ان جي ڏکن سکن ۾ ساڻس گڏ ۽ ڀاڱي ڀائيوار رهندي آهي. جيڪڏهن ائين آهي ته پوءِ توهان ائين آهيو جيئن ڪو پرهه ڦٽي کان پنهنجي قوم سان گڏ عمل ۽ دانائيءَ جي ٻيهريءَ ڏانهن پنڌ ڪري ٿو- ڇا توهان ليکڪ آهيو جيڪي فخر ته ڪندا آهن، پر انهن جو ذهن ماضيءَ جي اوڙاهه ۾ ٻڏل هوندو آهي. جنهن ۾ بيڪار ۽ ردي ليڙن جا ڍير ٻيل هوندا آهن، جيڪڏهن ائين آهي ته پوءِ توهان پاڻيءَ ۾ ٻڏل راند جي ميدان جيان آهي- ڇا توهان ذهين ۽ سوچيندڙ ذهن جا مالڪ آهيو. جيڪي پنجوپاڻ تي سوچيندا آهن ۽ براين ۽ بيڪار ڳالهين کان پاسو ڪندا آهن. صرف اهو ڪم ڪندا آهن- جيڪو ڪارائتو ۽ فائديمند هوندو آهي، جيڪڏهن ائين آهي ته پوءِ توهان بکين لاءِ "من وسلويٰ" (اهو کاڌو جيڪو بني اسرائيلين کي عربي رڻ پٽ ۾ مليو) ۽ اڃين لاءِ ٿڌي ۽ شفاف پاڻيءَ مثل آهيو.

ڇا توهان شاعر آهيو جن جو ذهن بيڪار ڳالهين سان ڀريل

هوندو آهي؟ جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ اوهان انهن نيم حڪيمن جيان آهيو. جيڪي پاڻ روئي اسان کي کلائيندا آهن ۽ پاڻ کلي اسان کي روئاريندا آهن- يا توهان انهن ذات ڏٺين مان آهيو جن کي خدا اهڙو سرندو ڏئي ڇڏيو آهي، جنهن سان هو بهشتي موسيقي ڳائي، انساني دلين کي پرچائيندا آهن ۽ انسان ذات کي زندگيءَ ۽ ان جي سونهن جي ويجهو آڻيندا آهن. جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ توهان اسانجي راهہ ۾ روشني ڏيندڙ بتي، اسان جي دلين ۾ اڪير ۽ اسان جي خوابن ۾ "الهامي آواز" جيان آهيو. اهڙيءَ ريت انسان ذات ٻن وڏن گروهن ۾ ورهايل آهي، هڪڙا اهي جيڪي پراڻ پرست آهن ۽ پنهنجي پراڻن ڳالهين تي قائم آهن ۽ جڏهن هو زندگي جي راهن تي هلندا آهن تہ ائين پيائيندا آهن ڄڻ ڪو جبل جهاڳي آيا آهن ۽ سهڪي پوندا آهن. پر دراصل اهي اوڙاهہ جي تري ۾ ڪري رهيا هوندا آهن ۽ ٻئي گروهہ ۾ وري نوجوان نسل اچي وڃي ٿو. اهي زندگيءَ جي راهن تي سريلا گيت ڳائيندا آڪڙ سان اڳتي وڌندا رهن ٿا. پهاڙي چوٽيءَ ڏانهن ائين چڙهندا ويندا آهن، ڄڻ ڪا جنوني قوت انهن کي کنيو پئي وڃي. منهنجا پيارو! انهن ٻنهي گروهن مان توهان جو تعلق ڪهڙي گروہ سان آهي؟ اهو سوال پنهنجو پاڻ کان رات جي سانت ۾ پڇندا ڪريو. فيصلو پاڻ ڪريو تہ توهان جو تعلق ماضيءَ جي غلامن سان آهي يا ايندڙ وقت جي آزاد ماڻهن سان.

"المهتدي" موٽي پنهنجي پناهہ گاهہ ۾ آيو. ڪيترائي مهينا گوشہ نشينيءَ ۾ رهي، آقا جي سيڪاريل دانائيءَ جي سبقن ۽ يادگيرين تي سوچيندو رهيو. هن گهڻو ڪجهہ پرايو پر اجا ڪي ڳالهيون هيون، جيڪي هو سکي نہ سگهيو هو ۽ نہ ئي وري آقا

ٻڌايون هيس. هن پڪو پهه ڪري ڇڏيو ته هو تيستائين پناهه گاهه کان ٻاهر نه نڪرندو جيستائين آقا جو سيڪاريل سچو سبق ياد ڪري نه وٺندو ۽ پوءِ اهو پنهنجي همر وطنن کي ٻڌائيندو. اهڙيءَ ريت "المهتديٰ" آقا جي ڇڏيل علمي سرمائي جي مطالعي ۾ رڌل ۽ پنهنجو پاڻ ۽ آسپاس کان بلڪل غافل رهيو. ويندي انهن ماڻهن کي به وساري ڇڏيائين، جيڪي بيروت جي بازارين ۽ گهٽين ۾ سندس ڳالهين کي ڪن ڏيئي ٻڌندا هئا.

سندس چاهيندڙن وٽس پهچڻ ۽ ساڻس ملڻ لاءِ ڏاڍو پاڻ پتوڙيو، پر سڀ ناڪام ويا. ايستائين جو لبنان جي گورنر ڏانهس پيغام موڪليو ته هو اچي سرڪاري عملدارن کي خطاب ڪري، پر هن جواب ۾ چوائي موڪليو ته "توهان ۽ ٻين سڀني ماڻهن لاءِ آئون جلد ئي هڪ خاص پيغام کڻي ايندس." گورنر پنهنجي رعيت کي هدايت ڪئي ته جنهن ڏينهن "المهتديٰ" اچي نه ان جو شاندار استقبال ڪيو وڃي ۽ ڪيس گهرن، مسجدن، مندرن، ديولن ۽ سڪيا گهرن ۾ غور سان ٻڌو وڃي- ڇو ته هن جو آواز پيغامبر جو آواز آهي.

جنهن ڏينهن "المهتديٰ" پنهنجي ڪم کي اڪتي وڌائڻ لاءِ آخري ڀيرو پناهه گاهه کان ٻاهر نڪتو ته اهو ڏينهن سڀني ماڻهن لاءِ خوشين ۽ شادمانن جو ڏينهن هو. هن بغير ڪنهن رنڊ روڪ جي ڳالهايو ۽ ٻيائپي ۽ پيار جي خوشبريءَ سان تبليغ ڪندو رهيو. ڪنهن کي به اها همٿ نه ٿي، جو هو ڪيس جلاوطنيءَ يا نيات مان نيڪاليءَ جا دڙڪا ڏئي. سندس آقا ڪيترو نه بدقسمت هو جو هن جي قسمت ۾ آخري سزا جلاوطني ۽ نيات مان نيڪالي هئي.

”المهتدي“ جا لفظ سجي لبنان ۾ ڏاڍي ڏيان سان پڙا ويا. جلد ئي اهي ڪتابي صورت ۾ ڇپجي پڌرا ٿي آيا ۽ قديم ”فونيشيا“ ۽ ٻين عرب ملڪن ڏانهن پڻ خطن ذريعي موڪليا ويا. انهن خطن مان ڪجهہ آقا جا پنهنجا لفظ هئا ۽ ڪجهہ آقا ۽ خليفي طرفان دانائيءَ جي ڪتابن مان ڪٺا ڪيا ويا هئا.

# آقا جا زندگي جي باري ۾ خيال

زندگي اڪيلائي جي اونهي سمند ۾ هڪ ٻيٽ مثل آهي. جنهن جون ٽڪريون اميدون، وڻ خواب، گل گوشه نشيني ۽ نهرون پياس مثل آهن. اي منهنجا دوست! تنهنجي زندگي اهو ٻيٽ آهي، جيڪو ٻين ٻيٽن کان مختلف آهي. اها ڪا عجيب ڳالهه نه آهي ته ڪيترائي جهاز تنهنجي ڪنارن کي ڇڏي، ڏورانهن ڏيهن ڏي وڃي چڪا آهن، ڪيترائي جهاز تنهنجي لاءِ آيا آهن، پر پوءِ به تون ساڳيو هيڪلو ٻيٽ آهين، اڪيلائي جون تڪليفون پيو برداشت ڪرين ۽ خوشين لاءِ تڙفين پيو. تنهنجا ساٿي توکان بي خبر آهن ۽ تون سندن همدرديءَ کان ڏور ڏڪيل آهين.

منهنجا ڀاءُ! مون توکي سوني ٽڪريءَ تي ڏاڍو خوش ويٺل ڏٺو آهي. تون پنهنجي دولت تي مغرور آهين ۽ تنهنجو ڏن دولت ۾ پختو ويساهه هڪ لڪل ڪڙي آهي جيڪا ٻين ماڻهن جي سوچن، خواهشن کي تنهنجي خواهشن ۽ سوچن سان ملائي ٿي. مون توکي پنهنجي فاتح لشڪر جي اڳواڻي ڪندي دشمن جي مورچن کي تباهه ڪندي ڏٺو. جڏهن مون ٻيهرڏٺو ته هڪ ويران دل تنهنجي خزاني ۾ سوڻا ٽنبيندي نظر آئي ۽ هڪ اڃايل پکيءَ کي سوني ٻجري ۾ قيد ڏٺم، جنهن جي اڳيان پاڻي واري پيالي خالي هئي. منهنجا ڀاءُ! مون توکي واڪاڻ جي تخت تي ويٺل ڏٺو آهي ۽ تنهنجي چوڌاري تنهنجا ماڻهو تنهنجي شان ۽ شوڪت تي واهه واهه پيا ڪن. تنهنجي واڪاڻ

جا گيت پيا ڳائين، تنهنجي دانائيءَ کي پڙائين پيا، توکي اٿين پيا ڏسن جڻ تون ڪو پيغامبر هجين ۽ اهي ايترا تہ خوش آهن جهڙو ڪر هو بهشت جي چانوَ ۾ ويٺا آهن. تو پنهنجي رعيت کي جڏهن گهوري ڏٺو تہ مون تنهنجي منهن تي خوشي ۽ سوڀ جا آثار ڏٺا ۽ تون هنن جي جسمن ۾ روحن جيان جرڪندو ڏسڻ ۾ آئين.

پر مون جڏهن توکي پيهر ڏٺو تہ تون مون کي پنهنجي اڪيلائيءَ ۾ اڪيلو نظر آئين ۽ پنهنجي تخت گاهہ جي پاسي وٽ بيٺل ڏسڻ ۾ آئين، ائين جڻ ڪو جلاوطن، اجاتل ديوتائن اڳيان رحم ڪرم لاءِ هٿ پکيڙيو بيٺو هجي، پناهہ لاءِ ليلائيندو هجي. پر پوءِ بہ تولاءِ مون ماڻهن ۾ ڪا همدردي نہ ڏٺي. منهنجا پيا!! مون توکي ڪنهن عورت تي اکين چڪن ٿيندي ڏٺو آهي ۽ سندس پيار جي قربانگاهہ ۾ دل نذراني طور پيش ڪندي ڏٺم. پر جڏهن مون ان عورت کي ڏٺو تہ هوءَ توکي ڪوملتا ۽ ماءُ جي پيار سان گهوري رهي هئي. مون پنهنجي منهن چيو: ”اي پيارا! شل وڏي ڄمار ماٺين!! هن ماڻهوءَ جي اڪيلائي کي ختم ڪري، هن جي دل ڪنهن ٻئي سان جوڙي ڇڏي اٿئي.“

تنهن هوندي بہ مون جڏهن پيهر ڏٺو تہ مون کي تنهنجي پيار ڀري دل ۾ بہ خالي دل نظر آئي. جيڪا سندس راز هرويرو عورت کي پڌائڻ لاءِ رڙي رهي هئي ۽ تنهنجي پيار ڀرئي روح جي لڪ ۾ ٻئي اڪيلي روح کي ڪنهن پتڪندڙ بادل جيان ڏٺم. جيڪو لڙڪ بنجي سندس محبوبہ جي نيڻن ۾ سمائجڻ لاءِ آتو هو. منهنجا پيا! تنهنجي زندگي ان ويران وستيءَ مثل آهي، جيڪا پين ماڻهن جي رهائشگاهن کان پري آهي. هي اهڙو گهر آهي، جنهن ۾ ڪنهن بہ پاڙيسريءَ جي

گهور بيهي نٿي سگهي. جيڪڏهن اهو گهر اونداهيءَ ۾ ٻڏل هجي ته ان کي پاڙيسريءَ جو ڏيئو روشن ڪري نٿو سگهي. جيڪڏهن اهو گهر خالي هجي ته تنهنجي پاڙيسريءَ جي سڀڏي سامان سان ڀرجي نٿو سگهجي. جيڪڏهن اهو اجڙيل هجي ته ان ۾ ٻين ماڻهن جا پوکيل ۽ پاليل باغ باغيچا نٿا اپائجي سگهجن. جيڪڏهن اهو گهر ڪنهن جبل جي چوٽيءَ تي هجي ته تون ان کي ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ جي سنواريل حسين واديءَ ۾ نٿو لاهي سگهين.

منهنجا ياءُ! تنهنجي روح جي زندگي اڪيلائيءَ سان گهيريل آهي ۽ جا اهو ايڪانت ۽ اڪيلائيءَ لاءِ نه آهي. تون، تون نه هوندين ۽ آءٌ، آءٌ نه هوندس. جا اها اڪيلائي ۽ ايڪانت نه آهي. جا آئون تنهنجو آواز ٻڌي چوان ته اهو منهنجو آواز آهي ۽ تنهنجو چهرو ڏسي وري پاڻ آئيني ۾ ڏسان ۽ چوان ته اهو منهنجو چهرو آهي، ائين ممڪن نه آهي.

# انساني قاعدن موجب ڏرم ويرن (شهيدن) جي باري ۾

ڇا تون غمن جي هندوري ۾ جنم وٺندڙن ، ظلم جي گهر بدقسمتيءَ جي هنج منجهه پلجندڙن مان هڪ آهين؟؟ ڇا تون لڙڪن سان پسيل پورن تي پلجندڙ آهين؟ ڇا تون رت ۽ لڙڪن مليل ميرو پاڻي پي اُڃ اجهائيندڙ آهين؟ ڇا تون هڪ سپاهي آهين ۽ مجبورن پنهنجو گهر ٻار ڇڏي لالچ ۾ ميدانِ جنگ ڏانهن وڃين ٿو. جنهن کي تنهنجا اڳواڻ ديوتي ڪوٺين ٿا؟ ڇا تون ٿورو گهڻو خوش رهندڙ شاعر آهين؟ مس ۽ ڪاغذن تي خرچ ڪرڻ ۾ راضي نه پنهنجي ملڪ ۾ پنهنجي لوڪ کان بي نياز، ڪنهن پرديسيءَ وانگر ترسيل آهين؟ ڇا تون قيدي آهين، جنهن کي معمولي ڏوهه ڪري نالائق قرار ڏئي، قيد ڪيو ويو آهي، ۽ ڏوهن کان باز اچڻ لاءِ سزا ڏني وئي آهي؟

ڇا تون جوان عورت آهين. جنهن کي الله تعاليٰ بيحد حُسن بخشيو آهي، پر بدقسمتيءَ سان ڪنهن مير ماڻهوءَ جي شهوت جو شڪار ٿي هجين، جنهن توکي ننڍپڻ سان هٿ ڪري تنهنجي دل نه پر تنهنجي جسم کي وڪڻي ڇڏيو هجي ۽ توکي ڏکن ڏولاون ۾ ڦٽو ڪيو هجي؟

جيڪڏهن تون انهن مان هڪ آهين ته پوءِ تون انساني قاعدن موجب ڏرم ويرآهين. پوءِ تون بدقسمتيءَ سان ظالم جي ظلم ۽ بڇڙائيءَ، اميرن جي وحشت ۽ فاحشن جي خود غرضيءَ ۽ لالچ جو نتيجو آهين. اي منهنجا پيارا! تون صبر ڪر، هن مادي دنيا کان پوءِ

هڪ ٻي دنيا آهي، جنهن ۾ رڳو عدل، ڀاجهه، رحم ۽ پيار آهي. تون ٽڏن چانورن ۾ پلجندڙ ڳل آهين، ڪا هير گهلڻ واري آهي جا توکي سچ جي روشنيءَ ۾ پهچائيندي ۽ تون پيهر تڙي ٻوندين. تون سياري جي برف سان ڍڪيل ڪنهن خالي وڻ جيان آهين، بهار ايندو توکي ساوڪ جا ويس پهرائيندو ۽ تنهنجي مرڪ لڪائيندڙ لڙڪن جي گهونگهٽ کي سچائي چيهاڙيون ڪري ڦٽو ڪندي.

منهنجا ستايل ڀائرو! مان توهان کي پاڻ وٽ گهرائيندس مون کي توهان سان محبت ۽ توهان تي ظلم ڪندڙن لاءِ نفرت آهي.

# سوچ ويچار جي باري ۾

زندگي اسان کي هڪ منزل کان ٻي منزل پهچائي ٿي ۽ قسمت اسان کي هڪ حد کان ٻي حد تائين اڳتي وڌائي ٿي. اسان انهن پنهنجي ڳالهين ۾ گهيربل آهيون. توهان انهن پنهنجي آوازن کي ٻڌو ۽ پوءِ ڏسو تہ ڪهڙو توهان جي راهہ ۾ رڪاوٽ آهي ان سان مهاڏو اٽڪايو. سونهن اسان وٽ ائين ظاهر ٿئي ٿي جڻ شان و شوڪت سان تخت تي ويٺل هجي پر اسان انکي شهواني خواهش پوري ڪرڻ لاءِ استعمال ڪريون ٿا. ان جي خلوص جو تاج کسي ان کي پنهنجي برابر سان بگاڙي ڇڏيون ٿا. پيار نماڻائيءَ جي روپ سان اسان وٽان لنگهي ٿو. پر اسان ان جي ڊپ کان اونداهين ۾ منهن لڪايو ڇڏيون ۽ ان جي نالي ۾ برايون ڪيون ٿا. جيتوڻيڪ اسان مان ڪجهہ داناءُ ماڻهو بہ پيار جي وزن هيٺان دٻجي وڃن ٿا. پر حقيقت ۾ اهو لبنان جي ٽڏڙي هير جيان تمام هلڪو آهي.

دانائي اسان کي پنهنجي ٽيبل تي وٺي اچي ٿي، تہ جيئن اسين سائنس لذيذ کاڌن ۽ شرابن ۾ حصيدار ٿي سگهون. پر اسان جڏهن ان سان گڏ ويهون ٿا تہ اسان تي لالچ ۽ هيچ طاري ٿيو وڃي ٿي. فطرت اسان وٽ پنهنجا مهربان هٿ پکيڙي پهچي ٿي ۽ اسان کي پنهنجي سونهن مان لطف اندوز ٿيڻ لاءِ حڪم ڪري ٿي، پر اسان ان جي خاموشيءَ کان ائين ٿا ڊڄون جيئن ڪا رڍ بگهڙ کان ڊڄندي آهي ۽ پوءِ شهرن جو رخ ڪريون ٿا. جتي گهٽو گوڙ ۽ گيا گهہ

هوندي آهي. سچائي اسان کي ڪنهن معصوم جي مرڪ يا محبوب جي چمڻ جي روپ ۾ پڪاري ٿي پر اسان ان سان دشمن وارو ورتاءُ ڪريون ٿا.

انساني دل مدد لاءِ پڪاري ٿي ۽ چوٽڪاري لاءِ ليلائي ٿي، پر اسان ان جي دانهن جي ڪابه پرواهه نه ٿا ڪريون ڇو ته اسان ان کي ٻڌي ۽ سمجهي نٿا سگهون. پر جيڪو ماڻهو ان جون دانهون ٻڌي ۽ سمجهي سگهي ٿو ته اسان ان کي بيوقوف ٿا ڪوٺيون ۽ اسان ان کان پڄندڙ آهيون. اهڙيءَ طرح راتيون گذرنديون رهن ٿيون، پر اسان بي خبريءَ ۾ رهون ٿا ۽ ڏينهن اسان کي ياڪر پائي مبارڪون ڏين ٿا، پر اسان ڏينهن رات جي لاڳيتي دهشت ۾ رهون ٿا.

اسان ڌرتيءَ کي ڇهڻيا پيا آهيون جڏهن ته پروردگار جي دل جا دروازا اسان لاءِ هميشه کليل رهن ٿا. اسان زندگيءَ جي روٽيءَ کي لتاڙيون ٿا جڏهن ته بک اسان جي دلين ۾ وڏ وجهي رهي آهي، زندگي انسان لاءِ عظيم ٿل آهي، پر انسان زندگيءَ کان ڪيترو نه پڄندڙ آهي.

# ڀرپور نگاهہ جي باري ۾

هيءَ اها گهڙي آهي جيڪا زندگيءَ جي مستيءَ کي بيداريءَ کان ڌار ڪري ٿي. هيءَ دل جي دنيا کي روشن ڪندڙ ڀرپور نگاهہ جو ڀرپور شعلو آهي. هيءَ ڀرپور ٿي جادوئي پرزو آهي جيڪو دل جي ماڻهن کي توڙي ٿو. هيءَ اها مختصر گهڙي آهي جيڪا وقت جي اتهاس (تواريخ) جا دل اڳيان پردا هٽائي ٿي ڇڏي. هيءَ اها گهڙي آهي جيڪا مستقبل جا ازلي ڳجهہ کولي ٿي ڇڏي. هي ٻج آهي جنهن کي پيار جي ديوي" اشتر" خريد ڪري ٿي، محبوب جا نيڻ پيار جي پنيءَ ۾ پوکينس ٿيون. محبت جي پاڻيءَ سان ان جي واڌ ويجهہ ٿئي ٿي ۽ روح ان جو لابارو ڪري ٿو.

محبوب جي ڀرپور نگاهہ سطح سمنڊ تي ترندڙ آتما وانگر آهي ۽ جڏهن خالق ڪل حڪم فرمايو، " پيدا ٿي پئو" تہ ان مان زمين آسمان پيدا ٿي پيا.

# پهرينءَ چميءَ جي باري ۾

هيءَ ديوتا جي طرفان زندگيءَ جي امرت وٽي مان پهرين سُرڪي آهي. هيءَ شڪ کي ختم ڪري روح کي وندرائيندڙ ۽ دل کي اداس ڪندڙ خاطري آهي، جيڪا اندرکي سرور سان پيري تي چڙهي. هيءَ زندگيءَ جي گيت جي شروعات ۽ ڪنهن آدرشي انسان جي زندگيءَ جي کيل جو پهريون منظر آهي. هيءَ اهو سبنڌ آهي جيڪو عجيب ماضيءَ کي روشن مستقبل سان ملائي ٿو ۽ احساسن جي خاموشيءَ ۽ ان جي ڪيتن جي وچ ۾ ڪڙيءَ مثل آهي. هيءَ چپن چپن مان نڪتل دل کي تخت، پيار کي بادشاهه ۽ وفاداريءَ کي تاج جيان مشهور ڪندڙ هڪ لفظ آهي. هيءَ هير جي نازڪ آڱرين جو گلاب جي گل جي چپن تي هلڪو ڇهاءُ آهي، جنهن مان سهائتا جو ٿڌو شوڪارو ۽ منڙو پڇتاءُ ظاهر ٿئي ٿو.

هيءَ انهيءَ جادوئي جنون جي شروعات آهي جيڪا پريم پوڄارين کي هن ماپ تور واري دنيا مان ڪڍي خواب و خيال جي دنيا ۾ پهچائي ٿي. هيءَ ٻن سرهن گلن جو ميلاپ آهي ۽ انهن جي سرهاڻ جي ميلاپ سان ٽيون وجود پيدا ٿيو پوي. جهڙيءَ ريت محبوب جي پهرين نگاهه انسان جي ٻنيءَ ۾ ديوتا طرفان پوکجندڙ ٻج مثل آهي. اهڙي ريت پهرين چمي زندگيءَ جي وڻ جي ناريءَ ۾ ٽڙندڙ پهرئين گل مثل آهي.

# شاديءَ جي باري ۾

هتي پيار جي شروعات زندگيءَ جي نثر کي تعريف جي گيتن ۽ پچنن ۾ تبديل ڪري، رات جي شروعات من موهيندڙ موسيقيءَ سان ۽ ڏينهن جي شروعات دل لڀائيندڙ گيتن سان ٿئي ٿي. هتي پيار جي اکير، سڀئي پردا هٽائي، دل جي ايڪانت کي روشن ڪري خوشي پيدا ڪري ٿي.

شادي ٻن ايشورتائن جو ٻنڌڻ آهي جنهن سان ڌرتيءَ تي ٽيون ماڻهو جنم وٺي ٿو. هي وڇوڙي کي ترڪ ڪرڻ لاءِ ٻن دلين جي وچ ۾ پيار جو سٻنڌ آهي. هي اهو ميلاپ آهي جيڪو ٻن دلين جي جدائيءَ کي ختم ڪري ٿو ڇڏي. هيءَ هڪ زنجير جي سوني ڪڙي آهي جيڪا محبوب جي نگاهه کان شروع ٿي ازليت تي ختم ٿئي ٿي. هيءَ آسمان مان وسندڙ اهو مينهن آهي جنهن سان فطر زمين مان رحمت جا ميوا اپائي ٿي. جهڙيءَ ريت محبوبه جي پهرين نگاهه انساني دلين ۾ پيار جي ديوتا طرفان پوکجندڙ ٻج مثل آهي ۽ سندس چمي زندگيءَ جي وڻ جي ٽاريءَ تي ٽڙندڙ پهرئين گل مثل آهي. اهڙيءَ ريت وري ٻن پيار ڪندڙن جي شادي / ميلاپ ان ٻج مان ڦٽندڙ پهرئين گل جي پهرئين ميوي مثل آهي.

# انساني عظمت جي باري ۾

بهار آيو ته فطرت چڻ نيٽن ۽ ندين جي وهڪرن ۾ ڳالهائڻ شروع ڪري ڏنو هجي. باغن ۾ گل ٽڙي پيا ۽ ماڻهوءَ جي دل کي خوش ڪرڻ لڳا- پوءِ اوچتو فطرت شوخ ٿي پئي ۽ خوبصورت شهرن کي ويران ۽ غير آباد ڪري ڇڏيائين ۽ انسان به پنهنجي مرڪ، خوشي ۽ ڀلائيءَ کي وساري ويٺو. هڪ ويلي ڪنهن ڀيانڪ قوت اهو سڀ ڪجهه تباهه ڪري ڇڏيو. جيڪو انسان صدين جي محنت سان تعمير ڪيو هو. ڀيانڪ موت انسان کي پنهنجي چنبن ۾ پڪڙي ورتو ۽ ان کي چيڀاٽي ڇڏيائين. تباهه ڪار ٻاهين انسان ۽ سندس جوڙيل مڙني شين کي ڀسم ڪري ڇڏيو. هڪ گهري ۽ خوفائتي راتڻ زندگيءَ جي سونهن کي رک هيٺان لڪائي ڇڏيو. خوفائتين شين انساني وستين ۽ هنرن کي تباهه ڪري ڇڏيو.

زمين جي اندران انهيءَ ڀيانڪ ۽ تباهه ڪند ڏکي سان بدقسمتي ۽ تباهي مان هڪ غريب آتما پيدا ٿي پيو، جيڪو هن سڄي منظر کي پري کان گهوريندو رهيو ۽ غم وچان انسان جي ڪمزوريءَ ۽ خدا جي قادر مطلق هجڻ تي سوچڻ لڳو. هو زمين جي تهن ۽ پولار جي ذرڙن ۾ لڪل انساني دشمن جي باري ۾ ويچارڻ لڳو. هن مائرن ۽ پيٽ بکايل ٻارن جو روئڻ پٽڻ ٻڌڻ شروع ڪيو ۽ ساڻن ڏکن ڏاکڙن ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ لڳو. هن قاعدن قانونن جي تنگ نظريءَ ۽ انسان جي نئڙائپ تي ويچاريو. هن جو ذهن ماضيءَ

جي يادن ڏانهن ڇڪجي ويو تہ ڪيئن نہ ماضيءَ ۾ ماڻهن جا ٻچڙا پنهنجي گهرن ۾ آرامي هئا ۽ اهي اڄ بي گهر تي اجهي جي ڳولا ۾ پڇندا ٿا وتن ۽ پنهنجي خوبصورت شهرن کي پري کان ڏسي روئڻ پئين پيا. انهن جون اميدون مايوسين ۾، خوشيون غمن ۽ سکيو جيون ڏکن ڏوجهڙن ۾ بدلجي ويو آهي. هو غم، پيڙا ۽ مايوسيءَ جي لوهي چنبن ۾ جڪڙيل غمگين دلين سان ياڳي پائيوار ٿيڻ لڳو ۽ جيئن ئي اهو روح ان الاهي قانون جي انصاف تي ويچاريندو غمگين ٿي اٿيو، جنهن سان سڄي دنيا جي طاقت لاڳاپيل آهي تہ هوءَ (آتما) خاموشيءَ جي ڪن ۾ سس پس ڪرڻ لڳي:

هن سڄي تخليق جي پسِ پرده ابدي دانائي ڪارفرما آهي. جيڪا هينئر تہ تباهي ۽ ڏمر آئي ٿي، پر اڳتي هلي ان مان بي انداز سونهن جنم وٺندي. تباهي، بربادي ۽ طوفان ڌرتيءَ لاءِ آهن تہ حسد ۽ برائي انساني دل لاءِ آهن، جيڪي ڌڪارجن ٿا. جڏهن ڏکويل قوم دانهون ۽ روج راڙو ڪري آسمان ڏاري رهي هئي تہ يادگيريءَ منهنجي ذهن کي چتاءُ ۽ اطلاع ڏنا، جيڪي وقت اچڻ تي قانون جو روپ وٺي بيهندا.

مون انسان کي زمين تي اوچا اوچا مينار، محل، شهر ۽ عبادتگاهون جوڙيندي ڏٺو ۽ وقت اچڻ تي ڏٺم تہ ڌرتي انهن تي ڏمرجي پئي ۽ انهن سيني کي پنهنجي سيني ۾ دفن ڪري ڇڏيائين.

مون ماڻهن کي عاليشان محل جوڙيندي ۽ نقاشن کي انهن جون ديوارون چٽساليءَ سان پريندي ڏٺو ۽ وقت اچڻ تي ڏٺم تہ ڌرتي پنهنجو وڏو وات قاڙي ماهرن ۽ ڪاريگرن جو ناهيل سڀ ڪجهہ ڳڙڪائي ڇڏيو. پوءِ مون کي خبر پئي تہ ڌرتي ان خوبصورت

ڪنوار مثل آهي. جنهن کي پنهنجو حسن نکيرڻ لاءِ انسان جي جوڙيل زيورن جي نہ پر پنهنجي ميدانن جي ساوڪ، سامونڊي ڪنارن جي سونهري واري ۽ پهاڙي پٿرن جي ضرورت آهي، پر مون ڏٺو تہ انسان تباهيءَ ۽ بربادي جي وچ ۾ بيٺل ان راڪاس مثل هو، جيڪو ڌرتيءَ جي ڪاوڙ ۽ دنيائي قاعدن تي لِٽولون ۽ چرچا ڪري رهيو هو.

انسان "بابي لان" "نائيوان" "پاليمائره" ۽ "پومپيءَ" جي ڪنڊرن ۾ روشن مينار جيان ڪڙو هو ۽ هن اتڻ سان هيٺيون امرتا جو گيت ڳائڻ شروع ڪيو.

ڌرتي واپس ويندي،
اهو سڀ ڪجهہ جيڪو هن مان پيدا ٿيو آهي،
ڇو تہ انسان جي ڪا پڇاڙي (آخري خواهش) ناهي-

# علم ۽ عقل جي باري ۾

جڏهن عقل توهان سان ڳالهائي ته ان کي ڌيان سان ٻڌو. جيئن توهان جو بچاءُ ٿي سگهي ان جو صحيح استعمال ڪريو ته جيئن توهان هشيارٻند ٿي سگهو. ڇو ته پروردگار توهان کي عقل کان سواءِ ٻيو ڪو به هٿيار عطا نه ڪيو آهي جڏهن عقل توهان جي تمام گهرائيءَ مان توهان سان مخاطب ٿئي ته توهان ڌيان سان اهو ڪجهه ٻڌو. ڇو ته عقل هڪ سياڻو وزير، وفادار رهنماءُ ۽ داناءُ صلاحڪار آهي. عقل اونداهيءَ ۾ روشنيءَ مثل آهي. سياڻا ٿيو. عقل جي پوئواري ڪريو. جوش کي ٿڌو ڪري ڌيرج کي ساٿي بنايو ۽ پنهنجا رهنماءُ پاڻ ٿيو.

اجا به وسيع ٿيو ته عقل توهان سان گڏ گڏ هوندو. اهو علم جي مدد کان سواءِ لولو لنگڙو آهي ۽ علم جي مدد کان سواءِ عقل ٻي گهر مفلس جيان آهي ۽ عقل علم کان سواءِ غيرمحفوظ گهر جيان آهي. ايتري تائين جو پيار، انصاف ۽ چڱائي عقل جي جهجهائيءَ کان سواءِ گهٽ ڪارآمد آهن. ڇاڪاڻ ته عقل کانسواءِ اٿين آهي جيئن ڪو بي هٿيار سپاهي ميدان جنگ ۾ هجي، جنهنجي ڪاوڙ دشمن بجاءِ هم وطن جي سدابهار زندگيءَ کي زهر ڪري ٿي ڇڏي ۽ هو خالص پاڻيءَ جي جڳ ۾ ڪنوار ٻوٽيءَ جي ٻج مثل آهي. عقل ۽ علم جو رشتو جسم ۽ روح وانگر آهي ۽ روح کان سواءِ جسم ڪجهه به نه آهي. عقل علم کان سواءِ غير آباد زمين يا گهٽ خوراڪ تي

پلجندڙ انساني جسم جيان آهي. عقل مارڪيٽ ۾ گهٽ وڪامجندڙ شين وانگر نہ آهي. عقل جي قيمت ان جي جهجهائيءَ سان پاڻ وڌي ٿي. ڪو قدردان ئي ان جو ملھ ڪٿي سگهي ٿو.

بيوقوف ماڻھوءَ کي بيوقوفيءَ کان سواءِ ۽ چرئي ماڻھوءَ کي چريائپ کان سواءِ ڪجھ بہ نظر نٿو اچي. ڪالھ مون هڪ بيوقوف کي چيو تہ ”پنهنجي چؤطرف بيوقوفن جو ڳاڻيٽو ڪر.“ هن ڪلي ڏنو ۽ چيو ”اهو ڪم ڏکيو آهي ۽ تمام گهڻو وقت لڳندو ۽ ان کان بهتر اهو ٿيندو تہ فقط سياڻن جو شمار ڪري وٺجي.“

پنهنجو صحيح ملھ ڄاڻو تہ توهين امر ٿي ويندؤ. عقل توهان لاءِ روشني آهي، جيڪو توهان کي سچ کان واقف ڪري ٿو. عقل زندگيءَ جو ذريعو آهي. خدا تعاليٰ توهان کي سمجھ ڏني آهي تہ ان جي روشنيءَ ۾ توهان نہ صرف عبادت ڪريو، پر توهان پنهنجون خوبيون ۽ خاميون پڻ جاچي ڏسو. جيڪڏهن توهان پنهنجي اک جو تر، پاڻ نٿا ڏسي سگهو تہ يقينا توهان ان کي ٻئي ڪنهن جي اک ۾ بہ ڏسي نہ سگهندؤ. هر نئين ڏينهن پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي ڏسو ۽ پنهنجي خامين تي نظر رکو، جيڪڏهن توهان ان ۾ ڪا ڪوتاهي ڪئي تہ توهان پنهنجي اندر ۾ موجود علم ۽ عقل اڳيان ڪوڙا ۽ هيچ ٿي پوندؤ.

پنهنجو پاڻ تي ڪڙي نظر رکو، جڻ توهان پنهنجا پاڻ دشمن هجو، نہ تہ توهان پنهنجو پاڻ تي حڪم هلائي نہ سگهندؤ. توهان پهرين پنهنجي خواهش تي ضابطو ڪرڻ سکو ۽ پوءِ ئي پنهنجي ضمير جي ڏسيل واٽ وٺو. مون هڪ دفعي هڪ

چاتو ماڻهوءَ کان پڇو: "بيوقوفيءَ کانسواءِ ٻي هر برائيءَ جو حل آهي." ڪنهن ضدي بيوقوف کي چند ڪڍڻ يا ڪنهن موڳي کي سمجهائڻ پاڻيءَ جي سطح تي ڪجهه لکڻ مثل آهي.

حضرت عيسيٰ نابينن کي نور، فالج ۽ ڪوڙهه وارن کي شفا ته ڏئي سگهيو، پر بيوقوف جو علاج اهو به ڪو ڪري نه سگهيو. هڪ سوال غور سان پڙهو ۽ پوءِ توهان يقينا سمجهي وٺندؤ ته ان ۾ ڪتي خامي آهي. جڏهن توهان جي گهر جو دروازو ڪشادو آهي ته پوءِ اهو به ڏسو ته چور دروازو به تمام سوڙو نه هئڻ گهرجي. اهو ماڻهو جيڪو هٿ آيل موقعي جو فائدو وٺڻ چاهي ٿو. سو ان ماڻهوءَ مثل آهي، جيڪو ان موقعي کي ويجهڙو ته ڏسندو هجي، پر ان کي هٿ ڪري نه سگهندو هجي. خدا تعاليٰ ڪنهن سان ڪڏهن به برائي نٿو ڪري پر ان اسان کي عقل ۽ علم عطا ڪيو آهي ته جيئن اسان ڪوتاهيءَ ۽ تباهيءَ کان بچي سگهون.

وڏا خوشنصيب آهن اهي ماڻهو جن کي خدا تعاليٰ عقل جهڙي نعمت عطا ڪئي.

# راڳ رنگ جي باري ۾

مون هڪ دفعي پنهنجي چاهڪ ڪان ويهي، سنڌس ڳالهيون ٻڌيون، منهنجو روح اڻ ڪٽ پولار ۾ پنڌڪڻ لڳو، جتي ڪل ڪائنات هڪ خواب مثل هئي ۽ جسم هڪ سوڙهي قيد مثل هو. منهنجي محبوبه جو من موهيندڙ آواز منهنجي دل ۾ پيهي ويو.

دوستو! اها موسيقي ئي آهي، جيڪا مون پنهنجي محبوبه جي شوڪارن ۽ اڌ اچاريل لفظن ۾ ٻڌي آهي. مون پنهنجي دل جي ڌڙڪن سان گڏ پنهنجي محبوبه جي دل جي ڌڙڪن کي محسوس ڪيو آهي.

منهنجا دوستو! موسيقي روحن جي ٻولي آهي. هن جو آلاپ ان چاولي هير وانگر آهي جيڪا ساز جي تارن کي پيار سان وڄائيندي آهي. جڏهن موسيقي اسان جي احساسن جو در کڙڪائي ٿي ته اسان جي ماضيءَ جون دل ۾ دفن ٿيل يادون پيهر تازيون ٿي پونديون آهن. موسيقيءَ جو غمگين سُر اسان کي غمگين ڪري ڇڏيندو آهي ۽ سريلو سر مزيدار يادون ۽ خوشي بخشيندو آهي.

تارن جو آواز اسان کي تڏهن روئاري وجهندو آهي، جڏهن اسان جي ڪنهن عزيز جو لاڏاڻو ٿي ويندو آهي ۽ اهو ئي تارن جو آ واز وري اسان کي تڏهن خوش ڪري ڇڏيندو آهي. جڏهن خداتعاليٰ طرفان اسان کي خوشي حاصل ٿيندي آهي. موسيقي روح لاءِ راحت ۽ دماغ لاءِ سڪون آهي. جڏهن خدا تعاليٰ انسان کي خلقيو

ٻين ٻولين سان گڏ موسيقيءَ جي ٻولي پڻ عطا ڪيائين. ابتدائي دؤر ۾ انسان خدا جي واڪاڻ موسيقيءَ جي مدد سان ڳائي ڪئي ۽ پوءِ جڏهن پادشاهن ان کي ٻڌو ته اهي تخت ۽ تاج کان بي نياز ٿي ويا. اسان جا روح تقدير جي هوائن تي پلجندڙ نرم نازڪ گلڙن مثل آهن. اهي صبح جي تڏڙي هير مثل نڙي پوندا آهن ۽ بهشتي ماڪ پوڻ تي ڪومائجي ويندا آهن. صبح جو پکيءَ جو گيت ماڻهوءَ کي ڪچڙي ننڊ مان جاڳائي ٿو ۽ ڪيس پڪاري ٿو ته هو به ان سان گڏجي ان جي دائمي دانائيءَ جا گيت ڳائي جنهن ان پکيءَ جي گيت کي تخليق ڪيو آهي. اهڙي موسيقي اسان کي سيکاري ٿي ته اسان پنهجو پاڻ کان عيب جي باري ۾ پڇون جيڪو قديم دؤر جي ڪتابن ۾ آهي.

جڏهن پکيڙا ڳائين ٿا ته ڇا اهي باغيچن ۾ موجود گلڙن کي پڪارين ٿا؟ يا وڻن ۽ ٻوٽن کي سڏين ٿا؟ يا زندگيءَ جي روڻ جهوڻ ۾ شامل ٿين ٿا؟ ڇو ته انسان پنهنجي سياڻپ سان اهو نٿو سمجهي سگهي ته پکيڙا ڪهڙيون لاتيون ٿا لنون، نه وري ندين جي روڻ جهوڻ کي سمجهي ٿو ۽ نه ئي ساموندي ڪناري سان آهستي آهستي ۽ نزاڪت سان ٽڪرائيندڙ لهرن جي سس پس کي سمجهي سگهي ٿو. انسان پنهنجي ذاهپ سان وڻن جي پنن ۽ شيشي جي درين تي ڪرندڙ برسات جي بوند جي ٻولي نٿو سمجهي سگهي. هو نٿو سمجهي سگهي ته باغيچن ۾ بهار گلڙن سان ڪهڙا ٻول ٿو ٻولي، پر انسان جي دل انهن آوازن کي سمجهي ۽ محسوس ڪري ٿي، جيڪي ان جي احساسن ۾ شامل آهن. دائمي دانائي اڪثر ساڻس پراسرار ٻوليءَ ۾ مخاطب ٿئي ٿي. روح ۽ فطرت پاڻ ۾ گفتگو

ڪندا رهن ٿا. جڏهن ته انسان بغير ڪجهه ڳالهائڻ جي مٿ جو موڙهو ٿيو بيٺو هوندو آهي. ڇا انسان اڃا به انهن آوازن تي نه رنو آهي ۽ نه ئي ان جي لڙڪن ۾ ڪا گهري معنيٰ سمايل آهي؟

آسمانيموسيقي!
پيار جي روح جي ڌيءَ،
ڪوڙاڻ ۽ پياري جي گلداني،
انساني دل جو خواب ۽ غمن جو ڦل،
سرهاڻ جو گل ۽ درمنديءَ جو سگنڌ
پيار جي پوڄارين جي زبان ۽ ڳجهن کي ظاهر ڪندڙ.
لڪل پيار جي لڙڪن جي ماءُ،
شاعرن، منصفن ۽ معمارن کي همٿائيندڙ.
سوچن کي لفظن جي ذرڙن سان ملائيندڙ،
سونهن بنا پيار سٽيندڙ.
خوابن جي دنيا ۾ رهندڙ دل لاءِ شيرين شراب،
سورمن کيهمٿائيندڙ.
روحن کي پڪو ڪندڙ.
ٻاجهه جا بي انت بحر،
ڪوملتا جا سمنڊ،
ايموسيقي!
اسان پنهنجا روح ۽ دليون تنهنجي گهرائين ۾ رکون ٿا.
توئي اسان کي اکين سان ڏسڻ ۽ دلين سان ٻڌڻ سيکاريو.

# دانائيءَ جي باري ۾

سياڻو ماڻهو اهو آهي جيڪو خدا سان پيار ڪري ٿو ۽ ان کي ئي ميڄتا ڏئي ٿو. ڪنهن به ماڻهوءَ جي خوبي سندس علم ۽ عمل ۾ آهي، نه ڪي سندس رنگ نسل ۽ عقيدي ۾. منهنجا دوستو! ياد رکو ته هڪ ريڊار حو پٽ جنهن کي تمام گهڻو علم هجي سو پنهنجي قوم لاءِ تخت ۽ تاج جي جاهل وارث کان بهتر آهي. علم ئي توهان جي مرتبي جي سند آهي، قطع نظر ان جي توهان جو پيءُ ۽ نسل ڪهڙو آهي. علم ۽ عقل ئي اها دولت آهي، جنهن کي دشمن تباهه نٿو ڪري سگهي. صرف موت ئي توهان ۾ موجود علم جي لاٽ کي جهڪو ڪري سگهي ٿو. ڪنهن به قوم جي دولت ان جو سون چاندي نه پر علم، دانائي ۽ ان جي جوانن جي سچائي آهي.

سهڻي آتما جا مالڪ ئي انساني چهري کي خوبصورت ڪري، هڏ ڙيءَ ۽ عزت کي جنم ڏيئي سگهن ٿا. هر ماڻهوءَ جي اکين، مهانڊي ۽ ٻين جسماني حرڪتن ۽ رمزن مان روح عيان آهي. اسان جي شڪل ۽ شبيهه، قول فعل ڪڏهن به اسان کان مٿاهان نه آهن. جو ته اسان جو روح گهر مثل آهي. اسان جون اکيون ان جون دريون ۽ اسان جا لفظ ان جا قاصد آهن. علم ۽ عقل زندگيءَ جا به وفادار ساٿي آهن جيڪي ڪڏهن به بيوفا نه ٿيندا. جو ته علم توهان جو تخت آهي ۽ عقل توهان جو رهنما آهي ۽ جڏهن اهي ٻئي توهان وٽ هجن ته توهان لاءِ ان کان وڌيڪ ڪوبه خزانو نه آهي. اهو

ماڻهو جيڪو توهان کي سمجهي سگهي سو توهان جي انهن عزيزن کان بهتر آهي. جيڪي اوهان جي اهميت کي نٿا سمجهن.

ڪنهن بہ بي علم ماڻهوءَ جي دوستي اهڙي بيوقوفي آهي جيئن ڪنهن شرابيءَ سان بحث ڪرڻ. خدا تعاليٰ توهان کي علم ۽ عقل عطا ڪيو آهي. الاهي فضل جي چراغ کي نہ وسايو ۽ دانائيءَ جي شمع کي شهوت ۽ غلطين جي انڌاريءَ ۾ اُجهامڻ نہ ڏيو. جو تہ داناءُ ماڻهو هميشہ پنهنجي مشعل سان انسان ذات جي راهہ کي روشن رکندو آهي. ياد رکو تہ هڪ سچاڻ ماڻهو شيطان کي، انڌو عقيدو رکندڙن هزارين ماڻهن کان وڌيڪ نقصان پهچائي ٿو. ٿورڙي پر باعمل چاڻ، تمام گهڻي بي عمل ۽ بيڪار ڄاڻ جي ڀيٽ ۾ املهہ آهي. جيڪڏهن توهان جو علم توهان کي شين جي قدر قيمت نٿو سيکاري ۽ توهان کي مادہ پرستيءَ کان آجو نٿو ڪري تہ توهان ڪڏهن بہ سچائيءَ جي تخت کي ويجها اچي نٿا سگهو.

داناءَ جي واتان نڪتل دانائيءَ جي لفظن کي سمجهو ۽ پنهنجي زندگيءَ ۾ انهن تي عمل ڪريو. انهن دانائيءَ جي گفتن کي زندہ رکو، پر انهن کي برزبان ياد نہ ڪريو جو تہ اهو ماڻهو جيڪو ڪجهہ سمجهڻ کان سواءِ بيان ڪري ٿو، سو ان گڏهہ مثل آهي جيڪو ڪتابن سان ستيل آهي.

# پيار ۽ مساوات جي باري ۾

اي منهنجا مسڪين دوست! جيڪڏهن تون صرف اهو ئي ڄاڻين تہ مفلسي جنهن توکي بدبخت بنايو آهي سا ئي زندگيءَ کي سمجهڻ ۽ علم جي انصاف کي پڌرو ڪرڻ لاءِ سڀ ڪجهہ آهي تہ پوءِ تون پنهنجي نصيب تي راضي رهہ. آئون انصاف جو علم سيکاريانءِ ٿو. ڇو تہ طاقتور ماڻهو طاقت ۽ سچائيءَ جي سڌي رستي تي هلڻ لاءِ ڏاڍا جتن ڪري رهيا آهن.

اي منهنجا غريب دوست! تون خوش ٿي، ڇو تہ تون ئي انصاف جو چپر ۽ زندگيءَ جو ڪتاب آهين. تون راضي رهہ ڇو تہ تون ئي پنهنجي حڪمرانن جي عزت ۽ عظمت جو ذريعو ۽ رهنمائن لاءِ سچائيءَ جو مينار آهين. اي منهنجا غمگين دوست! جيڪڏهن تون سمجهين ٿو تہ اها بدقسمتي جنهن توکي زندگيءَ ۾ شڪست خورده ڪري وڌو آهي- اها ئي قوت آهي جيڪا تنهنجي دل کي روشن ڪري تنهنجي روح کي ٺٺول ۽ مسخريءَ جي فرش تان کڻي عزت ۽ مجتا جي عرش تي پهچائي ٿي تہ تون پنهنجي نصيب تي راضي رهندين ۽ ان کي پنهنجو ورثو سمجهندين، جا توکي نصيحت ڪري داناءُ بنائي ٿي. جيئن تہ زندگي قسمين قسمين ڪڙين مان جڙيل زنجير آهي، غم يا ڏک، حال ۽ مستقبل کي ملائيندڙ ڪڙيءَ مثل آهي، هيءَ ڪچڙي ننڊ ۽ سجاڳيءَ وچ ۾ پرهہ ڦٽي پرياٽ آهي. منهنجا مسڪين ساٿي! غربت روحن جي مرتبي کي ختم ڪري ٿي ۽

دولت ان جي اوڻاين کي ظاهر ڪري ٿي. غم احساس کي نرم ڪري ٿو ۽ خوشي زخم دل لاءِ مرهم بنجي ٿي. جيڪڏهن غم ۽ مفلسيءَ کي رد ڪري ڇڏجي ته انسان جو روح ان تختيءَ مثل آهي، جنهن تي سواءِ لوڀ ۽ لالچ جي ٻيو ڪجهه به اڪريل نه هجي. ياد رکو ته علمِ الاهي ئي انسان جي صحيح سڃاڻپ آهي اها ڪڏهن سون جي عيوض نه وڪامندي آهي نڪو اها اڄ ڪلهه جي اميرن وانگر هڪ هٿڙ ڪٺي ڪري سگهجي ٿي. امير ماڻهن پنهنجي الوهيت وڪڻي ڇڏي آهي ۽ رکو پنهنجي ڌن دولت کي ڇنبڙيا پيا آهن ۽ اڄڪلهه جي نوجوانن پنهنجي عظمت کي وساري ذاتي عيش عشرت ۽ خوشيءَ کي اپنايو آهي.

منهنجا غريب دوست! تون پنهنجي ٻنيءَ تان موٽي جيڪا گهڙي پنهنجي زال ۽ ٻچڙن سان گهارين ٿو سا سڀني ايندڙ انساني خاندانن لاءِ اتساهه ۽ ايندڙ نسلن جي مقدر ۾ لکيل خوشيءَ جي علامت آهي. پر اها زندگي جا امير لوڪ ڌن دولت ميڙڻ ۾ گذارين ٿا سا حقيقت ۾ قبر جي ڪيڙن جي زندگيءَ مثل آهي- اها خوف جي نشاني آهي.

اي منهنجا دکدائڪ دوست! جيڪي تون لڙڪ لاڙين ٿو سي اميرن جي ٽهڪڙن کان وڌ خالص ۽ ٺٺول ڪندڙن جي ٺٺول کان وڌ مٺڙا آهن. اهي لڙڪ دل کي نفرت کان پاڪ ڪري ٿا ڇڏين ۽ انسان کي ڏکين سان همدردي ڪرڻ سيکارين ٿا. اهي نظرياتي لڙڪ آهن اها سگهه جا تون اميرن لاءِ ٿو پوکين سا ايندڙ وقت ۾ تون پاڻ لڻندين. ڇو ته فطرت جي قانون مطابق " هر شيءِ اسليت ڏانهن موٽي ٿي" ۽ جيڪو تو ڏک سٺو آ سو رزاق جي رضا سان سرهائيءَ ۾

بدلجي ويندو ۽ ايندڙ نسل غم ۽ مفلسيءَ کي پيار ۽ مساوات جو سبق سمجهي سگهندا.

مان ابد کان آهيان ۽ ازل تائين رهندس چو ته منهنجي وجود جي ڪا به انتها نه آهي. انساني دل ان پرندڙ مشعل جو حصو آهي، جيڪا خدا تعاليٰ پيدائش- آدم وقت پاڻ کان جدا ڪري ڇڏي.

منهنجا پائرو! هڪ ٻئي کان صلاح مشورو وٺندا ڪريو چو ته ان سان غلطين ۽ اجائي پيشمانيءَ کان بچڻ لاءِ بهتر راهه نڪري پوندي آهي. گهڻن جي دانائي توهان لاءِ ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ خلاف ڍال آهي چو ته ائين سمجهو ڇڻ اسان پنهنجي دشمن جو تعداد گهٽايون ٿا. جيڪو ماڻهو صلاح مشورو نٿو وٺي سو بيوقوف آهي. ان جي بيوقوفي کيس حق جي راهه کان پري ڪري، بڇڙو، هوڏي ۽ سنگت سات لاءِ خطرو بنائي ٿي ڇڏي. جڏهن به توهان لاءِ ڪو مسئلو پيدا ٿي پوي ته ان کي مضبوط ارادي سان منهن ڏيو چو ته اهو ئي اڏول انسانن جو طريقو آهي. هميشه وڏڙن کان صلاح مشورو وٺندا ڪريو چو ته انهن کي ڪيترن ئي سالن جو مشاهدو هوندو آهي ۽ سندن ڪئين زندگيءَ جا راز پڌا آهن. جيڪڏهن انهن جي صلاح توهان کي نه وڻي ته به کين ڏيان سان ٻڌو.

ڪڏهن به ظالم، بڇڙي، گستاخ ۽ بيعزتي ماڻهوءَ مان نيڪ صلاح جي اميد نه رکو. جيڪڏهن ڪو بڇڙو ماڻهو ڪنهن چڱي ماڻهوءَ وٽ صلاح مشوري لاءِ اچي ۽ پوءِ اهو به ان بڇڙي ماڻهوءَ سان هم خيال ٿئي ته ان کي تڪليف ڏيندا ڪريو- چو ته بڇڙي ماڻهوءَ سان هم خيال ٿيڻ بدنامي آهي ۽ ڪنهن غلط ماڻهوءَ ڏي ڌيان ڏيڻ سان اوهان کي دوکو ئي ملندو آهي. جيڪر مون کي گهڻو

تجربو، عقل ۽ ڄاڻ نہ آهي تہ آئون پنهنجو پاڻ ٻين کي صلاح ڏيڻ جهڙو نہ ٿو ڀانيان. جڏهن بہ توهان کي موقعو ملي تہ سست نہ ٿيو ۽ ابهرائي نہ ڪريو- ائين ڪرڻ سان توهان قبر جي خطائن کي ٽاري سگهو ٿا. منهنجا دوست! ان ماڻهوءَ وانگر نہ ٿيو جيڪو باهہ جي پاسي سان ان جي نگهباني ڪندو هجي ۽ باهہ کي وساڻندڙ ڏسندو رهي ۽ پوءِ ٺلهي خاڪ کي ويهي ڦوڪون ڏئي. ڪڏهن بہ مايوس نہ ٿيو نراسائيءَ اڳيان آڻ نہ مڃو- ڇو تہ جيڪي ڪجهہ گذري چڪو ان تي روئڻ پٽڻ اجايو آهي ۽ اها انسان جي ڪمزوري آهي. ڪالهہ مون پنهنجي ڪيل ڪمن تي پڇتايو ۽ اڄ جڏهن مون پنهنجہ ڪمان پڇي، تيردان تباهہ ڪري ڇڏيو آهي تہ پنهنجي ڪيل خامين ۽ برائين کي سمجهي ورتو اٿم.

منهنجا ڀاءُ! تون ڪير آهين؟ ڇاهي ڪليسا ۾ پوڄا پاٺ ڪندڙ آهين، ٽڪاڻي وڃي جهڪندو آهين يا مسجد ۾ وڃي عبادت ڪندڙ آهين، مون کي تون پيارو آهين. تون ۽ مان سڀ هڪ ئي ڌرم جا مڃيندڙ آهيون- ڇو تہ مذهب جا اونها رستا ڪنهن اعليٰ هستيءَ جون شفيق آڱريون آهن بلڪہ هڪ اهڙو هٿ آهن جيڪوسڀني ڏانهن ٻاجهہ لاءِ وڌي ٿو- سڀني روحن کي تڪميل بخشي ٿو ۽ سڀني کي حاصل ڪرڻ جو خواهان آهي. خداتعاليٰ توهان کي پڙن سان روح عطا ڪيا آهن. جن جي مدد سان توهان پيار ۽ آزاديءَ جي وسيع آڪاش ۾ پرواز ڪري سگهو ٿا. ڇا اهو (خداتعاليٰ) رحمدل نہ آهي جو توهان پنهنجا پر پنهنجي هٿن سان ڪپي پنهنجي روح کي آزاريو ۽ پوءِ اهو روح زمين تي جيتن وانگر ريڙهيون پائي. منهنجا روح جيئڻ پرهہ ڦٽيءَ کي ويجهي رات جي تيز اڏام ۽ درياهہ جي سير وانگر آهي.

# ﭽڏنڊڙ

اي هوا! تون جيڪا هينئر هينئر منڙو منڙو ۽ سريلو راڳ ڳائيندي ۽ آهون ڀريندي، روئندي پٽيندي اسان جي پرسان گذري رهي آهين- اسين توکي ﭽڏون پيا، پر توکي ڏسي نٿا سگهون. اسان تنهنجو ڇهاءُ تہ محسوس ڪريون ٿا پر تنهنجي شڪل شبيهہ تشڪيل ڏسي نٿا سگهون. تون پريم جي هڪ مهاساگر جيان آهين جيڪو اسان جي دلين کي پيار سان ٽمٽار تہ ڪري ٿو ﭽڏي پر انهن کي ٻوڙي نٿو. تون پهاڙين تي مٿي وڃي ماٿرين ۾ هيٺ لهي ٿي اچين ۽ پنهنجو پاڻ کي چراگاهن ۽ ميدانن ۾ ڦهلائيندين ٿي اچين. تنهنجي چاڙهيءَ ۾ مضبوطي، لاهيءَ ۾ مروت ۽ ڦهلاءَ ۾ سونهن آهي. تون هڪ رحمدل بادشاهہ وانگر آهين جيڪو مظلومن تي مهربان ۽ مغرورين ۽ طاقتورن لاءِ سخت آهين.

سرءُ ۾ تون ماترين جي معرفت افسوس ٿي ڪرين ۽ وڻن ٽڻن مان تنهنجي روڻ پٽڻ جو پڙاڏو ٿو اچي. سياري ۾ تون پنهنجون سڀ زنجيرون توڙي ٿي ﭽڏين پوءِ ساري فطرت توسان بغاوت ٿي ڪري. بهار ۾ جيتوڻيڪ ڪچڙي ننڊ مان هيٺي ۽ نبل تي اٿين ٿي، پر پوءِ بہ پنهنجي جوش ۽ جذبي سان سيني پوکن کي بيدار ڪري ٿي وٺين. اونهاري ۾ تون خاموشيءَ جي پردن پٺيان مٿلن وانگر ٿي هجين ڄڻ توکي سج جي تيرن ۽ گرمين جي بڙڇين سان ماريو ويو هجي.

ڇا تون گذريل خزان ۾ سج پچ روئي رڙي رهي هئينءَ يا ننگن وڻن جي ڳاڙهن ڇهرن تي کلي رهي هئينءَ- ڇا تون سياري ۾ ڪاوڙيل هئينءَ- يا رات جي برف پوش قبي جي چوڌاري رقص ڪري

رهي هئين۽. ڇا تون بهار ۾ سڄ ٻج گهايل ٿي هئين۽ يا تون پنهنجي محبوبہ ”هر مند جي جوڀن“ جي وڇائجڻ ڪري رنجيده هئين۽- ڇا تون اونهاري ۾ اتفاق سان مري وئي هئين۽ يا تون ميوون جي دلين ۽ انگورن جي اکين ۾ سمهي پئي هئين۽- يا تون ڳاهہ جي پڙن ۾ ڪڻڪ جي ڪوڙن ۾ سمهي پئي هئين۽.

شهرن جي گهٽين مان تون ڏکن جا ٻج چُنيندي ۽ پهاڙين تان گلڙن جو سرهو ساهہ اڏائي وئين۽. اهڙي۽ ريت مها آتما جيون جا ڏک سهي ٿو ۽ خاموشي۽ سان ان جا مزا ماڻي ٿو. تو گلاب جي گل کي ڪن ۾ ڪا راز جي ڳالهہ ٻڌائي، جنهن کي سمجهڻ کان پوء هو اڪثر ڏڪارو رهيو ۽ پوء سرهو ٿي پيو. انساني روح سان بہ خدا جو اهڙوئي تعلق آهي، هيئنئر ٿي- تون ترسين۽، ۽ هيئنئر ٿي هيڏانهن هوڏانهن پئي وڃين. انسان جو دماغ بہ اهڙو آهي. زنده آهي تہ ڪم ڪري ٿو ۽ جي مري ٿو تہ بيڪار آهي. تون پنهنجا گيت سمنڊ جي سطح تي لکي وري ميساري ٿي ڇڏين. شاعر بہ ڪا شي۽ تخليق ڪرڻ مهل ائين ئي ڪندو آهي. ڏکڻ کان تون پيار وانگر گرم گرم ٿي اچين ٿي ۽ اتر کان موت جهڙي سرد. پورب کان ڪنهن آتما جي نفيس ڇهاءُ جيان اچين ٿي ۽ اولهہ کان ڪاوڙ ۽ غصي وانگر خوفناڪ ٿي اچين ٿي. ڇا تون عمر وانگر پولار (ڳِني خور) آهين يا تون قطب نما جي چئني طرفن کان ٻاري خبرون آڻيندڙ قاصد آهين. تون بيابانن تي ڪاوڙ ٿي ڪرين ۽ تون ئي معصوم قاتلن کي پنهنجي پيرن هيٺان چيڀاٽين، واري۽ جي ذرڙن ۾ دفنائي ٿي ڇڏين. ڇا تون اها ساڳي چنچل هير آهين جيڪا پرهہ ڦٽي۽ مهل تارين ۽ ۾ کهلندي آهي ۽ وادين جي ورن وڪڙن مان ڪنهن خواب وانگر غائب ٿي ويندي آهي- جتي گلڙا بندگي۽ ۾ جهڪندا آهن ۽ گاهہ تنهنجي ساهہ جي مستي۽ سان نمي پوندا آهن. تون بحرن مان اچين ٿي ۽ انهن جي

خاموش گهراين کي پنهنجي زلفن کان ولي جهنجهوڙيس ٿي ۽ تون ڪاوڙ وقت جهازن ۾ ۽ عملي ۾ رهين ٿي. ڇا تون اها ساڳي ئي نفيس هير آهين، جيڪا ٻارن جي وارن جي ڇڳن سان لاڏ ڪوڏ ڪندي آهي- جڏهن هو پنهنجي گهرن جي آس پاس ڪبڏي رهيا هوندا آهن.

تون اسان جي دلين، سرد آهن، ساهه جي سهڪڻ ۽ مرڪن کي ڪهڙي ماڳ تي ڪنيو ٿي وڃين؟ تون اسان جي روحن جي اڏندڙ ٻتين کي ڇا ڪنديون؟ ڇا تون انهن کي زندگيءَ جي افق ڪان مٿي کڻي وينديون؟ ڇا تون انهن کي صدقو ڪرڻ جهڙين شين وانگر ڏورانهين هيبتناڪ غارن ۾ قربان ڪرڻ لاءِ کڻي ٿي وڃين؟ خاموش راتين ۾ دليون توکي راز ٻڌائين ٿيون ۽ پرهه ڦٽيءَ مهل تنهنجي نفيس ڇهاءَ سان اکڙيون کلن ٿيون. ڇا توکي خبر آهي ته دل ڇا ٿي محسوس ڪري ۽ اکين ڇا ڏٺو؟ تنهنجي ڪنيڙاتين وچ ۾ ڏکيرو ماڻهو پنهنجي غمگين گيتن جو پڙاڏو ٻڌي ٿو. يتيم پنهنجي پڳل دل جا ٽڪرا پسي ٿو ۽ مظلوم پنهنجون درد پريون آهون ٻڌي ٿو. تنهنجي چوغي (لنباس) ۾ اجنبيءَ کي اڪير، رهيل کي پنهنجو بوجهه ۽ ڪريل عورت کي پنهنجي نراسائي ملي ٿي. ڇا تون انهن سيني کي نماڻائيءَ سان محفوظ ڪري رکين ٿي. يا ڌرتي ماتا آهين جيڪا جنهن شيءِ کي خلقي ٿي، ان کي ئي وري دفنائي ٿي ڇڏي؟؟ ڇا تون اهي سڀ آهون دانهون ٻڌين ٿي؟ ڇا تون هي تڏا شوڪارا ۽ ڪوڪون ٻڌين ٿي؟ يا تون ان ڏاڍي ۽ مغرور جيان آهين جيڪو ڦهليل هٿن ڏي نه ڏسندو آهي ۽ نه ئي وري غريبن جون دانهون ٻڌندو آهي؟ اي سيني ٻڌندڙن جا روح توهان ٻڌو پيا؟-

# پريم ۽ جوڀن

هڪ نوجوان، زندگيءَ جي پرهه ڦٽيءَ مهل پنهنجي هيڪلي گهر ۾ بينچ تي ويٺو آهي. هينئر هن دريءَ مان ٻاهر تارن ڀريل آسمان ڏانهن ڏٺو. هينئر هن جي هٿ ۾ هڪ ڪنواريءَ جي تصوير آهي ۽ سندس نظرون ان تصوير ۾ ڪتل آهن. ان تصوير جون ليڪون ۽ رنگ سندس تخليقار جو مظهر هيون. هينئر انهن جو عڪس ان نوجوان جي ذهن تي پيو ۽ کيس دنيا جي اسرارن ۽ ازليت جي ڳجهن کان آشنا ڪيائين.

عورت جي تصوير نوجوان کي پاڻ ڏانهن سڏيو ۽ انهيءَ ئي مهل ان جون اکيون ڪنن ۾ تبديل ٿي ويون. جيئن هو سندس ڪمري مٿان گهمندڙ روحن جي ٻولي سمجهي ۽ پوءِ هن جي دل پيار سان ڏيئي ڄڻ پئي. اهڙي طرح جيڪي ڪلاڪن جا ڪلاڪ گذريا سي ڄڻ ڪر خواب هجن، يا ازليت جي زندگيءَ جو هڪ سال هجي. پوءِ نوجوان اها تصوير کڻي پنهنجي اڳيان رکي- پنهنجو قلم کڻي پنهنجي دل جي احساسن کي ڪنهن چمائي پني تي اتارڻ لڳو!

" اي پريتم! سچائي جا پوري فطرت کان بالاتر آهي سا انساني ڳالهين ذريعي هڪ هستيءَ کان ٻي هستيءَ تائين پهچائي نٿي سگهجي. سچائي خاموشيءَ ذريعي پنهنجو مطلب پريم پوڄارين تائين پهچائي ٿي. آئون ڄاڻان ٿو تہ رات جي سانت اسان جي دلين وچ ۾ تمام بهترين قاصد آهي جو تہ ان وٽ پيار جو پيغام آهي ۽ اها

اهڙي طرح انساني دلين جي گيتن کي بيان ڪري ٿي، جهڙي طرح خدا اسان جي روحن کي جسم جو قيدي ڪيو آهي ائين پيار مون کي لفظن ۾ ڳالهين جو قيدي بنائي وڌو آهي.

اي پريتم! پيار انسان جي دل ۾ ٻرندڙ شعلو آهي مون توسان پنهنجي پهرين گڏجاڻيءَ ۾ ائين ڀانيو ڄڻ آئون توکي صدين کان سڃاڻندو هوس ۽ جدائيءَ مهل ائين ڀانيم ته ڪابه اهڙي طاقتور شيءِ نه آهي جيڪا توکي مون کي جدا رکي سگهي. توتي منهنجي پهرين نگاهه حقيقت ۾ پهرين نه هئي اها گهڙي جنهن ۾ پنهنجون دليون مليون تنهن منهنجي من ۾ روح جي امرتا ۽ ازليت ۾ پختو يقين پيدا ڪري ڇڏيو. ان ويل فطرت مظلومن تان گهونگهٽ لاهي مٿن آمر انصاف نازل ڪري ٿي.

اي پريتم! ڇا تون ان نديءَ کي ياد ڪرين ٿي جنهن جي ڪناري تو ۽ مون ويهي هڪ ٻئي کي گهوريو هو؟ ڇا توکي خبر آهي ته تنهنجي نيڻن ان گهڙيءَ مون کي ٻڌايو هو ته تنهنجو پيار، رحم نه پر انصاف مان پيدا ٿيل آهي؟ هاڻي آئون پنهنجي پاڻ ۽ جڳ آڏو اهو اعلان ڪري سگهان ٿو ته اهي انعام جيڪي انصاف مان ملن ٿا، سي خيرات ۾ مليل شين کان بهتر آهن ۽ آئون اهو به چئي سگهان ٿو ته پيار جنهن قسمت جي ڪک مان جنم ورتو آهي سو ڊوري ٻجي ٻيٺل پاڻيءَ جيان آهي.

اي پريتم! زندگي مون کي اڳتي ڇڪيندي ٿي وڃي- جيڪا آءُ فخر ۽ سونهن سان ڏاهيان ٿو. هڪ زندگي جيڪا پنهنجي پهرين ملاقات کان شروع ٿي ۽ ازليت تي ختم ٿيندي. آءُ ڄاڻان ٿو ته تون ان طاقت کي اڀاري سگهين ٿي جيڪا خدا مون کي عطا ڪئي آهي

جيڪا وڏن وڏن لفظن ۾ ڪمن ۾ سمايل آهي ايستائين جو سچ زندگيءَ ۾ پنهن مان سرها گل سمائي ٿو.

اهڙيءَ ريت تو لاءِ منهنجو پيار هميشه رهندو."

نوجوان اٿيو ۽ آهستي آهستي باادب طريقي سان ڪمري جي پٺي پاسي هليو ويو. هن دريءَ مان نهاريو ته چنڊ ڪي افق تان اڀرندي، ڪشادي آسمان کي پنهنجي نفيس چاندوڪيءَ سان روشن ڪندي ڏٺائين- پوءِ هو پنهنجي ميز تي آيو ۽ لکيائين:

اي پريم! مون کي معاف ڪر. مون توسان ضمير حاضر ۾ ڳالهايو جو ته تون منهنجي وجود جو پيو خوبصورت حصو آهين، جنهن جي ڪوٺ مون ۾ تيستائين هئي، جيستائين خدا توکي ۽ مونکي پنهنجي پوتر هٿ سان هڪ نه ڪيو هيو. اي پريتم مون کي معاف ڪر...!!!-"

# دانائي ۽ آئون

رات جي سانت ۾ دانائي منهنجي ڪمري ۾ آئي ۽ منهنجي پلنگ لڳ اچي ويٺي. ان مون کي پيار ڪندڙ ماءُ وانگر ڳهوري، ڏاو، منهنجا لڙڪ اگهيائين ۽ چوڻ لڳي، ”مون تنهنجي اندر جون آهون ٻڌيون آهن ۽ توکي راحت بخشڻ لاءِ هتي آئي آهيان. پنهنجي دل جا دروازا کولي ڇڏ جانءِ، ته جيئن آءٌ ان کي نور سان ڀري ڇڏيان. مون کان پڇ ۽ آءٌ توکي سچائيءَ جي واٽ ڏيکاريندس.“ مون ساڻس چوڻ تي ڪانئس پڇيو: ”اي دانائي! آءٌ ڪير آهيان ۽ هن خوفناڪ هنڌ تي ڪيئن پهتو آهيان. هي زور آور اميدون، هي ڪتابن جا ڍير، هي اڄاتا عڪس آخر ڇا آهن؟ هي سوچون جيڪي ڪبوتر جي وارن جي چڪ جيان اچن ۽ وڃن ٿيون سي آخر ڇا آهن؟ هي لفظ جيڪي اسين خواهش مان جوڙيون ٿا ۽ مزي مزي مان لکون ٿا- آخر ڇا آهن؟ هي ڏکدائڪ ۽ سرها انومان جيڪي منهنجي روح ۾ سمائجن ٿا ۽ منهنجي دل جو گهيرو ڪن ٿا سي ڇا آهن؟

هي نيڻ ڪنهن جا آهن جيڪي مون کي گهورين ٿا ۽ منهنجي جگر ۾ چڀن ٿا ته، به منهنجي ڏکن کان بيخبر آهن؟ هي آواز جيڪي منهنجي جيئڻ تي ڪروڌ ڪن ٿا ۽ منهنجي ٻاروتڻ جا گيت ڳائين ٿا سي ڇا آهن؟ هي جواني جيڪا منهنجي خواهش سان کيڏي ٿي، منهنجي سوچن تي ٺٺوليون ٿي ڪري، پنهنجن ڪالهوڪن ڪرتوتن کي وساريندي، اڄ جي ننڍڙائپ ۾ راضي ۽ سباڻي جي ويجهو اچڻ

خلاف هٿيار بند آهي سا ڇا آهي؟ هيءُ هيبتناڪ دنيا جيڪا مون کي اڄاتي پرتويءِ ڏي کهلي ٿي وڃي سا ڇا آهي؟؟ هي ڌرتي جيڪا پنهنجون ويڪريون ڇاڙيون کولي اسان جي جسمن کي هڙپ ڪرڻ پئي اچي ۽ ان مان لالچ لاءِ اڻ ڏٺو اڃهو ٿي ٺاهي سا ڇا آهي؟ هيءُ انسان جيڪو پنهنجو پاڻ قسمت تي راضي رهي ٿو ۽ موت ڪنڌيءَ هوندي به زندگيءَ جي چين ڪان چمي پيو گهري سو ڪير آهي؟ هي انسان جنهن کي سالن جي پيڇتاءُ عيوض خوشيءَ جي هڪ گهڙي ملي ٿي ته پنهنجو پاڻ ننڊ حوالي ڪري ٿو ڇڏي- جڏهن ته خواب کيس پڪاريندا رهن ٿا. سو ڪير آهي؟ هي انسان جيڪو اڃاڻپ جي لهرن تي ترندي انڌوڪار جي بحرڏي پيو وڃي سو ڪير آهي؟ اي دانائي مون کي ٻڌاءِ اهي سڀ شيون ڇا آهن؟"

دانائيءَ وراڻيو "اي انسان تون خدا جي اکين سان هن دنيا کي ڏسي سگهين ٿو ۽ هتان ڪان پوءِ جا راز انساني سوچ جي مدد سان سمجهي سگهين ٿو- اهو ٺي بي خوديءَ جو ثمر آهي. تون ٻنين ۾ وڃي ڏس ته ماکيءَ جي مک ڪيئن منڙن منڙن گلڙن تي لامارا ڏئي رهي آهي ۽ باز ڪيئن پنهنجي شڪار تي جهٽ ٿو هڻي. پنهنجي پاڙيسريءَ جي گهر وڃي ڏس ته ننڍڙو ٻار باهه جي روشنيءَ ڪان ڪيئن موهجي پوي ٿو- جڏهن ته سندس ماءُ ڪم ۾ رڌل آهي.

ماکيءَ جي مک وانگر ٿيو ۽ سرڻ جي ڪرتوتن کي ڌڪيندي پنهنجي بهار جا ڏينهن ضايع نه ڪريو. ان ٻار وانگر ٿيو جيڪو پنهنجي ماءُ کي ڇڏي باهه جي روشنيءَ تي سرهو ٿو رهي. جيڪو ڪجهه توهان ڏٺو هو سو توهان جو هو ۽ اڃا به توهان جو آهي. هي سڀ ڪتاب، اڃاتا عڪس ۽ وڻندڙ سوچون جيڪي توهان جي

چوڏاري آهن سي انهن روحن جا پاڇا آهن. جيڪي اوهان کان اڳ ٿي گذريا. توهان جي چپن تي موجود لفظ ان زنجير جون ڪڙيون آهن جنهن ۾ تون ۽ تنهنجا ساٿي انسان جڪڙيل آهيو. هي ڏکائيندڙ ۽ مزيدار انومان اهي ٻج آهن جيڪي ماضيءَ طرفان توهان جي روح جي کيتيءَ ۾ پوکيا ويا ۽ اهي مستقبل ۾ لبجي ويندا. جواني جيڪا توهان جي چاهت سان کيڏي ٿي سا توهان جي دل جا دروازا کولي ڇڏيندي جيئن ان ۾ نور داخل ٿي سگهي. پرتوي جيڪا ماڻهوءَ ۽ ان جي عملن کي ڳڙڪائڻ لاءِ وڏو وات ڦاڙي ويٺي آهي سا توهان جي روحن کي جسمن جي ڳانداپي کان ڇوٽڪارو ڏياريندڙ آهي. دنيا جيڪا توهان سان گڏ متحرڪ آهي سا توهان جي دل آهي جيڪا خود دنيا آهي ۽ ماڻهو جنهن کي توهان خسيس ۽ ننڍڙو سمجهو ٿا سو خدا جو پيغامبر آهي جيئن پيڙائن ۽ خسيس پٽي مان زندگيءَ جو حقيقي مزو ماڻي سگهي."

اهڙي طرح دانائيءَ ڳالهايو ۽ منهنجي تپندڙ پيشانيءَ تي هٿ رکي چوڻ لڳي: "اڪيلي وڏ دير نہ ڪر. اڪيلي وڏڻ ئي تڪميل ڏانهن وڏڻ جو نالو آهي. اڪيلي وڏندو رهہ ۽ زندگيءَ جي راهہ ۾ ايندڙ ڪنڊن ۽ تيز پٿرن کان نہ ڊڄ."

# پـــ شــهــر

جيون مون کي پنهنجي ڪنيڙاڻين تي ڪنيو ۽ جوين جي پهاڙ تي پهچايائين- پوء ان پنهنجي پويان اشارو ڪيو. مون پوئتي نهاريو تہ مون کي هڪ اجنبي شهر ڏسڻ ۾ آيو. جنهن مان گوڙ شور جا ڪارا بادل پوتن جيان آهستي آهستي ايري رهيا هئا. هڪ سنهڙي بادل هميشه منهنجي نظرن کان ان شهر کي ڳجهو رکيو. ڪجهہ دير خاموش رهڻ کان پوء مون دانهن ڪئي: "اي زندگي! هي ڇا آهي؟"

۽ زندگيء وراڻيو: "هي ماضيء جو شهر آهي هن کي ڏس ۽ غور ڪر." مون اهو عجيب منظر ڏٺو ۽ اتي مون کي ڪيتريون شيون ۽ نظارا ڏسڻ ۾ آيا. مقدمن لاءِ دالان نهيل هئا جن ڪو راڪاس ڪچڙي ننڊ جي پرن هيٺان بيٺو آهي. مندر جن جي چوڌاري روح لامارا ڏئي رهيا هئا ۽ ڪنهن ڪنهن وقت مايوسيء مان دانهون ڪري رهيا هئا تہ ڪنهن وقت وري اميد جا گيت ڳائي رهيا هئا. مون ديول، ڏانهن نهاريو جيڪي عقيدي تحت جوڙيا ويا هئا ۽ شڪن تحت ڏٺا ويا هئا. مون پري کان سوچن جا منارا ڏٺا جن جون ٺليون ڪنهن فقير جي هٿن جيان مٿي اپيون هيون. مون چاهتن جون راهون ڏٺيون جيڪي ماٿرين وچان وهندڙ نديون جيان هيون. اهي رازن جا پانڌا جن جي حفاظت لڪ ڇپ جا پهريدار ڪري رهيا هئا. تن کي ايثار جي چورن هٿان ڦرجندو ڏٺم. وڏا وڏا طاقتور قلعا جيڪي همت ۽ بهادريء سان جوڙيا ويا هئا سي سڀ ڊپ جي قوت سان ڪرندي

ڏٺم. ڪچڙي ننڊ سان سينگاريل سنواريل خوابن جي درگاهن کي جاڳرتا سان تباهہ ٿيندي ڏٺم. مون اهي ڪمزور جهوپڙيون بہ ڏٺيون جن ۾ هيٺائي مائي هوندي آهي. گوشہ نشيني ۽ من مارڻ لاءِ مسجدون بہ ڏٺم، سمجهہ سان روشن ٿيندڙ ۽ اڻ َجاڻائيءَ سان تاريڪ ٿيندڙ سڪيا گهر بہ ڏٺم. پيار جا ميخانہ بہ ڏٺم. جتي پريم جا پوڄاري مڌ پي مست ٿي پوندا آهن ۽ پوءِ اڻ هوند انهن تي ٽٽولون ڪندي آهي. آهي آڪاڙا بہ ڏٺم جتي زندگي پنهنجا ڪردار نڀائيندي آهي ۽ آخر موت زندگيءَ جا سڀ دکدائڪ واقعا ويڙهي سيڙهي کڻي ويو. اهو ٺي ماضيءَ جو شهر آهي، جيڪو ڏسڻ ۾ ڏور، پر حقيقت ۾ ويجهو آهي ۽ جو ڪارن ڪڪرن مان مشڪل سان پسي سگهجي ٿو.

پوءِ زندگيءَ مون کي اشارو ڪيو ۽ چيائين: "پاڻ هتي گهڻو ترسيا آهيون هاڻي منهنجي پويان اچ"

مون پڇيومانس: "اي زندگي پاڻ ڪيڏانهن پيا هلون؟"

زندگيءَ وراڻيو: "هاڻي پاڻ مستقبل جي شهر ڏي پيا هلون."

۽ مون چيومانس"اي زندگي! مون تي رحم ڪر! آءٌ ٿڪجي پيو آهيان. منهنجا پير پٿون ٿي پيا آهن ۽ مون ۾ ست نہ رهيو آهي."

پر زندگيءَ وراڻيو: "اي منهنجا دوست! اڳتي وڌ ۽ وڌندو رهہ! بيهي رهڻ بزدلي آهي. ياد رک! ماضيءَ جي شهر کي تڪڻ بيوقوفي آهي. مستقبل جي شهر تي نگاهہ ڪر جيڪو هر وقت پڪاري رهيو آهي.!"

# فطرت ۽ انسان

پيچ پنيءَ مهل، جڏهن انسان ذات بوچڻ اوڊي ڪچڙيءَ ننڊ ۾ ستل هئي، آءُ پنيءَ ۾ فطرت سان مخاطب هوس. آءُ ڇهچ سائي گاهه ۾ ليٽيو پيو هيس ۽ هيٺين سوالن تي ويچاري رهيو هيس.

ڇا سونهن سچائي آهي؟ ڇا سچائي سونهن آهي؟ ۽ سوچن ئي سوچن ۾ آءُ انسان ذات کان گهڻو پري وڃي پهتس ۽ منهنجي ويچار شڪتي، منهنجي اندر ۾ لڪل مادي گهونگهٽ کي چاڪ ڪري ڇڏيو. منهنجو روح اڏيو ۽ آءُ فطرت ۽ ان جي اسرارن کي ويجهو پهچي ويس- منهنجا ڪن فطرت جي وڻندڙ ٻولي سمجهڻ لاءِ کلي پيا ۽ اهڙي ريت آءُ پنهنجي پورن ۾ غرق ٿي ويس. لڳم ته ڪا هلڪڙي هير وڻن جي ٽارين وچان گذري ڪنهن يتڪندڙ يتيم جي آه وانگر اچي ڪن پئي آهي.

"اي هير! تون اهون چو ٿي ڀرين؟" مون پڇيو ۽ هير ورائيو:

"آءُ ان ڪري ٿي روئان جو آءُ سج جي تپش ڪري ٻرندڙ شهر مان آئي آهيان، جتي ايذاءَ جو ٻج پوکيل آهي جتي منهنجي پاڪ پوشاڪ کي ناپاڪي چنبڙي پئي آهي- ڇا اڃا به تون مون تي ڏکوئڻ جا الزام لڳائيندين؟"

پوءِ مون لڙڪن سان ڀريل گلڙن جي ڇهري ڏانهن ڏٺو ۽ انهن جو هلڪڙو روئڻ ٻڌم- پڇيو مان:

"اي گلڙؤ توهان چو ٿا رئو؟"

گلڙن مان هڪ گل پنهنجو نازڪ منهن مٿي ڪيو ۽ آهستي چوڻ لڳو: اسان ان ڪري ٿا روئون جو انسان ايندو ۽ اسان کي

ٻنهي. وچي شهر جي مارڪيٽ ۾ وڪڻندو. "ايتري ۾ ٻئي گل ڳالهائيندي چيو: "شام جو جڏهن اسين ڪوٺامجي ويندا اسين تہ هو اسان کي ڊير تي ڦٽو ڪري ڇڏيندو. اسان ان ڪري بہ روئون ٿا جو انسان جا بيرحم هٿ اسان کي پنهنجي اصلي ماڳن کان ڇني ڌار ٿا ڪن."

مون هڪ نديءَ کي ڪنهن مري ويل يار جي ماءُ وانگر افسوس ڪندي ڏٺو ۽ پڇيومانس: "اي ندي! تون ڇو پئي روئين؟"

نديءَ وراڻيو: "ڇاڪاڻ جو آءٌ ان شهر ڏانهن وڃڻ لاءِ لاچار آهيان، جتي ماڻهو مون کي ڌڪارين ٿا. پنهنجي ٽڪن مٿن شرابن لاءِ هڪالين ٿا. مون کي پنهنجي گندگي صاف ڪرڻ لاءِ ڪتب آڻين ٿا. منهنجي پوترتا کي ناپاڪ ٿا ڪن ۽ منهنجي پاڪيزگيءَ کي گندگيءَ ۾ بدلائي ٿا ڇڏين."

مون پکيئڙن کي افسوس ڪندي ڏٺو، پڇيو مان: "اي پکيئڙو! توهان ڇو پيا روئو؟"

انهن مان هڪ اڏامي اچي ٽاريءَ تي ويٺو ۽ چوڻ لڳو: "اجهو آدم جو اولاد موتمار هٿيار کڻي هتي ايندو ۽ اسان کي پنهنجو ازلي دشمن سمجهي ماريندو. هينئر اسان هڪ ٻئي کان ملي موڪلايون پيا ڇو تہ اسان کي سڌ ناهي تہ اسان منجهان ڪهڙو انسان جي ڏمر جو شڪار ٿيندو. اسان جتي جتي وڃون ٿا موت انسان جي روپ ۾ اسان جو پيڇو ٿو ڪري."

هاڻي سج جبلن جي چوٽين پٺيان، وڻن جي چوٽين کي پنهنجي سونهري ڪرڻن سان پوترتا بخشيندو پيو اچي، مون ان منظر کي ڏٺو ۽ پنهنجو پاڻ کان پڇيم:

آخر ڇو انسان فطرت جي ناهيل هر شيءِ کي تباهہ پيو ڪري؟"

# جادوگرباڻي يا ساحره

جنهن عورت کي مان چاهيندو هيس، اها ساڳي عورت ڪالهه هن اڪيلي ڪمري ۾ ويٺي هئي ۽ هن بخملي پلنگ تي آرام ڪيو هيو. هٿن ئي شفاف پيالن سان هُن پراڻو شراب پيتو هو. هيءَ ڪالهوڪو خواب آهي جو تہ منهنجي محبوبا ڪنهن ڏورانهين ڏيهہ هلي ويئي آهي جتي ويسر ۽ اٿهوند ڪان سواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي: ان جي آڱرين جي ڇاپ اڃا منهنجي آرسيءَ تي آهي ۽ سندس ساهہ - سڳنڌ اڃان تائين منهنجي پوشاڪ منجهہ موجود آهي. ان جي مٺڙي ۽ سريلي آواز جو پڙاڏو اڃان تائين هن ڪمري ۾ ٻڌي سگهجي ٿو. پر اها عورت جنهن جو مان چاهيندڙ آهيان، اها تمام ڏورانهين ڏيهہ هلي وئي آهي- جنهن کي جلاوطني ۽ غفلت جو ڏيهہ سڏيو وڃي ٿو. منهنجي پلنگ سان لاڳيتو ان جي تصوير لٽڪيل آهي. هن مون ڏانهن جيڪي پريم پتر لکيا هئا، سي مون هڪ چانديءَ جي پيتيءَ ۾ بند ڪري رکيا آهن، ۽ اها پيتي زمرد ۽ مرجان سان جڙيل آهي. اهي سڀ شيون سڀاڻي تائين مون سان گڏ رهنديون- ۽ پوءِ هوا انهن کي اڏائي اتي کڻي ويندي، جتي خاموشيءَ جو راڄ آهي.

جنهن عورت کي آءٌ چاهيان ٿو اها بہ انهن ئي عورتن جهڙي آهي، جن کي توهان پنهنجون دليون ڏئي چڪا آهيو. هوءَ تمام گهڻو خوبصورت آهي، چڻ ان کي ڪنهن ديوتا سينگاريو سنواريو هجي. هوءَ ڪبوتر والگر نماڻي آهي، نانگ جهڙي حرفتڻ آهي، مور جهڙي سهڻي ۽ مغرور آهي. بگهڙ جهڙي خونخوار آهي، هنس پکيءَ جهڙي وڻندڙ آهي ۽ ڪاري رات جهڙي خوفناڪ آهي. اها عورت مٽيءَ جي

مٿ ۽ سمنڊ جي گج جي پيالي مان ٺهيل مرڪب آهي.

آءُ ان عورت کي ٻالڪ پڻي کان ڄاڻان سڃاڻان- مون پوکن ۾ ان جو پيڇو ڪيو آهي ۽ سندس پلئه پڪڙي شهر جي گهٽين ۾، ان جي پٺيان پٺيان گهميو آهيان. آءُ ان کي پنهنجي جوڀن پرين ڏينهن کان سڃاڻان ۽ مون جيڪي ڪتاب پڙهيا آهن، انهن ۾ بہ ان جوئي پاڇو ڏٺو اٿم. مون سندس بهشتي آواز ندين جي روڻ جهوڻ ۾ ٻڌو آهي. ان کي مون پنهنجي دل جا سيئي راز کولي ٻڌايا آهن- جنــهن عــورت جو آءُ چاهڪ آهيــان، اهــا ڪــنــهن ســرد، اداس ۽ ڏورانهين ماڳ وڃي ٻهتي آهي، جتي وسيع اڻ هوند کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي.

اها عــورت جنهــن کي منـهـنجي دل پيــار ڪري ٿــي، ان کي" زندگي" چوندا آهن. هوءَ ڏاڍي خوبصورت آهي ۽ سيني دلين کي پاڻ ڏانهن ڇڪي وٺي ٿي. اها اسان جون دليون گروي ڪري ٿي ۽ اسان جي سڪ ۽ اڪير کي دلاسن ۽ انجامن ۾ دفن ڪري ٿي ڇڏي.

زندگي هڪ عورت آهي، جيڪا پنهنجي چاهڪن جي لڙڪن سان غسل ڪري ٿي ۽ پنهنجو پاڻ کي شڪار جو رت مکي ٿي. سندس لباس رات جي اونداهيءَ ۾ ڳوهيل روشن ڏينهن آهي. اها پيار ڪرڻ لاءِ انسان جي دل وٺندي آهي، پر شاديءَ کان انڪار ڪندي آهي.

"زندگي هڪ جادوگرياڻي آهي،
جيڪا اسان کي پنهنجي سونهن سان ٻرغلائي ٿي،
پر اهو ماڻهو جيڪو ان جي مڪرن کي سمجهي وٺي ٿو،
سو سندس جادوگرين کان پرهيز ڪري ٿو."

# جوين ۽ اميد

جوين منهنجي اڳيان هليو ۽ ڏورانهين هنڌ پهچڻ تائين مون سندس پيڇو ڪيو. هتي هو( جوين) بيهي رهيو ۽ افق تي لڙيل ڪڪرن کي تڪڻ لڳو- جيڪي رڍن جي ولر جيان لڳي رهيا هئا. پوءِ هن وٽن ڏانهن نهاريو، جن جون اڱهاڙيون تاريون آسمان ڏانهن اٿين اپيون هيون جڻ هئن پنهنجي ساوڪ موتائي وٺڻ لاءِ خدا آڏو هٿ ڊگهيريا هجن ۽ مون پڇيو مانس: "اي جوين! پاڻ هينئر ڪٿي آهيون؟" هن وراڻيو: " پاڻ مونجهاري واري هنڌ پهتا آهيون- سبق پراءِ! "۽ مون چيومانس: "اڄ تہ موتي هلون ڇو جو هي اداس هنڌ مون کي ڊيڄاري رهيو آهي ۽ ڪڪرن ۽ وٽن جي اڱهاڙين تارين وارو نظارو مون کي غمگين بنائي رهيو آهي. "۽ هن جواب ڏنو؛" بردبار ٿي! مونجهارو علم جي ابتدا هوندو آهي." پوءِ مون پنهنجي چوڏاري ڏٺو، مون کي هڪ پاڇو اسان ڏانهن ايندي نظرآيو ۽ مون پڇيو؛ "هيءَ عورت ڪير آهي؟" جوين وراڻيو: "هيءَ "ميلپومين" آهي، "زيورس" جي ڌيءَ ۽ ڪنهن ڏک پرئي واقعي جي "سرسوتي" (راڳ جي نون ديوتائن مان هڪ) آهي"

"او پيارا جوين جڏهن تون هتي آهين تہ پوءِ هي دکدائڪ واقعو مون کان ڇا ٿو چاهي." مون دانهن ڪري چيو تہ ان جواب ڏنو: "هي توکي ڌرتي ۽ ان جا غم ڏيکارڻ آيو آهي ڇو تہ جيڪو ڏک نہ ٿو ڏسي، سو ڪڏهن بہ سک ڏسي نہ سگهندو." پوءِ روح منهنجي اکين تي هٿ رکي ڇڏيو ۽ جڏهن هن هٿ کنيو تہ جوين وڃي چڪو هو ۽ آءٌ پنهنجي نفساني پوشاڪ کان عاري" اگهاڙو" ٿي

اڪيلو رهجي ويو هيس-

پوءِ مون دانهن ڪئي: "اي زيورس" جي ڌيءُ! جوين ڪٿي آهي؟" "ميلپومين" بغير ڪنهن جواب ڏيڻ جي مون کي پنهنجي پرن تي کڻي هڪ جبل جي چوٽيءَ تي پهچايو. مون پاڻ کان هيٺان زمين ۽ ان تي موجود هر شيءِ کي پکڙيل ڏٺو. جيئن ڪنهن ڪتاب جا صفحا کليل هجن ۽ انهن تي ڪائنات جا راز رکيل هجن. آءٌ ڊپ وچان صنوبر (وڻ) جي پرسان بيٺو هيس ۽ انسان جي رازن تي ويچارڻ لڳس ۽ زندگيءَ جي نشانين جي معنيٰ لهڻ لاءِ پاڻ پتوڙڻ لڳس. مون دکدائڪ نظارا ڏٺا. خوشيءَ جا ملائڪ ڪمبختيءَ جي شيطانن سان وڙهي رهيا هئا ۽ انهن وچ ۾ انسان بيٺو هو. اهو ڪنهن ويرم اميد واري رستي ڏانهن ڇڪجي رهيو هو. مون ڏٺو ته "محبت" ۽ "نفرت" انسان جي دل سان پاڻ پئي وندرايو- محبت اسان جا گناهہ لڪائي رهي هئي ۽ ان کي فرمانبرداريءَ، واکاڻ ۽ چاپلوسيءَ جي شراب سان مست ڪري رهي هئي- جڏهن ته نفرت کيس چيڙائي رهي هئي ۽ ان جا ڪن ۽ اکيون سچائيءَ کان بند ڪري ڇڏيون هيائين.

مون ڏٺو ته شهر گند ڪچري سان پريل هو ۽ اهو گند آدم جي اولاد جي ڪپڙن کي چهٽيل هو. تمام پريءَ کان مون ساون فصلن کي انسان جي غمن تي روئيندي ڏٺو. ملن ۽ پادرين کي حرفتي لومڙين وانگر ڏمرجندي ڏٺم ۽ ڪوڙن مسيحائن کي انسان ذات جي خوشيءَ خلاف حرفتون هلائيندي، ايڪو ڪندي ڏٺم. مون انسان کي ڏٺو ته هو نجات لاءِ دانائيءَ کي پڪاري رهيو هو، پر دانائيءَ هن ڏانهن ذرو بہ ڌيان نہ ڏنو، ڇو ته جڏهن دانائيءَ انسان سان شهر جي گهٽين ۾ ڳالهايو هو تڏهن هن کائنس نفرت ڪئي هئي ۽ مون تبليغين کي تمام گهڻي عقيدي سان بهشت کي تڪيندي ڏٺو، پر

سندن دلين ۾ لالچ هئي. مون هڪ نوجوان کي جوڀن جي نشي ۾ ڏٺ، جوانڙيءَ کي منڙيون منڙيون ڳالهيون ٻڌائيندي ڏٺو. پر انهن جا حقيقي جذبا ستل هئا ۽ سندن ايشورتا تهائين ڏور هئي. مون کوڙن قانونن ٺاهيندڙن کي بڪواس ڪندي ڏٺو، جيڪي پنهنجو وکر دغا ۽ فريب جي بازار ۾ وڪڻي رهيا هئا. مون طبيبن کي سادن ۽ معتبر ماڻهن جي آتمائن سان کيڏندي ڏٺو- مون جاهل کي ڏاهي سان ويٺل ڏٺو، جيڪي پنهنجي ماضيءَ جي واکاڻ ڪري رهيا هئا- پنهنجي حال کي ڪپڙن جي جهجهائيءَ سان ساراهي رهيا هئا ۽ مستقبل لاءِ عيش عشرت جو پلنگ جوڙي رهيا هئا.

مون ويچاري مسڪين هاريءَ کي ٻج پوکيندي، لابارو ڪندي ۽ ظلم سهندي ڏٺو آهي، جنهن جي غلط فهميءَ سان قانون پهريداري پيو ڪري. مون اياڻن کي علم جا خزانا لٽيندي ڏٺو- جڏهن تہ نور جا پهريدار سستيءَ جي اگهور ننڊ ۾ ٻڏل هئا. مون پريم پوڄارين کي ڏٺو- عورت، مرد جي هٿ ۾ اهڙ سارنگي جيان هئي، جنهن کي وڄائي نٿو سگهجي، فقط سندس آواز سڻي سگهجي ٿو. مون علم جي قوتن کي ورثي ۾ مليل فائدن ۾ گهيريل ڏٺو، جيڪي (فائدا) تمام ٿورڙا هئا ۽ جلد چڙوچڙ ٿي ويا. مون آزاديءَ کي در در پناهہ لاءِ پڪاريندي ڏٺو، پر ڪو بہ سندس دانهن ڏانهن ڌيان ڌرڻ وارو نہ هو. مون ڦرلٽ کي وڏي شان سان ٻرانگهون پريندي ڏٺو ۽ ماڻهو کيس شاباس ڏئي رهيا هئا. مون مذهب کي ڪتابن ۾ دفن ٿيل ڏٺو ۽ ان جي جاءِ تي شڪ کي بيٺل ڏٺم. مون انسان جي صبر جي پوشاڪ کي بزدليءَ جو ويس پهريندي ڏٺو ۽ سستيءَ کي بردباري ۽ ڊپ کي مروت ڪوٺيندي ڏٺم.

# قيامت يا حشر

اي منهنجا محبوب! ڪالهه آءٌ دنيا ۾ اڪيلو هيس ۽ منهنجي اڪيلائي موت وانگر بي رحم هئي. آءٌ ٽڪريءَ جي چانوَ ۾ پلجندڙ ان گل مثل هيس، جنهنجي وجود جي، زندگيءَ کي ڪا خبر نہ هئي، پر اڄ منهنجو روح سجاڳ آهي ۽ توکي پنهنجي پرسان بيٺل ڏٺو اٿم. آءٌ پنهنجي پيرن تي ڪڙو تي خوش تيس ۽ پوءِ ادب سان گوڏا کوڙي تنهنجي پوڄا ڪيم.

اي منهنجا پريتم! ڪالهہ چلولي هير جو جهاٽ سخت محسوس ٿيو هيو- سج جا ڪرڻا ڪمزور لڳا هئا. ڌرتيءَ جي منهن تي ڪوهيڙو پيل هو ۽ سمنڊ جون لهرون طوفان وانگر گجگوڙ ڪري رهيون هيون. مون پنهنجي چوڌاري نظر ڊوڙائي- مون کي پنهنجي ڏکن کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نظر نہ آيو ۽ انڌاريءَ جا ڀوت منهنجي چوطرف لاڇي ڳجهن جيان گهمي رهيا هئا. پر اڄ فطرت نور ۾ غسل ڪيل ٿي لڳي، گجندڙ لهرون خاموش آهن ۽ ڪوهيڙو ختم ٿي چڪو آهي. مون جيڏانهن بہ نهاريو، زندگيءَ جا راز معلوم ٿيندا ويم. ڪالهہ آءٌ بي مقصد آواز هيس ۽ اڄ آءٌ وقت جي چپن تي امر گيت آهيان.

اهو سڀ ڪجهہ هڪ گهڙيءَ ۾ ٿيو ۽ هڪ نگاهہ، هڪ لفظ هڪ آهہ ۽ هڪ چميءَ سان جڙي پيو. اي منهنجا محبوب! انهيءَ گهڙيءَ ئي منهنجي گذريل چاهہ کي منهنجي دل ۾ ايندڙ اميدن سان

ڳنڍي ڇڏيو آهي. اها گهڙي ڌرتيءَ جي سيني مان ڏينهن جي روشنيءَ ۾ ڦٽي نڪرندڙ نئين سلي وانگر هئي. اها گهڙي منهنجي زندگيءَ ۾ ائين هئي جيئن عيسيٰ عليه السلام جو انساني زندگين لاءِ جنم- ڇو ته اها گهڙي پريم ۽ پوترتا سان ٽمٽار هئي. ان گهڙيءَ اونده کي روشنيءَ ۾، غم کي خوشيءَ ۾ ۽ مايوسيءَ کي اُميد ۾ بدلائي ڇڏيو.

اي منهنجا پريتم! پيار جنت مان ڪيترن ئي روپن ۾ نڪرندو آهي، پر دنيا تي ان جو اثر ساڳيو ئي آهي. انساني دل کي منور ڪندڙ هلڪو شعلو به بهشت مان نڪرندڙ ڪنهن وڏي روشنيءَ جي مينار جيان آهي. جيڪو انسان ذات جون راهون روشن ڪري ڇڏي ٿو. ڇو ته هڪ ئي دل ۾ پوري انسان ذات جون اميدون ۽ احساسات سمايل آهن. يهودي وعدي مطابق مسيحا لاءِ ترسيل هئا، جيڪو کين ڇوٽڪارو ڏيارڻ لاءِ اچڻو هو. انسان ذات جي اعليٰ ذهن سمجهي ورتو ته، ”مشتري“ ۽ ”منروه“ (گرهه) جي پوڄا پاٺ مان ڪو فائدو نه آهي ڇو ته ان سان انسان ذات جي پياسين دلين جي اڄ نه ٿي اجهائي سگهجي. روم ۾ ماڻهن بي رحم ديوتا ”اپالو“ جي ايشورتا کي پرکي ورتو ۽ ”وينس“ جي سونهن جو خودبخود زوال اچي ويو.

انهن جي دل جي گهرائيءَ کي جيتوڻيڪ انسان سمجهي نه سگهيا، پر پوءِ به اهي قومون ڪنهن اهڙي قوم لاءِ آيون هيون، جيڪي هن ڌرتيءَ تي متاهون مان ماٺي ٿي. اهي روح جي آزاديءَ لاءِ آتا هئا، جيڪو انهن کي پاڙيسريءَ سان سچ جي روشنيءَ ۽ رهڻيءَ ڪهڻيءَ تي سرهو ٿيڻ سيکاري. هيءَ اها آزادي آهي جيڪا انسان کي غيب جي ويجهو آڻي ٿي ۽ پوءِ اهو، ان کي بغير ڪنهن ڊپ ڊاءَ جي

حاصل ڪري ولي تو.

اي منهنجا پريتم! اهو سڀ ڪجهہ ٻہ هزار سال اڳ ٿيو، جڏهن ابدي آتما کي ويجهو وڃڻ کان ڊنل دل جون خواهشون، اکين اڳيان ڦرندڙ شين جي چوڌاري گهمي رهيون هيون. جڏهن جهنگلن جي بادشاهہ " ٻان" ريڍارن جون دليون دهشت سان ڀري ڇڏيون ۽ سج جي بادشاهہ " بال" پادرين جا بي رحم هٿ، غريبن ۽ مسڪينن جي روحن ۾ ڪپائي ڇڏيا هئا. هڪ رات، هڪ گهڙيءَ روح جا چپ کليا ۽ انهن مان هڪ لفظ "زندگي" اچارجي ويو ۽ نور جي هنج ۾ ستل ٻار ۾ ماس پيدا ٿي پيو. هڪ واڙ ۾ جتي ريڍار پنهنجي ڌڻن کي جهنگلي جانورن کان بچائڻ لاءِ پهريدار بيٺا هئا، انهن ٻار تي اچرج مان نظر وڌي جيڪو آهر ۾ ستو پيو هو. رنجيده دلين ۽ بکايل آتمائن تي ويٺل معصوم ٻار پنهنجي ماءُ جي ڪپڙن ۾ ويڙهجي ويو ۽ هن ٻنهنجي نماڻائيءَ سان "ورهسپت" ديوتا کان شاهي لٺ ڦري ڌڻ جاريندڙ ريڍار کي ڏيئي ڇڏي ۽ "منروه" (گرهہ) کان هن دانائي ولي، غريب مهاڻي جي دل ۾ داخل ڪري ڇڏي، جيڪو پنهنجو مڇين مارڻ وارو ڄنل ڄار ڳنڍي رهيو هو. هن "اپالو" کان پنهنجي ڏکن عيوض سک ولي، راهگير فقير کي ڏيئي ڇڏيو. هن وينس کان حسن کسي ان مسڪين عورت کي عطا ڪيو، جيڪا ظالم (مڙس) جي اڳيان ڏکي رهي هئي.

هن "بال" کي تخت تان لاهي، ان جي جاءِ تي زمين کيڙيندڙ ۽ ٻج ٻوکيندڙ مسڪين هاريءَ کي وهاري ڇڏيو.

اي پريتم! ڇا ڪالهہ منهنجو روح اسرائيلي قبيلن جهڙو نہ هو؟ ڇا مون رات جي سانت ۾ غلاميءَ ۽ وقت جي برائيءَ کان مڪتي

ڏيارينڊڙ جو انتظار نہ ڪيو هو؟ ڇا آءٌ زندگيءَ جي راهہ تي ڪنهن بيابان ۾ وچائجي ويل ۽ار جيان نہ رهيو هوس ۽ منهنجي زندگي ڪنهن پٿر تي پوکجندڙ ٻج جيان نہ هئي، جنهن کي ڪو بہ پکي حاصل ڪري نہ ٿي سگهيو ۽ نہ ئي انهيءَ کي ماري يا جياري ٿي سگهيو. ڇا مون ماضيءَ جي قومن وانگر پياس ۽ روحاني بک محسوس نہ ڪئي هئي؟

اي پريتمر! اهو سڀ ڪجهہ ڪالهہ ٿيو، جڏهن منهنجا خواب اوندهہ ۾ گمر هئا ۽ ڏينهن ڏسڻ کان ڊنل هئا. اهو سڀ ڪجهہ تڏهن ٿيو، جڏهن ڏکن منهنجي جيءَ کي جهوري وڌو ۽ اميدن.ان کي سهاري ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. هڪ رات، هڪ گهڙي روح، ابدي نور جي دائري مان نڪري، مون ڏانهن تنهنجي نيڻن سان نهاريو- ان نگاهہ مان ئي پيار جنم ورتو ۽ منهنجي دل ۾ گهر ڪري ويو، اهو اتمر پريم منهنجي احساسن جي پوشاڪن ۾ ويڙهجي ويو ۽ غم کي خوشيءَ ۾، مايوسيءَ کي اميد ۾ ۽ اڪيلائيءَ کي بهشت ۾ بدلائي ڇڏيائين. پيار مون کي زندگي بخشي، منهنجي بي نور اکين کي منور ڪيو ۽ مون کي مايوسيءَ جي فرش تان کڻي اميد جي عرش تي پهچايو- ڇوتہ اي پريتمر! منهنجا سڀ ڏينهن، راتين مثل هئا، پر ڏس هاڻ پرهہ ڦٽي آهي. اجهو سج ايريو- ڇو تہ يسوع مسيح جي ساهہ آڪاش کي تمتار ڪري شراب جي جوهر سان ملائي ڇڏيو آهي. زندگي جيڪا اڳ ڏکن سان ڀريل هئي سا هينئر سکن سان مالامال آهي- ڇو تہ معصوم جون ٻانهون چوطرف آهن ۽ منهنجي روح کي ياڪر ڀري بيٺيون آهن.

## اداري جا ڇپرايل شاهہ جا ٻيا ٽي رسالا

1- شاهہ جو رسالو (مڪمل) ڪلياڻ آڏواڻي

سنڌ ۾ پهريون ڀيرو بهترين گيٽ اپ ۾ - سائيز ڊبل ڪرائون- آفسيٽ پيپر -
پڪو جلد- ريگزين بائينڊنگ - فائيل پرنٽنگ.
ڪل صفحا 496. قيمت 150 رپيا.

2- شاهہ جو رسالو (اصل) غلام محمد شاهواڻي

(شاهواڻي صاحب جن جو مرتب ڪيل شاهہ جو رسالو پنهنجي اصل صورت ۽ سيرت ۾)
رسالي ۾ آيل نثر ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيل.
بهترين گيٽ اپ ۾ - سائيز ڊيمي- آفسيٽ پيپر-
پڪو جلد- ريگزين بائينڊنگ- فائيل پرنٽنگ.
ڪل صفحا 1216. قيمت 250 رپيا.

3- شاهہ جو رسالو موتيچند مولچند گربخشاڻي

(ٽئي جُلد معنيٰ ۽ شرح سميت)

پهريون ڀيرو سڄو رسالو ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيل- هر سر پڄاڻان معنيٰ ۽ شرح ڏنل.
بهترين گيٽ اپ ۾- سائيز ڊبل ڪرائون- آفسيٽ پيپر-
پڪو جلد- ريگزين بائينڊنگ- فائيل پرنٽنگ.
ڪل صفحا 696. قيمت 225 رپيا.

Roshni Book No. 86

"ڀڳل ڪنڀڙائيون"

ليکڪ: خليل جبران

سنڌيڪار: گل محمد تنيو

ٻيو ايڊيشن : © اپريل 1995ع

ڪمپوزنگ: بشير احمد جمالي

عبدالبرادرز ليزر ڪمپوزنگ سسٽم لجپت روڊ حيدرآباد.

ڇپيندڙ: فائين آرٽ ڪميونيڪيشن حيدرآباد سنڌ.

ڇپائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، ضلعو نوشهرو فيروز سنڌ.

قيمت: 30.00 رپيا

**BHAGAL KHANBHRATHYOON**

Written By KHALIL JIBRAN

Translated By GUL MOHAMMAD TUNIO

Composed by Bashir Ahmed Jamali,

Abdul Brothers Laser Composing System Hyderabad Sndh.

Printed by Fine Communications Hyderabad.

Published by Roshni Publication, Kandiaro, Sindh.

Second Edition: © April 1995

انتساب

دلبر دوست عبدالڪريم عرف بخشڻ سومري جي نالي!

**گُل محمد**

# پهريون سبق

محبت جي جادوءَ ڀريل شعاعن جنهن وقت منهنجي اکين کي نور سان روشن ڪيو، ان وقت منهنجي عمر اڙهن سال هئي. هيءَ پهريون ڀيرو هو، جڏهن منهنجي روح، قرب جي گرم آڳرين جو ڇهاءُ محسوس ڪيو.

سلميٰ ڪرامي اها پهرين عورت هئي، جنهن جي سونهن منهنجي روح کي سونهن ۽ سوڀيا واري ماترڀيءَ جي دڳ لاتو. جتان حسن وارا خوابن وانگر متيندا رهن ٿا ۽ هرڪا رات، شب برات جهڙي من موهيندڙ ۽ دل ۾ سرور پيدا ڪندڙ ٿئي ٿي.

سلميٰ ڪرامي سراسر سونهن ۽ قرب جي پتلي هئي. هوءَ پيار جي اها ديوي هئي، جنهن مون کي سونهن کي پوڄڻ جو پهريون سبق پڙهايو ۽ جنهن پهرئينءَ ئي ملاقات ۾ پنهنجي بيمثال سونهن جي معرفت مون تي عشق ۽ محبت جون ڳُوڙهيون رمزون آشڪار ڪري ڇڏيون. پڪ سان چوان ٿو ته هوءَ اها ڀاڳئي هئي، جنهن منهنجي زندگيءَ کي پهريون ڀيرو سرمندي ڳيتن سان جهومايو.

پهريون پيار، هرهڪ ڄڻيءَ جي دل جي پٽيءَ تي ڪي اڻ مٽ نقش ڇڏي ويندو آهي ۽ هرڪو شخص ويچار جي ڏوري وجهي، انهن سونهري گهڙين کي واپس گهلي آڻڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. هي اهي گهڙيون آهن، جڏهن جذبات جي اونهي پاتال ۾ لهي، ماڻهو اٿاهه پيار سبب جهومڻ تي لاچار ٿي وڃي ٿو ۽ انسان پيار جي ڪڙن، تلخ ۽ ڳجهن آزمودن هوندي به ان مان لطف وٺڻ چاهيندو آهي. هر ڄڻيءَ

جي جوانيءَ واري پهرين ڏاڪي ۾، ڪانـ ڪا سلميٰ سندس زندگيءَ جي ڪتاب جو هڪ خوبصورت باب بڻجي، سندس سامهون اچي ٿي ۽ سندس حياتيءَ جي مـاٺ ۽ سڪون کـي اڪ ڄنپ ۾، خوشين ۽ سرهاين ڀريل لمحن ۾ بدلائي ڇڏي ٿي. پيار جو اهو جادو، ان جي بي رونق راتين کي، راحت ۽ سڪون سان ڀرپور ڪري ڇڏي ٿي.

تن ڏينهين آءٌ عجيب سوچ ويچار ۾ ٻڏل هوس ۽ هر گهڙيءَ قدرت جي قانون، الهامي ڪتابن ۽ مذهبي صحيفن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هوس تـ، اوچتو سلميٰ جي چپن مان پيار جو نغمو منهنجي ڪنن تائين پهتو. ان ڪان اڳ مون تي ماٺ ڇانيل هئي. منهنجي زندگي حضرت آدم وانگر بهشت ۾ بي ڪيف ۽ ٿڪائيندڙ هئي، ليڪن عين ان وقت سونهن سان منهنجي ملاقات ٿي ۽ روشني جي هڪ محڪم مناري وانگر سلميٰ منهنجي اڳيان اچي بيٺي.

سلميٰ، منهنجي راتي! جنهن، منهنجي دل جي اوٺائين کي حيرت ۽ تعجب سان ڀري، مون کي زندگيءَ جون رمزون سمجهڻ لائق ڪري ڇڏيو.

بيبي حوا، حضرت آدم کي پنهنجي رضا سان جنت ڪان ٻاهر ڪڍيو هو، پر آءٌ سلميٰ جي مدد سان حقيقي محبت جي بهشت ۾ داخل ٿيس. اها آدم جي پستي هئي ۽ هيءَ انسان جي ارتقا: پر مونسان بـ نيٺ اهائي جٺ ٿي جيڪا حضرت آدم سان ٿي هئي. ساڳي تلوار جنهن آدم کي بهشت مان ڪپي ڌار ڪيو، سا مون کي بـ موت جي منهن ڏانهن ڌڪي رهي هئي. اها قاتل تلوار مون کي ڌمڪائڻ لڳي ۽ هڪڙي ڏينهن ان جي تيز چمڪندڙ ڌار مون کي پيار جي بهشت مان ڌڪي ڪٽي ٻاهر ڦٽو ڪيو، حالانڪ منهنجو ڪوبـ ڏوهـ نـ هو، ۽ نـ ئي مون ڪا حڪم عدولي ڪانـ ڪئي هئي، منع

ڪيل ميووي سان پڻ منهنجو ڪو واسطو ڪونه هو، تنهن هوندي به مون کي بهشت مان ڌڪي ڌار ڪيو ويو.

انهيءَ واقعي کي ڪيترائي سال گذري چڪا آهن. اهي سڀئي حسين خواب، وکري چڪا آهن. هن وقت مون وٽ سواءِ دل پڄائيندڙ يادگيرين جي ٻيو ڪجهه به نه آهي. اهي يادگيريون جڏهن منهنجي چوڌاري پنهنجا پر پکيڙي ڦڙڪڻ لڳن ٿيون ته منهنجي دل جي گهراين ۾ رنج ۽ غم اچي واسو ٿو ڪري ۽ منهنجون اکيون ڳوڙهن سان ڀرجي وڃن ٿيون. منهنجي پياري- سونهن ديوي- سلميٰ هن رنگ برنگي دنيا کان پري وڃي چڪي آهي. ان جي يادگيري کي تازو ڪرڻ لاءِ، مون وٽ، پڳل/ ٽٽل دل کانسواءِ بس رڳو هن جي قبر موجود آهي.

هن جي قبر تي ماٺ جو مڪمل قبضو آهي، ليڪن اها ماٺ، خدا جي انهيءَ ڳجهه جو، جيڪو هن ڪفن ۾ لڪائي رکيو آهي، ڪو پتو نٿي ٻڌائي. هوا ۾ جهومندڙ هي سرو جون لامون، جن پاڙن وسيلي قبر ۾ پوريل جسم جي پوري ڪائنات کي دل کولي چوسيو آهي، تن کي به ڏنديون آڱريون اچي ويون آهن ۽ انهن جي چپن تي به خاموشيءَ جي مهر لڳل آهي. اهي به قبر جي ڳجهه بابت ڪا خبر نٿيون ڏين. صرف منهنجي پڳل دل جون چند هڏڪيون آهن، جيڪي هن جهان جي رهواسين لاءِ ان ڊرامي جو اعلان ڪري رهيون آهن، جيڪو محبت، حسن ۽ موت، دنيا جي اسٽيج تي پيش ڪيو.

بيروت شهر ۾ رهندڙ دوستو! جيڪڏهن ڪڏهن صنوبر جي وڻن سان ڍڪيل قبرستان ۾ اوهان جو وڃڻ ٿئي، ته ان ۾ داخل ٿيڻ وقت هورڀان هورڀان وکون کڻجو ته جيئن اوهان جي پيرن جو کڙڪو، ان ماٺيڻي شهر جي رهاڪن جي ننڊ نه ڦٽائي ۽ جڏهن توهان

سلميٰ جي قبر وٽ پهچو تہ چپ چاپ نهايت ادب سان اتي ڪي گهڙيون ترسي پئجو. ان بعد هن ان زمين کي جنهن هميشه لاءِ هنجي جسم کي پنهنجي اندر ۾ سانديي رکيو آهي، تنهن کي سرگوشيءَ ۾ منهنجا سلام چئجو. پوءِ هڪ ڊگهو ۽ ٿڌو ساهہ کڻي منهنجو ذڪر ڇيڙجو ۽ پاڻ کي هيئن مخاطب ٿجو:

”هيءَ جبران جي اميد جي قبر آهي- اهو جبران جيڪو سڄي حياتي پيار جو قيدي رهيو. هن ئي ڌرتيءَ تي هن جون خوشيون لٽجي ويون. هن جي زندگي ڳوڙهن ۽ ٿڌن شوڪارن ۾ وهي ويئي ۽ هو هميشه لاءِ پنهنجي مرڪ وڃائي ويٺو.“

ان ديوي جي قبر ويجهو سرو جي وڻن سان گڏ ان جو رنج ۽ غم بہ وڌي ويجهي ٿو. روزانو رات جو جبران جو روح ان قبر تي ڦرندو رهي ٿو ۽ سلميٰ کي ياد ڪري ٿو. ان قبر تي وڻ جهومن نہ ٿا ۽ بلڪ جبران جي روح سان ملي سلميٰ جي وڇوڙي تي ماتم ڪن ٿا. اها سلميٰ جيڪا ڪالهہ تائين زندگيءَ جي چپن تي هڪ سونهن ڀريو نغمو هئي، سا اڄ ڪنهن پراسرار مٽيءَ جو ڍير آهي.

منهنجي جوانيءَ جا دوستو! آئون اوهان کي منٿ ٿو ڪريان. توهان کي پنهنجي ان محبوبہ جو قسم، جنهن کي اوهان کي پيار ڪيو آهي ۽ جنهن کي توهان دل ڏني آهي، توهان منهنجي سلميٰ جي قبر تي گل چاڙهڻ نہ وسارجو. اي منهنجا دوستؤ توهان جيڪي گل منهنجي سلميٰ جي قبر تي چاڙهيندؤ، سي ماڪ جا اهي موتي بڻجي پوندا، جيڪي صبح جي اڪ مان ۽ گلاب جي پنکڙين تي پون ٿا.

# ڳجهو روڳ

منهنجا دوستو! توهان سڀني پريت جي ڀرئين ڀر کي ڏاڍي سرهائيءَ ۽ خوشيءَ سان ياد ڪريو ٿا؛ توهان ان خوشيءَ جي گذري وڃڻ جو ڏاڍي ڏک مان ذڪر ڇيڙيو ٿا، پر آئون انهن گهڙين کي هڪ اهڙي ٻانديءَ وانگر ياد ڪريان ٿو، جنهن کي بنديخاني جون سيخون ۽ پير ڪڙيون ياد ايندڀون هجن. توهان پنهنجي ننڍپڻ ۽ جوانيءَ جي وچ واري وقت جو گهڙيءَ گهڙيءَ ذڪر ڪريو ٿا. توهان لاءِ عمر جو اهو دؤر هڪ سونهري دؤر آهي، توهان جي سمجهه آهر، اهو دؤر هر قسم جي تڪليف کان خالي ۽ ڳنڀيءَ کان آزاد ۽ دؤر آهي، پر منهنجي لاءِ اهو دؤر هڪ خاموش غم جو زمانو آهي. ان دؤر منهنجي دل جي زمين ۾ ڏک جو ٻج پوکيو، جيڪو منهنجي دل جي گهراين ۾ پرورش پائيندو رهيو، پر ان غم کي علم ۽ ڏاهپ جي دنيا ۾، پنهنجي اظهار جو وجهه ان وقت مليو جڏهين پيار پير ڄمائي، منهنجي دل جا دروازا کوليا ۽ ان جي ڪنڊ ڪڙڇ کي نور سان روشن ڪري ڇڏيو. ان بعد پيار منهنجن سڏڪن ۽ ڳوڙهن کي زبان عطا ڪئي. توهان ڪلاڻن، تفريح گاهن ۽ ملاقات جي جڳهين کي ياد ڪريو ٿا. توهان گهڻين جي انهن ڪنڊن پاسن کي ياد ڪريو ٿا جن اوهان کي کيڏندي ڏٺو ۽ توهان جي ٻاراڻين ڳالهين کي ٻڌو. اهو سڀ ته ٺيڪ آهي. اوپر لبنان جو هڪڙو سونهن ڀريو ٽڪرو منهنجي نظرن جو پڻ مرڪز رهيو آهي. آئون جڏهن ٻه پنهنجون اکيون ٻوٽيان ٿو تڏهن پاڻ کي انهن ماٿرين ۽ ساوڪ ڀرين

وادين ۾ محسوس ڪريان ٿو، جيڪي پنهنجي جادوگريءَ عظمت ۽ شان سان ساڳيءَ ريت دل جي دامن کي پاڻ ڏانهن ڇڪن ٿيون. اهي اوچا ۽ بلند پهاڙ اڄ به ساڳئي شان شوڪت سان ۽ پنهنجين سربلند چوٽين سان آسمان کي چمڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهن. گوناگون شهر جي گهماگهميءَ جي غوغاءَ ڪان جنهن وقت پنهنجن ڪنن کي بند ٿو ڪريان، ته ان وقت مون کي ندين جي وهڪري مان ڦٽل نغما ۽ دريائن جا راڳ ۽ هوا ۾ جهومندڙ ٽامن جي سرسراهٽ ٻڌڻ ۾ اچي ٿي. سونهن جون اهي مڙيئي موهت ڪندڙ ادائون ۽ ڪرشمه سازيون جن جو هن وقت مان ذڪر ڪري رهيو آهيان، انهن جي زيارت ڪرڻ لاءِ منهنجي دل ائين تڙڦي رهي آهي، جيئن ڪو ڪيرپياڪ ٻار پنهنجي ماءُ جي ڇاتين سان چنبڙڻ لاءِ بيقرار ٿيندو آهي، ليڪن حسن جي انهن جادوگر رمزن منهنجي روح کي زخمي ڪري ڇڏيو. جواني جي ٻاٽ اونداهين ۾ قيد ٿيل منهنجو روح انهيءَ پکيءَ وانگر هو، جو ڪو ٻهري ۾ قيد رنج ۽ ڏک جون گهڙيون ڪاٽيندو هجي ۽ پکيئڙن جا ولر ان جي نظرن جي سامهون آسمان جي بي انت فضا ۾ آزاديءَ سان اڏامي رهيا هجن. بيشڪ انهن ماٿرين ۽ پهاڙن منهنجي تخيل کي اڏامڻ لاءِ پَرَ بخشيا. پر ڪڙين يادگيرين منهنجي دل جي چوڦير مايوسين جو ڇار اُٿي ڇڏيو.

آئون جڏهن به پنين ۾ پوک جي ساوڪ ڀرين نظارن ڏسڻ لاءِ ٿي نڪتس ته بيحد مايوس ٿي واپس ٿي وريس، پر ڪيتري به ڪوشش ڪندي ان مايوسيءَ جو سبب سمجهه ۾ نٿي آيم. جنهن وقت نيري اڀ ڏانهن نظر کڻي ٿي نهاريم ته منهنجي دل ٻيهي ٿي وئي. جڏهن به پکيئڙن جون ٻوليون ٿي ٻڌم ۽ بهار جي نظارن کي ٿي ڏٺم ته اچرج ۾ اچي ٿي ويس، پر ان اچرج جي سبب جي سڌ

نتي پيم. پڌو اٿم تہ يورڙائپ ماڻهوءَ جو مغز خالي ڪريو ڇڏي ۽ سڪٽو مغز آخرڪار ڳتين کان ڇڏايو ڇڏي. تي سگهي تو اها انهن ماڻهن جي چوٽي هجي جيڪي پيدائشي مرده دل هجن ۽ دنيا ۾ لاش وانگر حياتي گهارڻ جا خواهشمند هجن. ليڪن هڪ حساس نوجوان، جيڪو احساس جي بي پناهہ قوت جو مالڪ هجي ۽ ساڳئي وقت اڃا علم جي دولت مان پوري طرح نہ پرايو هجيس، سو ان دنيا ۾ نهايت ئي اپاڳو انسان ليکبو: ڇاڪاڻ جو اهڙين حالتن ۾ هن سان ٻہ قوتون جنگ جوتين ٿيون. هڪ قوت اها آهي جا ان جي روح کي روشن بڻائي، کيس مانُ ۽ مرتبو عطا ڪري ۽ حسين خوابن ذريعي زندگيءَ جي سونهن جي جهلڪ ڏيکاري ٿي. ٻي قوت ان کي پستين ڏي مائل ڪري کيس پنهنجو ڳيجهو بڻائي ان جي اکين ۾ ڏوڙ وجهي مٿس پوري طرح غالب پئجي، کيس ڏکن جي اوڙاهہ ۾ اڇلي ٿي.

ظاهر ۾ گوشہ نشينيءَ جا هٿ ڪپهہ وانگر نرم ۽ نازڪ نظر اچن ٿا، پر ان جون سخت آڱريون جنهن وقت دل ۾ ڦٻن ٿيون تہ ان کي رنج ۽ غم جو آستانو بڻائين ٿيون. تنهائي غم جي دوست آهي پر ان ڳالهہ کان بہ انڪار ڪونهي تہ هوءَ روحاني بلندين ۽ سرفرازين جي مددگار ۽ معاون بہ آهي.

ان ننڍڙي ۽ حساس نوجوان جو روح في الحال سوسن جي نرم ۽ نازڪ، نئين ڪليل گل وانگر هو، پر ان رنج ۽ الم جا ڏڪ پئي کاڌا. اهڙو روح صبح جي هلڪي هير گهلڻ تي بہ ڏکي ويندو آهي ۽ پنهنجي اندر جي پوري ڪائنات کي کولي ڪٽي سامهون رکندو آهي ۽ شام ٿيندي ئي پنهنجي ڪليل پنکڙين کي سهيڙيندو آهي. زندگيءَ جي انهيءَ منزل تي جيڪڏهن اهڙي نوجوان کي سير ۽ تفريح توڙي

دوستن جون محفلون ميسر نہ ٿين ٿيون تہ ان جي حياتي هڪ اهڙو قيد خانو بڻجي پوي ٿي، جنهن ۾ هن کي ڪوريئڙن جي چار ۽ ڪيڙن ۽ ماڪوڙن ڪانسواءِ ٻي ڪا شيءِ نظر نٿي اچي.

جنهن مايوسيءَ منهنجي زندگيءَ کي گهيري ورتو هو، تنهن جو سبب تفريح جي گهٽتائي نہ هو ڇاڪاڻ جو آءٌ چاهيان ها تہ پاڻ لاءِ تفريح جو جڳهو سامان پنهنجي اردگرد گڏ ڪري ٿي سگهيس. ان مايوسيءَ جو اصل سبب هڪ مخفي روڳ هو جنهن جي هئڻ جي ڪري آئون تنهائيءَ ۽ خلوت جو چاهڪ بڻجي پيو هيس. اندر جي انهيءَ اندروني روڳ، منهنجي راند روند ۽ گهمڻ ڦرڻ جي خواهش کي بلڪل فنا ڪري ڇڏيو هو. هن روڳ منهنجن پانهن جو پل ڪسي ورتو هيو ۽ منهنجي حالت پهاڙ ۾ ڇپيل پاڻيءَ جي هڪ اهڙي تلاءُ جهڙي ڪري ڇڏي هئي، جنهن جي سانتيڪي سطح، وڻن ۽ ڪڪرن جي سهڻين رنگن روپن جو اولڙو ڏاڍي خوبيءَ سان ڏيکاري ٿي سگهي، مگر اهو ڪنهن جهونگاريندڙ نديءَ وانگر سمنڊ سان وڃي ملڻ لائق نہ هو.

ارڙهن ورهين جي عمر تائين پهچڻ کان اڳ تائين منهنجي زندگيءَ جو پس منظر اهو ئي هو. اهو سال منهنجي زندگيءَ ۾ سڀ کان مٿاهين چوٽيءَ جي حيثيت رکي ٿو، ڇاڪاڻ جو اهو ئي سال آهي جنهن منهنجي اونداهي اندر ۾ علم جي شمع روشن ڪري بني نوع انسان جي تقديرن جي هيٺائين مٿانهين کي سمجهڻ جي سگهه عطا ڪئي. ائين سمجهو تہ ان سال مون ٻيهر جنم ورتو. ڇو جو جيستائين انسان ٻيهر جنم وٺي، نئين سر نئو اڀري، تيستائين هن هستيءَ جي ڪتاب ۾، ان جي زندگي، اڇي پني کان وڌيڪ حيثيت نٿي رکي. اهو ئي پهريون سال آهي، جنهن ۾ مون ڄاڃيو

تہ آسمان تان فرشتا جوهہ وجهي مون ڏانهن نهاري رهيا آهن. مون اهو بہ چاٺي ورتو تہ دوزخ جا شيطان بہ هڪ اڍنگي فطرت واري انسان جي دل ۾ پيهي، مون کي ڪاوڙ مان گهوري رهيا آهن. جيڪو شخص هن زندگيءَ جي لڳائيءَ چڱائيءَ ۾ فرشتن ۽ شيطان جو مشاهدو نٿو ڪري، سو علم ۽ حڪمت کان ڪوهين دور رهندو. اهڙي شخص جو روح، پاڇهہ ۽ محبت جي مفهوم کان خالي رهندو.

# تقدير جو هٿ

مان انهيءَ سونهن ڀريءَ سال جي بهار جي مند ۾ بيروت شهر ۾ رهيل هيس، جنهن ۾ سينيءَ باغن کي بهار جي هٿن طرحين طرحين گلڙن سان سينگاري ڇڏيو هو ۽ ائين پئي لڳو ته ڌرتي پنهنجا مڙيئي مخفي خزانا اڀ اڳيان کڻي کولي رکيا آهن. نارنگين ۽ صوف جا وڻ، حورن ۽ ڪنوارين وانگر پنهنجين تمام دلفريبن سان سينگاريل هئا، جن کي قدرت، شاعرن جي وجدان ۽ ويچار جي وسعت لاءِ اڇو پاڪيزه لباس ڍڪائي ، خوشبوءِ سان معطر ڪري ڇڏيو هو.

بهار جي مند هر ملڪ ۾ حسين هوندي آهي، پر لبنان ۾ ته اها ويتر وڌيڪ دلپذير ٿئي ٿي. بهار جو روح هر ملڪ ۾ ڦيرا ڏئي ٿو، پر لبنان ۾ ته هو ٽلندو رهي ٿو. ان جي ٽور ڏسڻ وٽان هوندي آهي ۽ اها بهار جي مند بادشاهن ۽ ڏاهن سان ڪلام ڪندي، لبنان جي دريائن سان سر ملائيندي، راڳ جي دل وندرائيندڙ ترنم کي پکيڙيندي ۽ ان ملڪ جا عظيم ۽ شاندار لوڪ گيت ڳائيندي رهندي آهي. بهار جي موسم ۾ جڏهن لبنان، سرءُ جي مند جي گند ڪچري ۽ آرهڙ جي لُڪَ ۽ دز کان پاڪ صاف هوندو آهي، تڏهن ڪا پاڪ پوتر ڪنوار، ڪا نديءَ جي نياڻي، ڪنهن اڇي اُجري چشمي جي ڪنڌيءَ تي پنهنجي چڪلندڙ ۽ چمڪندڙ جسم کي سج جي شعاعن ۾ سڪائڻ ۾ رڌل هوندي آهي.

اپريل جي مهيني جي هڪ ڏينهن مان ڪنهن دوست سان ملڻ لاءِ ويس، جيڪو شهر جي گوڙ ۽ پيهَ کان ڪافي پري رهندو

هو. اسين ٻئي ڳالهين ۾ محو هئاسين تہ اوچتو هڪ معزز شخصيت جنهن جي عمر پنجهٺ سالن جي لڳ ڀڳ هوندي، سو اچي نڪتو. دوست سان گڏ مان بہ بزرگ لاءِ عزت وچان اٿي بيٺس. منهنجي دوست اسان ٻنهي جي هڪ ٻئي سان واقفيت ڪرائي ۽ پهريان هن معزز شخص جو نالو فارس آفندي ڪرامي ٻڌايو ۽ وري ڪيس نهايت سهڻي نموني ۾ منهنجو تعارف پڻ ڪرايو. هو پيرسن، چند سيڪنڊ پنهنجي مٿي تي آڱريون رکي مون ڏانهن غور سان تڪيندو رهيو، ڄڻڪ ڪا وسري ويل ڳالهہ ياد ڪري رهيو هجي. پوءِ مشڪندي منهنجي ويجهو اچي ۽ چوڻ لڳو: ”تون منهنجي هڪ پياري دوست جو پٽ آهين ۽ سچ تہ ان خوشي وچان منهنجو اندر جهومي اٿيو آهي جو آئون پنهنجو دوست تنهنجي وجود ۾ پسي رهيو آهيان.“

هي پيار ڀريا لفظ ٻڌي مان ڏاڍو متاثر ٿيس. مون کي هن جي وجود ۾ اها ئي دلڪشي ۽ ڇڪ محسوس ٿيڻ لڳي جا هر ڪنهن پنهنجي آکيري ڏانهن اڏامڻ لاءِ محسوس ٿيندي آهي. اسين سڀئي ويهي رهياسين. پوءِ ان پيرسن منهنجي پيءُ سان پنهنجي دوستيءَ جي سربستي ڪهاڻي ڪري ٻڌائي ۽ منهنجي پيءُ سان گڏ گهاريل گهڙين جون ڳالهيون ڪرڻ شروع ڪيون. هر پيرسن پنهنجي جوانيءَ جي ڏينهن کي ياد ڪري جوانيءَ جي موجن مان مزا ماڻيندو آهي ۽ ان وقت هن جي بي قراريءَ جو عالم، ان ڌارئي مسافر وانگر هوندو آهي جيڪو پنهنجي وطن واپس اچڻ لاءِ تڙڦندو آهي ۽ ماضيءَ جا داستان ٻڌائڻ ۾ اهڙو سرهو ٿيندو آهي جيئن ڪو شاعر پنهنجو بهترين نظم بار بار ٻڌائي محسوس ڪندو آهي. روحاني طور تي هو پنهنجي ماضيءَ واري دور ۾ حياتي گذارڻ جو تمنائي رهي ٿو، ڇاڪاڻ جو حال وچ وانگر لنگهي وڃڻ وارو ٿئي ٿو ۽ مستقبل.

پيرسن جي خيال موجب، قبر جي گمناميءَ جي ڪنڊ ڏانهن وڌندڙ وک هجي ٿو. پراڻين يادگيرين سان پريل هڪ ڪلاڪ جڻ ڪنهن رولاڪ ڪڪري جي ڇانوَ وانگر آيو ۽ گذري ويو.

جڏهن فارس آفندي اسان کان موڪلائڻ لڳو. تڏهن هن ڪجهه هٿ منهنجي ڪلهي تي رکي ۽ سڄي هٿ کي ڪيڪار لاءِ اڳتي وڌائيندي چيو، ”تنهنجي پيءُ سان ملئي اڄ ويهارو ورهه اچي گذاريا آهن ۽ اميد اٿم ته تون ان جي ڪميءَ کي پورو ڪندين ۽ وقت ڪڍي اچي مون سان ملندين.“

مون سندس مهرباني مڃيندي، پنهنجي پيءُ جي هڪ عزيز دوست جي حڪم جي بجاءِ آوري ڪرڻ جو وعدو ڪيو.

جڏهن فارس آفندي هليو ويو تڏهن مون پنهنجي دوست کان سندس وڌيڪ واقفيت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ورتي.

هن چيو: بيروت ۾ مون کي بيو ڪو اهڙو ماڻهو ڪونه ٿو سُجهي جيڪو ڏوڪڙ وارو ٿي ڪري به رحمدل هجي. هو انهن ٿورن ماڻهن مان آهي، جيڪي هن دنيا ۾ ڪنهن کي به ايذائڻ کان سواءِ هي جهان ڇڏي ويندا پر ان قسم جا انسان، دنيا ۾ بيوسيءَ واري زندگي گذارين ٿا. چاڪاڻ ته خدا جا اهڙا نيڪ ٻانها، سندن پسگردائيءَ ۾ پکڙيل شيطانن جو مقابلو ڪرڻ جوڳا نه هوندا آهن. هن کي هڪ نياڻي آهي سا به جهڙي ئي نيڪدل ۽ سلڇڻي آهي، جنهن جي سونهن سوڀيا بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي، ان هوندي به هوءَ لاچاريءَ واري زندگي بسر ڪري رهي آهي ۽ پٽس جو پيسو هن لاءِ آزار ثابت ٿيو آهي. ”هوءَ هينئر کان ئي ذلت جي کوهه جي ڪناري تي ويٺي آهي.“مون ڏٺو ته مون اهو جملو پورو ئي مس ڪيو ته سندس منهن تي رنج جا ڪڪر ڇانئجي ويا. هن ڳالهه جاري رکندي چيو:

فارس آفندي هڪ نيڪ سيرت ۽ سٺيءَ دل جو مالڪ آهي پر منجهس قوت ارادي جي گهٽتائي آهي. ماڻهو هن کي آسانيءَ سان دوکو ڏئي ويندا آهن. هن جي نياڻي. سياڻي ۽ سلڇڻي هوندي به پنهنجي پيءُ جو حڪم اکين تي رکندي آهي ۽ اهوئي راز آهي جنهن پيءُ ۽ ڌيءَ جي زندگي زهر ڪري ڇڏي آهي. هڪ شيطان صفت انسان، جنهن کي هتي بشپ چوندا آهن. تنهن اهو راز معلوم ڪري ورتو آهي.

ظاهري طور تي هو پنهنجي شيطاني صفت کي تقدس جي پردي ۾ لڪائيندو پيو اچي ۽ ماڻهن کي اهو اعتبار ڏيندو پيو اچي ته هو چڱي ڪردار جو ڏڻي آهي. هو هن سر زمين تي مذهبي پيشوا آهي. ماڻهو هن جو حڪم اکين تي رکن ٿا ۽ ان جي پوڄا ڪن ٿا. هو ماڻهن کي رڍن ٻڪرين وانگر ڪوس گهر ڏانهن ڌڪيندو رهي ٿو. ۽ ان بشپ جو هڪڙو ڀائٽيو آهي، جيڪو ڪلڇڻو ۽ نفرت جوڳو آهي پر نيٺ اهو ڏينهن به اچڻو آهي، جڏهن بشپ جو ڀائٽيو سندس سڄي پاسي ۽ فارس آفنديءَ جي نياڻي هن جي کٻي پاسي ويٺل هوندا ۽ بشپ جو منحوس هٿ انهن ٻنهي کي نڪاح جي بندڻن ۾ ٻڌندو. اهڙي طرح هڪڙي ڪنواري ۽ پاڪيزه دوشيزه، هڪڙي ڪريل ۽ ڪميڻي ماڻهوءَ سان شاديءَ جي بندڻن ۾ ٻڌي، ڏينهن وانگر روشن دل کي، انڌڪار ۽ اونداهيءَ ڪاهيءَ ۾ لاٿو ويندو." آئون فارس آفنديءَ ۽ ان جي نياڻيءَ بابت ان کان وڌيڪ پيو ڪجهه نٿو ڄاڻان.

ائين چئي هن پنهنجو منهن ڪٽي دريءَ ڏانهن ڪيو ۽ مون ائين محسوس ڪيو ته ڄڻڪ منهنجو دوست ڪائنات جي سونهن ۽ سوڀيا جو اپياس ڪري، انسان ذات جا مسئلا حل ڪرڻ ۾ مصروف

ٿي ويو آهي.

پنهنجي دوست جي گهران روانو ٿيڻ وقت مون ان کي ٻڌايو تہ آئون وعدو پورو ڪرڻ خاطر، ڪجهہ ڏينهن ۾ بابا سان سندس لاڳاپن کي اڳيان رکندي، فارس آفنديءَ جي گهر وڃي رهيو آهيان. منهنجي اها ڳالهہ ٻڌي هو تڪ ٻڌي مون ڏانهن گهورڻ لڳو. مون ڏٺو تہ هن جي منهن تي عجيب ڪيفيت طاري ٿي وئي هئي. مون محسوس ڪيو تہ منهنجن ٿورن لفظن هن اڳيان ڪو نئون راز کولي پڌرو ڪيو هو. مون کي هن جي اکين ۾ هڪ ئي وقت پيار، رحم، ڏک ۽ ملال جا آثار گڏ سڏ ڏسڻ ۾ آيا. هي اهڙي شخص جي نگاهہ هئي جنهن کي اچڻ وارا واقعا صاف نظر پئي آيا. ۽ پوءِ رحم جي جذبي کان هن جا چپ ڏڪڻ لڳا پر هو واتان ڪي ڪين ڪڇيو. مان موڪلائي روانو ٿيس، پر هن جي عجيب و غريب نگاهن، بدستور منهنجي پٺ نہ ڇڏي ۽ مون ان جو مطلب ان وقت سمجهيو جڏهن ان تجربيگاهہ جي مون کي بہ ڪجهہ ساڃهہ پيئي. هيءَ اها تجربيگاهہ هئي، جنهن ۾ دليون وجداني طور تي هڪٻئي جون ڳالهيون سمجهنديون آهن، جتي روح هڪ ٻئي کان چڱيءَ طرح واقف هوندا آهن.

# قربانگاهہ جي دروازي تي

اڪيلائيءَ ٿورن ئي ڏينهن ۾ مون کي بدحواس ڪري ڇڏيو. آئون ڪتابن جي خوفناڪ ۽ ڀيانڪ شڪلين مان ڪڪ ٿي پيس، ۽ پوءِ اوچتو هڪ ڏينهن مان ڪرائي تي گاڏي ڪري، فارس آفنديءَ جي گهر ڏانهن روانو ٿي ويس ۽ صنوبر جي وڻن جي انهيءَ جهڳٽي وٽ پهتس، جتي ماڻهو گهڻو ڪري پڪنڪ لاءِ ايندا آهن. هتان هڪڙو خانگي رستو شروع ٿئي ٿو جنهن جي ٻنهي پاسي توتن جا ڊگها وڻ پوکيل هئا ۽ ڪجهہ اڳيرو سامهون گاهہ جو مخملي فرش ۽ انگورن جون وليون لڳل نظر آيون. جن جي پسگردائيءَ ۾ رنگ برنگي گل پنهنجون بهارون ڏيکارڻ جون تياريون ڪري رهيا هئا.

ڪجهہ گهڙين ۾ گاڏي اچي ان جڳهہ تي بيٺي، جنهن جي چوڌاري هڪ سهڻو باغ هو، جنهن مان، گلاب، گيندي ۽ چنبيليءَ جا گل پنهنجي خوشبو هوا ۾ پکيڙي رهيا هئا. مان گاڏيءَ مان لهي باغ ۾ داخل ٿيس تہ ٻريان فارس آفندي پئي آيو، هُو ڏاڍيءَ سڪ مان مليو ۽ گهر اندر وٺي هليو. هن کي اهڙي خوشي حاصل ٿي، جهڙي هڪ مهربان ۽ شفيق پيءُ کي پنهنجو نيڪ اولاد ڏسي ٿيندي آهي. هو منهنجي پرسان ٿي ويٺو ۽ پوءِ مون کان منهنجي زندگيءَ، مستقبل ۽ علم پرائڻ بابت اڻ ڳڻيا سوال پڇيائين، جن جا جواب مون پڻ ساڳئي گرمجوشيءَ ۽ هيج مان ڏنا. منهنجي ڪنن ۾ عظمت ۽ توقير جا گيت ٻرڻ لڳا. مون ائين ٿي ڀانيو تہ ڄڻڪ مون اميدافزا خوابن

جي سانتيڪي سمنڊ ۾ سفر پئي ڪيو. ايتري ۾ هڪڙي خوبصورت نوجوان ڇوڪري صاف شفاف سفيد بوسڪي ڀهريل دروازي جي مخملي پردي پويان ڪمري ۾ داخل ٿي. فارس آفنديءَ آٿون ٿئي ڇڻا پنهنجون پنهنجون ڪرسيون ڇڏي اٿي ڪڙا ٿياسين.

هن هڪ خوبصورت دوشيزه جي واقفيت ڪرائيندي چيو تہ هيءَ منهنجي ڌيءَ سلميٰ آهي ۽ مون ڏانهن اشارو ڪندي چيائين "قسمت پنڙي جي صورت ۾ منهنجي هڪ پراڻي همدم ۽ سنگتيءَ ساڻ ملاقات ڪرائي آهي."

سلميٰ اهو ٻڌي مون ڏانهن ڀرپور نگاهن سان ڏٺو. شايد هن کي يقين ڪونہ هو تہ ڪو مهمان صبح ساڻ سندن گهر ويٺو آهي. جڏهن مون سندس سوسن جي اڇي گل جهڙو نرم ۽ نازڪ هٿ پنهنجي هٿ ۾ ورتو تہ هڪ اهڙي ڏک منهنجي دل کي بيقرار ڪيو جنهن جو بيان نٿو ڪري سگهجي.

اسين سڀ ماٺ ۾ ويٺا رهياسين. ان سانت ۾ ائين لڳو ڄڻڪ ڪمري ۾ داخل ٿيڻ وقت سلميٰ پاڻ سان گڏ سرمندي روح آندو هو، جنهن جي تعظيم لاءِ ماٺ ۽ سانت ضروري هئي. نيٺ سلميٰ کي ان ماٺ ۽ سانت جو احساس ٿيو. هن مشڪي مون ڏي ڏٺو ۽ چوڻ لڳي:

"بابا پنهنجي جوانيءَ جا گهڻائي داستان مون کي ٻڌايا آهن. انهن داستانن ۾ اهو زمانو ذڪر لائق آهي جيڪو بابا ۽ اوهان جي والد جو هڪ ٻئي جي ساٿ سنگت ۾ گذريو. جيڪڏهن اوهان جو والد بہ ساڳيءَ حب سان پنهنجي دوست ۽ همدم جو ذڪر ڪندو رهيو هوندو تہ پوءِ پڪ اٿم تہ هيءَ ملاقات اسان جي پهرئين ملاقات نہ هوندي."

پوڙهي جڏهن سلميٰ کي انهيءَ انداز سان ڳالهائيندي ڏٺو ته ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چوڻ لڳو، ”سلميٰ ڏاڍي جذباتي آهي. هوءَ هر شيءِ کي پنهنجي روح جي اکين سان ڏسي ٿي.“

ان بعد پوڙهي آفنديءَ پنهنجي ڳالهه ٻولهه ۾ ڪجهه تبديلي پيدا ڪئي، جنهن مان احتياط ۽ تڪلف جهلڪڻ لڳو. مون کي ائين محسوس ٿيو ته ڄڻڪ هن جي نگاهن، مون ۾ اها طلسمي ڪشش معلوم ڪري ورتي آهي، جنهن هن کي يادگيرين جي پرن تي ڪئي، گذريل حياتيءَ جا گذريل ڏينهن گسن ٿي گهريا.

پنهنجي زندگيءَ جي حسين خوابن کي اڳيان رکندي جڏهن مون فارس آفنديءَ ڏانهن ڏٺو ته لڳو ته هڪڙي وڏي وڻ، جنهن زماني جي گرمين ۽ سردين کي اکئين ڏٺو آهي، تنهن مون جهڙي ضعيف ٻوٽي کي، جيڪو صبح جي هير لڳڻ تي به ڏڪڻ لڳندو آهي، قرب ۽ پيار جي پاڇي ۾ ڪئي ورتو آهي.

سلميٰ ٻنهي ماٺ هئي. ڪڏهن ڪڏهن اکيون ڪئي ڦيرائين مون ڏانهن ۽ پوءِ پيءُ ڏانهن ڏٺائين ٿي، ڄڻڪ هوءَ پنهنجي انداز سان زندگيءَ جي ڪتاب جي ڦيرئين ۽ آخري باب جو اڀياس ڪندي هجي. ڏينهن جا پهر باغ ۾ وڃڻي جلدي لنگهي ويا ۽ لبنان جي ٽڪرين کي سج جون آخري سونهري چميون ڏيندي ڏٺم. فارس آفندي انهيءَ وچ ۾ گرمجوشيءَ سان پنهنجي زندگيءَ جا واقعا بيان ڪندو رهيو. آئون به ڏاڍي سرت سان سڀ ڪجهه ٻڌي رهيو هوس- اوچتو هن جي خوشي مايوسيءَ ۾ تبديل ٿي ويئي.

سلميٰ دريءَ وٽ بيٺي هئي. هن جي اکين ۾ مايوسي هئي ۽ هوءَ ماٺ ۾ هئي، سونهن جي پنهنجي ٻولي ٿيندي آهي، جيڪا چپن مان نڪرندڙ آواز کان گهڻو مٿانهين، زمان ۽ مڪان جي قيد کان

مڪمل آزاد، هڪ سانتيڪيءَ ڊنڊ وانگر ٿيندي آهي. اها ٻولي، ڳائيندڙ ندين کي پنهنجي دل جي دامن ۾ سهيڙيو ماٺ ڪريو ڇڏي.

سونهن جي حقيقت فقط اسان جا روح ٿا سمجهن، جيڪي سونهن جو قرب حاصل ڪري، ان سان گڏ گونج ڪيڏي سرسبز ٿين ٿا. سونهن اسان جي ذهن کي حيرت ۾ اچرج ۾ وجهيو ڇڏي. لفظ ان جي حقيقت بيان ڪرڻ کان قاصر آهن. هيءَ هڪ اهڙي ڪيفيت آهي جيڪا اکين جي مشاهدي ۾ نٿي اچي سگهي. هيءَ هڪ تاثر آهي، جيڪو شاهد ۽ مشهود پنهي جي دلي ڪيفيتن مان جنم وٺي ٿو. ائين سمجهو تہ سونهن نور جي هڪڙي لاٽ آهي، جيڪا صرف هڪڙي پاڪباز ۽ تعظيم لائق روح مان ڦٽي نڪري ٿي ۽ جهڙي طرح زندگي، پاڻيءَ ۽ ڌرتيءَ جي اونهائين مان اُبري، گلن کي رنگ روپ ۽ خوشبو بخشي ٿي، اهڙيءَ طرح اها نور جي لاٽ، انساني جسم ۽ جان جي ڪنڊ ڪڙڇ کي روشن ڪريو ڇڏي.

حسن جي رهڻ جو حقيقي هنڌ، روحاني هم آهنگي آهي، جنهن جو ٻيو نالو آهي پيار، جيڪو فقط هڪ مرد ۽ هڪ عورت جي وچ ۾ ٿي سگهي ٿو.

ڇا! منهنجو ۽ سلميٰ جو روح پهرئين ملاقات ۾ رلي ملي ويو هو؟ اهو ئي سبب تہ نہ هو جو مان سندس سهڻي صورت کي ئي دنيا ۾ سڀ کان سرس سمجهڻ لڳو هوس؟ ڇا! مان جوانيءَ جي مڌ جي نشي ۾ چور، هڪ اهڙي چيز جي وجود کي تسليم ڪري رهيو هوس، جيڪو اتي ڪونہ هو؟ ڇا! جوانيءَ منهنجي نظر کي منڌي ڇڏيو هئو، جو آئون حقيقتن جو اپياس ڪرڻ بدران، هن جي اکين جي چمڪ، چپن جي مناج ۽ قيامت خيز قد ڪاٺ ۾ ٻڏي ويو هوس! يا ائين هو تہ هن جي مرڪ جي مناج ۽ جسماني بيهڪ،

منهنجي نيڻن کي نور بخشي، مون کي پيار جي خوشين ۽ غمن جي لذت کان واقف ڪيو هو؟

انهن سوالن جو جواب ڏيڻ سولو ڪونهي، پر مان هڪ حقيقت بيان ڪري رهيو آهيان تہ ان وقت مون تي اهڙي ڪيفيت طاري ٿي وئي هئي جا هن کان اڳ مون ڪڏهن بہ پاڻ تي محسوس ڪانہ ڪئي هئي. پيار جو اهو انوکو جذبو آهستگيءَ سان منهنجي دل جي وسعتن ۾ پيهي ويو هو ۽ اهو جذبو ان روح وانگيان هو جيڪو هن ڌيک ويک واري دنيا جي پيدا ٿيڻ وقت پاڻيءَ جي وسعتن مٿان ڦري رهيو هو. ان انوکي جذبي مون کي پيار بخشيو. اتان ئي منهنجي خوشيءَ ۽ ڏک جي شروعات ٿي. اها هئي منهنجي سلميٰ سان پهرئينءَ ملاقات جي ڪهاڻي.

هاڻ مون کي قدرت جي هٿ، جوانيءَ ۽ اڪيلائيءَ جي زنجيرن مان آزاد ڪري پيار ڪندڙن جي جلوس ۾ شامل ڪري ڇڏيو.

هن دنيا ۾ اصل آزادي آهي پيار، ڇاڪاڻ جو اهو جوهر، روح کي ايڏي اوچائي ۽ وسعت ٿو بخشي جو انساني قانون ۽ فطرت جو نظام بہ ٿي گڏجي بہ ان جون راهون نٿا ڦيرائي سگهن.

مان موڪلائي هلڻ لاءِ اجان اٿيس ئي مس تہ فارس آفندي منهنجي ويجهو اچي بيٺو ۽ سنجيدگيءَ سان چيائين:

” هاڻي هي گهر تنهنجي لاءِ ڪنهن ڌارئي جو گهر ناهي، اڄ کان توکي هن گهر کي پنهنجو گهر سمجهي ڇڏڻ کپي. تون هن گهر ۾ ايندو ڪج ۽ ائين سمجهج تہ تون پنهنجي گهر ٿو اچين. آئون تنهنجو پيءُ آهيان ۽ سلميٰ تنهنجي ڀيڻ.“

ائين چئي هن سلميٰ ڏي ڏٺو، ڇڻڪ هن کي پنهنجي بيان جي تصديق ڪرائڻي هجي. سلميٰ بہ هائوڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو ۽ مون ڏي

اهڙي طرح ڏنو ڄڻڪ ڪيس ڪو دل گهريو دوست ملي ويو هجي.

فارس آفنديءَ جي انهن لفظن مون کي ۽ هن جي ڏيءُ کي پيار جي ساڳيءَ قربانگاهہ اڳيان اچي بيهاريو هو. انهن لفظن ۾ سڀ ڳ ء پاڪيزگيءَ جو نغمو هو. ان نغمي کان منهنجي اوچائي ۽ وسعت شروع ٿي ۽ آخر ۾ اهو ئي نغمو منهنجي سورن جو سامان بڻيو. ان نغمي اسان جي روحن کي نور ۽ نار، روشني ۽ باهہ جي دڳ لاتو. اهو نور ۽ پسمر ڪري ڇڏڻ وارو باهہ جو شعلو گويا اهڙي ڪڙي ۽ مٺيءَ مڌ مثل هو، جنهن مان اسان پنهنجي روحن کي ريج ڏنو هئو.

منهنجي موڪلائڻ تي پوڙهو آفندي باغ جي آخري ڪنڊ تائين مون کان موڪلائڻ لاءِ آيو. ان وقت منهنجي عجيب حالت هئي. منهنجي دل ڪنهن پياسي جي چپن وانگر ڦڙڪي رهي هئي.

# اڄي آجري روشني

اپريل جو مهينو اڄي پورو ٿيو هو. مان دستور موجب فارس آفنديءَ جي گهر پيو ايندو ويندو هيس. منهنجون سلميٰ سان باغ ۾ ملاقاتون بہ ٿينديون رهنديون هيون، مان سلميٰ جي سونهن کي تڪيندو، سندس ذهانت تي اچرج ۾ ايندو ۽ روزانو سانتيڪي سور جون سوڻون سٺندو رهندو هوس. مان ائين ڀائيندو هيس تہ ڪا اڻ ڏٺي طاقت مون کي ڇڪي ان پاسي وٺي ويندي هئي.

هر ملاقات مون کي سندس سونهن جي نئين معنيٰ ۽ مطلب تي سمجهايو ۽ هن جي دل ليڀائيندڙ روح کي سمجهڻ لاءِ مون کي بصيرت بخشي. آهستي آهستي سلميٰ جو وجود منهنجي لاءِ هڪ ڪتاب بڻجي پيو، جنهن جي هرهڪ صفحي جي اڀياس ڪرڻ ۽ ان جي شان ۾ گيت ڳائڻ لڳو هيس، پر ان هوندي بہ ان ڪتاب جو پورو اڀياس ڪري نہ سگهيس.

سلميٰ هڪ اهڙي عورت هئي، جنهن کي قدرت نہ رڳو ظاهري پر روح جو بہ حسن بخشيو هو. هن جي سموري وجود ۾ سچائي هئي. هوءَ ساڳئي وقت هڪ ڪليل راز بہ هئي تہ سربستي حقيقت پڻ، جنهن کي صرف پيار سمجهي ۽ تقدس ڇهي ٿي سگهيو. اهڙي سراپا سونهن جو جيڪڏهن ڪو شخص ويهي تفصيل سان بيان ڪندو تہ سونهن پنهنجو وجود وڃائي ويهندي.

سلميٰ جو وجود روحاني ۽ جسماني سونهن جو سهڻو ميلاپ هو. جنهن شخص ان کي نہ ڏٺو آهي، تنهنجي اڳيان ان جي ڪهڙي ساراهہ ڪريان!

ڇا ڪو بي روح، ڪويل جي ڪوُڪوُ، گلاب جي خوشبوءِ ۽ وهندڙ ندين جي ساهه ڪڻ جو تصور سمجهي سگهي ٿو؟ ڇا ڪو قيدي جيڪو قيد خاني اندر ڳرين زنجيرن ۾ جڪڙيل هجي سو صبح جي ٿڌڙي ۽ هلڪڙي هير جي همراهيءَ جي دعويٰ ڪري سگهي ٿو؟ ڇا منهنجو اهو فخر اجايو آهي، جو مان سلميٰ کي لفظن ۾ بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان. مڃان ٿو ته مان چمڪندڙ، چلڪندڙ ۽ روشن رنگن هوندي به سلميٰ جي تصوير نٿو ٺاهي سگهان. پر! رڻ پٽ ۾ جتي ڪنهن بڪايل کي ست رڃيون ملڻ جي اميد نه هجي ته پوءِ سڪل ماني ڀُڳيو به ان لاءِ وڏي نعمت نه هوندو؟

سفيد سلڪ پهريل سلميٰ، چنڊ جي ان شفاف ڪرڻي وانگر هئي، جيڪو دريءَ مان ڪمري ۾ داخل ٿي رهيو هو. هوءَ هلي ٿي ته ان جي نور ۽ لوڏ ۾ پاڪيزگي ٿي محسوس ٿي. هن جي آواز ۾ نزاڪت ۽ مناج پريل هيو. هن جڏهن ڳالهايو ٿي ته لفظ هن جي چپن مان ائين ٿي ڇڻيا جڻ هوا جي جهوٽن تي گلن جي پنکڙين تان ماڪ ڦڙا ٿي ڪريا.

هاءِ، سلميٰ جو روشن روح! دنيا جي ڪنهن به ٻوليءَ ۾ ان جو بيان نٿو ڪري سگهجي. هن جي چهري تي پکريائين نماڻائي ۽ نراسائي نمودار ٿئي ٿي ۽ پوءِ ان ۾ سرمدي سرفرازي ۽ سربلندي جهلڪندي نظر اچي ٿي.

سلميٰ جي چهري جي سونهن کي، قديم يوناني ۽ رومي معيارن تي پرکڻ ٺيڪ ناهي. هن جو حسن هڪ الهامي خواب وانگر زمان ۽ مڪان جي قيد کان آزاد هو، جنهن ڪري ڪنهن پٿر گهڙيندڙ ڪاريگر جي ڇيڻيءَ جي ڪاريگري ان جي مورت گهڙي نه ٿي سگهي. سلميٰ جي خوبصورتي ان جيسونهري ۽ پورن وارن ۾

ڪانہ هئي، بلڪ ان تقدس ۽ پاڪيزگيءَ ۾ هئي، جنهن سندس چوڌاري هڪ گول دائرو ٺاهي ورتو هو. ان جي خوبصورتي سندس وڏين وڏين اکين ۾ نہ، بلڪ ان نور ۾ لڪل هئي، جنهن جو چشمو هن جي نيڻن مان ٿي ڦٽي نڪتو. شايد اوهان سمجهو تہ هن جي خوبصورتيءَ جو اصل راز هن جي ڳاڙهن چپن ۾ لڪل هو- نہ- هن جي سونهن جو اصل راز سندس منڙن لفظن ۾ هو. ائين بہ ڪونهي تہ هن جو اصلي حسن سندس روح جي پاڪيزگيءَ سبب هو جيڪو هڪ اڇيءَ اجريءَ روشنيءَ وانگر اب ۽ ڌرتيءَ جي وچ ۾ جهلڪا ڏيڻ ۾ رڌل هو.

هن جي سونهن شاعري هئي. اڙي هي مون ڇا چيو! شاعر تہ ويچارا سدائين غمن هاٿا تيندا آهن. هنن جو روح جيترو اوچائيءَ تائين پهچي سگهندو هو، ايترو وڌيڪ رنج ۽ الم ۾ وڪوڙيا ويندا آهن.

سلمٰي ڳالهائيندي گهٽ ۽ غور ۽ ويچار وڌيڪ ڪندي هئي. هن جي ماٺ اهڙي نغمي وانگر هئي جيڪو انسان کي خوابن جي اهڙي دنيا ۾ وٺي ويندو آهي، جتي هو پنهنجي دل جي ڌڪ ڌڪ ٻڌي سگهندو آهي ۽ پنهنجي اميدن ۽ احساسن کي عين پنهنجي اکين سامهون ڏسي سگهندو آهي.

هوءَ سموري حياتي غمگينيءَ جي چادر ۾ ويڙهي رهي، پر جهڙي طرح گلڙن سان تمتار وڻ صبح جي ڪوهيڙي ۾ وڌيڪ دلڪش ۽ خوبصورت پيو لڳندو آهي، تهڙي طرح غمگينيءَ سلمٰي جي دلفريبيءَ ۽ عظمت ۾ ويتر اضافو ٿي ڪيو.

اها مايوسي ئي هئي جنهن اسان ٻنهي جي روحن ۾ هڪ جهڙائي پيدا ڪري ورتي هئي. اسان هڪ ٻئي جي دلين جي مخفي

ڏڪ ڏڪ ڀڏي ٿي ورتي ۽ هڪ ٻئي جي دل جي ڌڙڻ جي راز کي سمجهي ورتو هو. اسان جا جسم جدا هيا پر روح رليل هئا ۽ اسان جي جدائيءَ جو مطلب ڏکن ڏولاون کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه هو.

مايوس ۽ غمگين روح کي ساڳئي قسم جي روح جي قرب ۾ آرام اچي ٿو. اهڙن روحن ۾ هڪٻئي لاءِ هڪ خاص تڙپ ۽ ڪشش ٿئي ٿي. اهي روح هڪ ٻئي کي ڏسي ان پرديسيءَ وانگر خوش ٿيندا آهن، جنهن کي ڌارئي يا اڻڄاتل ملڪ ۾ هم وطن ملي ويندو آهي. اهي ٻه دليون جن کي مشترڪ غم ۽ ڏک هڪ ڪري ڇڏيو هجي، تن کي وڏي کان وڏي خوشي به هڪ ٻئي کان ڌار نٿي ڪري سگهي. جيڪو پيار سورن جي سمنڊ مان پاڪيزگي حاصل ٿو ڪري ان جي سونهن سدائين قائم رهي ٿي.

# طوفان

هڪ ڏينهن فارس آفنديءَ مون کي رات جي مانيءَ جي دعوت ڏني. منهنجو روح ان روحاني مانيءَ لاءِ بيقرار هو، جيڪا قدرت سلميٰ جي هٿن ۾ قابو ڪري رکي هئي. هڪ اهڙو طعام جيڪو جيترو ئو کاڇي اوترو ئي دلين جي بک وڌي ٿي. هيءَ اهو طعام هئو جنهن جي لذت کان قيس آشنا ٿيو ته ان جي دل سراپا نور بڻجي پئي. هيءَ اهو طعام آهي جنهن کي پيار جي ديوي، چمين جي مٺاڻ ۽ لڙڪن جي ڪوڙاڻ مان تيار ڪري ٿي.

مون فارس آفنديءَ جي گهر ۾ پير رکيو ته ڏٺم، سلميٰ باغ ۾ هڪڙي بينچ تي ويٺي هئي. هوءَ اڇي بوسڪيءَ جي لباس ۾ نئين نويلي ڪنوار ٿي لڳي يا ائين پئي لڳو ڄڻ ڪو پهريدار ان گهر جي سنڀال لاءِ مقرر آهي.

نهايت احتياط ۽ آهستگيءَ سان آئون سندس پرسان ويهي رهيس، پر مون ۾ ڳالهائڻ جي سگهه نه هئي. مون ماٺ رهڻ مناسب سمجهو. درحقيقت ماٺ ئي دلين جي حقيقي زبان آهي. مون کي خبر هئي ته سلميٰ منهنجي دل جو آواز ٻڌي ۽ منهنجي روح جي پاڇولن کي منهنجي اکين ۾ ڏسي رهي آهي.

گهڙي کن بعد پيرسن آفندي ٻاهر آيو ۽ اڳي مون کي ڏاڍي حب سان ڪيڪاريائين. مون کي ائين محسوس ٿيو ته ڄڻ هن مون ڏانهن ڪيڪارڻ لاءِ نه بلڪ انهيءَ اسرار جي سلامتيءَ لاءِ هٿ ڊگهيري دعا پئي گهري، جنهن مون کي ۽ سندس نياڻيءَ کي قربت

جي ڪڙيءَ ۾ ڪڙيو هيو. پوءِ هن چيو ته اچو ٻارؤ! طعام تيار آهي ۽ اسان سندس پويان هلڻ لڳاسين. ان وقت سلميٰ جي اکين ۾ خاص چمڪ هئي چاڪاڻ جو اڄ هن جي پيار جي دنيا ۾ تازن توانن ۽ خوشين سان ٽمٽار جذبن جنم ورتو هيو. جن جو اظهار سندس پيءُ اڄان هينئر ٻارؤ چئي ڪيو هو.

ڪاڏي جي ميز تي ڪاڏي جو لطف وٺي رهيا هئاسين. پراڻو شراب اسان جي سامهون پيو هو پر ان وقت اسان پنهي جو روح، هتان ڪان گهڻو پري، ڪنهن ٻيءَ دنيا ۾ هڪٻئي سان همڪلام هو. اسان جو روح، مستقبل ۽ ان جي مشڪلاتن جي ويچار ۾ گم هو.

. اسان ٽنهي جڻن جون ذهني ڪيفيتون هڪ ٻئي ڪان بلڪل نراليون هيون، پر پڪ سان ٽنهي جون دليون هڪ ٻئي جي پيار سان ٽمٽار هيون. اسان وٽ فقط جذبن جي دولت هئي. اسين ٽيئي معصوم هئاسين ۽ اسين ڪي عالم سڳورا ڪونه هئاسين. هڪ پوڙهو پيءُ هو جنهن ڪي پنهنجي ڌيءَ سان ڏاڍو پيار هو. جنهن ڪري هو ان جي خوشيءَ لاءِ انداز ڪان ٻاهر فڪرمند هو. جيڪو ڊرامي ۾ هڪ مکيه ڪردار جي حيثيت ۾ ڪم ڪري رهيو هو. ٻي ويهن ورهين جي نوجوان عورت هئي. جنهن ڪي مستقبل مايوس ڪندڙ پئي نظر آيو ۽ ٽيون شخص هڪ نوجوان هو جيڪو پنهنجن خوابن ۽ ڳڻتين ۾ گم هو، جنهن اڄان تائين حياتيءَ ۾ ڪجهه ڏٺو ئي ڪين هو. هو پيار ۽ چاڻ جي چوٽين کي چمڻ لاءِ سڪيو ٿي، پر اڄان تائين منجهس پرواز جي سگهه ڪانه هئي. اسين ٽيئي ڄڻا ان اڪيلي گهر جي هلڪيءَ روشنيءَ ۾ ڪاڏي ڪائڻ ۾ رُڌل هئاسين. ان هوندي به اسان جي دلين جي تهن ۾ رنج ۽ ڏک جي ڪوڙاڻ واسو ڪيو ويٺي هئي.

اڄا اسان ڪاڏو ڪائي مس پورو ڪيو ته نوڪرياڻيءَ اندر اچي

ٻڌايو تہ ٻاهر ڪو ملاقاتي آيو آهي، جيڪو فارس آفنديءَ سان ملڻ ٿو چاهي.“ اهو ملاقاتي ڪير آهي؟“ پيرسن نوڪرياڻيءَ کان پڇيو.

”بشپ صاحب جي طرفان ڪو پيغام کڻي آيو آهي.“ نوڪرياڻيءَ جواب ڏنو.

گهڙي کن جي لاءِ سڀ ڪرنيءَ ۾ ماٺ ٿي ويئي. فارس آفندي پنهنجي نياڻيءَ ڏانهن ڏٺو، هن جي نظرن ۾ ان ملاقات جا سڀيئي اسرار جهلڪي رهيا هئا، پوءِ هن نوڪرياڻيءَ کي چيو، ”ان ملاقاتيءَ کي اندر وٺي اچ.“

نوڪرياڻي ٻاهر وئي ۽ ڊگهين مڇن وارو هڪڙو ماڻهو مشرقي طرز جو لباس پهريل ، اندر داخل ٿيو. هن فارس آفنديءَ سان ڏاڍي عزت مان مخاطب ٿي سلام ڪري چيو:

”تقدس ماب جناب بشپ مون کي اوهان ڏانهن موڪليو آهي. پاڻ اوهان کي ياد فرمايو اٿن. اوهان سان ڪنهن ضروري مسئلي تي ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻي اٿن. سندن ذاتي گاڏي بہ گڏ آندي اٿم.“

نياپو ٻڌي پيرسن آفنديءَ جي چهري تي مايوسيءَ ۽ نراسائيءَ جا ڪڪر ڇانئجي ويا. هن جي منهن جي مرڪ غائب ٿي وئي ۽ ٿورو ويچارڻ کان پوءِ هو اسان وٽ اچي دوستاڻي لهجي ۾ مخاطب ٿي چوڻ لڳو، ”منهنجي موتي اچڻ تائين توهان هتي ئي هججو. هن اڪيلي گهر ۾ توهان جي رفاقت خوشيءَ جو سبب ٿيندي.“

ائين چئي هن سلميٰ ڏي نهاريندي، ان جي رضامندي گهري. سلميٰ پسنديدگيءَ جو اظهار ڪندي ڪنڌ لوڏيو. ۽ ائين ڪرڻ مهل هن جا ڳل گلاب جي گل جيان ڳاڙها ٿي ويا. هن چنگ کان بہ مٺي لهجي ۾ وراڻيو، ”آئون پنهنجي معزز مهمان کي خوش رکڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪنديس.“

آفندي بشپ جي گاڏيءَ ۾ چڙهي روانو ٿي ويو. جيستائين گاڏي نظر آئي سلميٰ جون اکيون ان ۾ ڪتل هيون، ان بعد هوءَ منهنجي اڳيان سائي رنگ جي سلڪ سان مڙهيل تخت تي اچي ويٺي، جنهن تي وينل هوءَ سوسن جي ان گل جهڙي لڳي رهي هئي، جنهن جو ڪنڌ، صبح جي هوا جهڪائي ڇڏيو هجي. اهو قدرت جو ڪرشمو هو جو اڄ رات جو هڪ عاليشان مڪان ۾، جيڪو چئني طرفن کان طرحين طرحين وڻن ۽ گلن ۾ گهيريل هو، مون کي ان جي ويجهڙائيءَ ۽ رفاقت جو موقعو مليو. اهڙو گهر جنهن ۾، پاڪيزگي، سانت، پيار ۽ سونهن هڪ ٿي وقت رهائش پذير هئا.

اسين ٻئي چپ چاپ ويٺا هئاسين، ائين ٻئي ڀانيوسين ته پهرين اڳلو ڳالهائڻ شروع ڪري، پر ٻن هم آهنگ روحن وچ ۾ نياپو رسائڻ جو ذريعو فقط گفتگو نه ٿيندي آهي، اهو ضروري ڪونهي ته ٻن دلين کي ملائڻ لاءِ چپن مان نڪتل لفظ ئي اظهار جو ذريعو ٿين.

ڳالهه ٻولهه کان به مٿانهين ۽ اعليٰ شيءِ اظهار جو ذريعو ٿي سگهي ٿي. خاموشي روحن کي منور ڪري، هڪ ٻئي جي ويجهو آڻڻ ۽ هڪ جهڙائي پيدا ڪرڻ لاءِ اسان جي دلين ۾ سرگوشيون ڪري ٿي. مـ ـ اسان کي پنهنجو پاڻ کان الڳ ڪري، روحن جي وسعت جو سير ڪرائي، حقيقت جي ويجهڙائي حاصل ڪرڻ ۾ مددگار بڻجي ٿي. پوءِ هڪ اهڙي منزل به اچي ٿي، جتي اسين ڀايون ٿا ته اسان جا جسم رڳو قيدخانو آهن ۽ هيءَ چلڪي واري دنيا، جلاوطنيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونهي.

سلميٰ مون ڏانهن ڏٺو، هن جي نگاهن سندس دل جو سارو حال چئي ڏنو. هن پوءِ آهستي چيو:

” هلو ته هلي باغ ۾ وڻن جي ڇانوَ ۾ وهون ۽ جتان پهاڙين

جي پويان چنڊ جي ايرڻ جو نظارو به ڪريون."

مان تعظيم سان حڪم جي تعميل ڪندي اٺي ڪڙو ٽيس ۾ تورو هيڪي وراڻيم:

"ڇا اهو بهتر نه ٿيندو ته جيسين چنڊ مٿي چڙهي، تيسين اسين هتي ئي ويٺا رهون. هن وقت چوڌاري ڪڪهه اوندهه آهي، سيني گلن ۽ وڻن تي ڪاراڻ جي چادر چڙهيل آهي، تنهن ڪري اسان کي ڪجهه به نظر نه ايندو."

سلمي چيو، "جيتوڻيڪ اوندهه، گلن ۽ وڻن کي اسان جي نظرن کان پري ڪري ڇڏيو آهي، پر اها اوندهه، اسان جي دلين جي پيار کي هڪ ٻئي کان هرگز لڪائي نٿي سگهي."

اهو جملو هن عجيب انداز ۾ ادا ڪندي، دريءَ ڏي ڪٽي منهن موڙيو ۽ ٻاهر ڏسڻ لڳي. مون مات ڪري هن جي لفظن تي ٻيئي ويچاريو ته ايتري ۾ هن پريون نظرن سان مون ڏانهن اهڙي طرح نهاريو ڄڻڪ هُن، جن احساسن جو اڃا هينئر اظهار ڪيو هو تن جي ورجائڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي، مگر هن جي خوبصورت اکين احساس جي تاثر کي ختم ڪرڻ بدران، منهنجي دل جي گهراين ۾ ان کي اڳي کان به وڌيڪ اجاگر ڪري ڇڏيو ۽ اهو سونهن ڀريو نغمو منهنجي يادگيريءَ جي صفحن تي ابد تائين نقش ٿي ويو.

هن دنيا ۾ هرڪو نيڪ ۽ چڱو ڪم انسان جي سيني ۾ موجود ماربندڙ ڳٽڳوٽ ۽ جذبي جو نتيجو ٿيندو آهي. پراڻين تهذيبن جون جيڪي عظيم نشانيون اڄ اسان کي نظر اچن ٿيون، سي وجود ۾ اچڻ کان اڳ ۾ ڪنهن نه ڪنهن مرد يا عورت جي سيني ۾ اول ته فقط هڪ خيال جي حيثيت سان اپريون هونديون. ساڳيءَ ريت اهي انقلاب جيڪي لکين انسانن جي قتل عام ۽ رت وهائڻ ڪانپوءِ آزاديءَ

جا ضامن بڻيا، سي شروع شروع ۾ ضرور ڪنهن هڪڙي فرد جي سوچ ويچار جو نتيجو هئا. جو منجهائن ئي هڪ هو. اهي جنگيون جن تباهيون آنديون، وڏيون وڏيون راڄڌانيون، حڪمرانيون ۽ سلطنتون نيٽ نابود ڪري ڇڏيون؛ شروع ٿيڻ کان اڳ تن جي آڳ جو آلو ڪنهن هڪڙي شخص جي دماغ ۾ لڪو وينو هو. عمدي ۽ اعليٰ ترين تعليم ۽ سکيا، جنهن انسان ذات جا وارا نيارا ڪري ڇڏيا آهن سا پڻ ڪنهن هڪڙي فرد، جنهن جي لياقت ۽ علم جي بلندين ان ڪم لاءِ ڪيس پنهنجي ماحول کان ذرا الڳ هٽائي رکيو هو، تنهن جي نيڪ ويچار جو نتيجو هئي. اهڙي طرح هرهڪ چڱو توڙي بڇڙو خيال شروعات ۾ ڪنهن هڪ فرد جي ذهن ۾ پرورش پائي ٿو. هڪڙو خيال ساڳئي وقت مصر جي احرام جي صورت ۾ به ظاهر ٿئي ٿو ته اسڪندريه جي ڪتب خاني جي تباهيءَ جي صورت ۾ به ملي ٿو.

ڪو ويچار توهان جي سربلنديءَ ۽ عظمت جو سبب ٿي سگهي ٿو ته ڪو اوهان کي پاڳلخاني ۾ زندگي بسر ڪرڻ جي دعوت ڏئي سگهي ٿو. عورت ذات جي هڪڙي نگاهه اوهان جي حياتيءَ جي پلوَ کي سڄي دنيا جي خوشين سان به پري سگهي ٿي ته اوهان جي بربادي ۽ تباهيءَ جو سبب پڻ ٿي سگهي ٿي. ساڳيءَ ريت ڪنهن شخص جي چپن مان نڪتل فقط هڪڙو لفظ اوهان کي خوشين سان مالامال به ڪري سگهي ٿو ته ساڳيو ئي لفظ اوهان کي ذلت جي کڏ جي تري ۾ به اڇلائي سگهي ٿو.

سلميٰ جي منهن مان نڪتل، ان رات وارن لفظن مون کي ماضيءَ ۽ حال جي سنگم تي گرفتار ڪري ورتو ۽ منهنجي حالت ان پيڙيءَ جهڙي وجي ٿي، جيڪا ڪُنن جي بنهه وچ ۾ لنگر هڻي بيٺي هجي. انهن لفظن مون کي جوانيءَ جي ڳهرواري ڳهري ننڊ مان

جاڳائي وڌو ۽ تنهائيءَ مان چوتڪارو ڏياري، مون کي حياتيءَ جي انهيءَ اسٽيج تي آڻي ڪڙو ڪيو جتي حياتي ۽ موت پنهنجو پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪن ٿا.

گلن جي هلڪي هلڪي خوشبو پنهنجي هڳاڻ ڦهلائڻ ۾ رڌل هئي. اسين باغ ۾ چنبيليءَ جي هڪڙي ٻوٽي ڀرسان اچي ويناسين ۽ نند ۾ محو، فطرت جي ساهه کڻڻ واري لذت سان آشنا ٿيڻ لڳاسين ۽ مٿان اڀ جون نيريون اکيون وجهه وٺي اسان جي زندگيءَ جو ڊرامو ڏسي رهيون هيون.

اولهه وارن ملڪن جا شاعر لبنان کي صرف قصن، ڪهاڻين ۽ روايتن جي سرزمين سمجهندا آهن. هن ملڪ کي حضرت سليمان حضرت دائود ۽ ٻين پيغمبرن جي روشن تاريخ ڪانپوءِ اهڙي طرح هڪ وساريل زمين ڪري ٿا ڄاڻن، جهڙي طرح حضرت آدم جي زوال ڪانپوءِ باغ عدن کي. مغربي شاعرن وٽ لبنان رڳو شعريت جو هڪ اصطلاح آهي، جتي هڪ پهاڙ آهي، جنهن جون سموريون ماٿريون، چئني طرفن کان صنوبر جي وڻن جي هيڪار سان واسيل آهن. جنهن وقت هو لبنان جو نانءُ ٿا کڻن، تنهن وقت هنن جو ذهن يڪدم ٽامي ۽ سنگ مرمر جي انهن عبادتگاهن ڏانهن هليو ٿو وڃي، جيڪي صدين کان مضبوط بيٺيون آهن ۽ جن جو وجود مٽائڻ جوڳو ناهي. هو پنهنجي اکين جي سامهون اهي هرڻن جا ٽولا ڏسن ٿا، جيڪي لبنان جي ماٿرين ۾ چرندا ڦرندا ٿا وتن. ان رات مون کي به لبنان هڪ سهڻي خواب وانگر نظر پئي آيو، ڇاڪاڻ ته آءٌ ان کي هڪ شاعر جي اک سان ڏسي رهيو هوس.

شين جي ظاهري شڪل شبيهه انسان جي اندروني احساس سان گڏ ڦرندي گهرندي رهندي آهي. اهو ئي سبب آهي جو وقتي

ڪي شيون خاص حسن ۽ دلڪشيءَ جو پندار نظر ايندپون آهن، حالانڪ اها سونهن ۽ دلڪشي اصل ۾ اسان جي دل ۽ نظر ۾ سمايل هوندي آهي.

چند جا ڪرڻا سلميٰ جي چهري، ڳچيءَ ۽ ٻانهن تي چمڪڻ لڳا ۽ مان ائين ڀانئڻ لڳس تہ هوءَ عاج جو هڪ بت آهي، جنهن جي حسن ۽ پيار کي ڪنهن سنگتراش بوچاريءَ ڏاڍيءَ تل ۽ ڏاهپ سان ويهي جوڙيو آهي. ايتري ۾ هن مون ڏانهن نهاريندي چيو:

” اوهان ماٺ ڇو آهيو؟ ڇا اهو مناسب ناهي تہ اوهان مون کي پنهنجي گذريل زندگيءَ جي پلن کان واقف ڪريو.“

جيئن ئي مون نظر ڪڻي ڏانهس نهاريو تہ مون کان ماٺ ڇڏائي ويئي ۽ مان چپ چوري چوڻ لڳس:

”ڇا جيڪي ڪجهہ مون هتي باغ ۾ اچڻ کان اڳ ۾ چيو هو سو توهان نہ ٻڌو هو. اهو روح جيڪو گلن جي ڳالهين ۽ خاموش نغمن کي ٻڌي نو سو منهنجي دل جي ڌڪ ڌڪ ۽ اندر جو آواز بہ ٻڌي سگهي ٿو.“

هن پنهنجو چهرو پنهي هٿن سان لڪايو ۽ ڪنبڊڙ آواز ۾ چوڻ لڳي:

” هائو، مون توهان جي دل جو آواز ٻڌي ورتو هو... مون هڪ اهڙو آواز جيڪو رات جي سيني ۽ ڏينهن جي اونهاين ۾ موجزن هو سو ٻڌي ورتو هو.

مان پنهنجي ماضيءَ ۽ پنهنجي وجود کي پلجي ويس ۽ منهنجي لاءِ جيڪڏهن ڪنهن شيءِ جو ڪو حقيقي وجود هو تہ اها صرف سلميٰ هئي. پوءِ مون هن جي ڳالهہ جو جواب ڏيندي وراڻيو:

” مون بہ تنهنجي دل جي ڌڪ ڌڪ ٻڌي ورتي هئي سلميٰ!

مون نغمن جي هڪ اهڙي لهر کي محسوس ڪري ورتو آهي، جنهن ساري ڪائنات ۾ لرزش پيدا ڪري ڇڏي آهي."

منهنجا اهي لفظ ٻڌي هن پنهنجون اکيون ڪٽي بند ڪيون ۽ مون ڏٺو تہ هن جي چپن تي مُرڪ ۽ مايوسيءَ جو عجيب ميلاپ نروار ٿيو. پوءِ هن آهستگيءَ سان چيو:

"مون کي خبر پئي آهي تہ آسمان کان اوچي، سمونڊ کان اونهي زندگي، موت ۽ وقت کان بہ وڌيڪ عجيب ڪا ٻي شيءِ آهي. اهو ڳجهہ مون تي اڄ کليو آهي."

ان وقت مون کي معلوم ٿيو تہ سلميٰ جو وجود هڪڙي دوست کان وڌيڪ پيارو، هڪڙي ڀيڻ کان وڌيڪ ويجهو ۽ هڪڙي محبوب کان وڌيڪ مٺو آهي. هاڻ سلميٰ هڪ مٿانهون خيال، هڪ بنهہ سهڻو سپنو ۽ منهنجي روح جو اهڙو جذبو هئي، جيڪو هر لحظي مون تي ويتر وڌيڪ غالب پئجي رهيو هو.

منهنجي خيال ۾ اها ڳالهہ ئي غلط آهي تہ ڪو پيار ڊگهي ميل ميلاپ ۽ سنگت جي ڪري پيدا ٿئي ٿو. اصل ۾ پيار، روحاني ويجهڙائيءَ جو ٻيو نالو آهي. جتي اها روحاني ڪشمڪش اک ڇنڀ ۾ پيدا نٿي ٿئي، اتي پيار جو ناتو سال تہ ڇڏيو پر صدين ۾ بہ قائم ٿي نٿو سگهي.

ان بعد سلميٰ پنهنجو ڪنڌ مٿي ڪنيو ۽ پري افق ڏانهن جتي سنين جو جبل اڀ کي چمي رهيو هو، اوڏانهن ڏٺو ۽ چيو:

"ڪالهہ تائين تنهنجو وجود منهنجي لاءِ هڪڙي ڀاءُ جو وجود هو، جنهن سان گڏ مان پنهنجي پيءُ جي مهربانيءَ جي ڇانوَ ۾ حياتي گذاري رهي هيس ۽ ان جي پرسان ماٺ ڪري ويهي رهندي هيس. اڄ مونکي ان هستيءَ ۾ هڪ عجيب ۽ وڌيڪ ڇڪ محسوس

تي ٽئي جيڪا پاڻ جي پيار ڪان بلڪل مختلف آهي. اها ڇڪ پنهنجو پاڻ ۾، هڪ انوکي پيار ۽ خوف جو ميلاپ سمايو بيٺي آهي. جيڪا منهنجي دل کي هڪ ئي وقت سرهائيءَ ۽ مايوسيءَ سان ڀري ٿي ڇڏي."

مون چيو:

"پيار جو اهو آڙاهہ جنهن ڪان اسين ڏڇي وڃون ٿا ۽ جيڪو دلين ۾ مچ مچائي، اسان کي ڏکئيءَ ۾ وجهي ٿو ڇڏي سو قدرت جو اهو قانون آهي، جيڪو چنڊ کي زمين جي چوڌاري ۽ سج کي خدا جي چوڌير ڦرڻ تي مقرر ڪري ٿو."

هوءَ پنهنجون نرم ۽ نازڪ آڱريون منهنجي وارن ۾ ڦيرڻ لڳي. هن جي منهن تي عجيب رونق نظر پئي آئي، پر سندس اکين ۾ اوچتو پرجي آيل ڳوڙها ائين وسڻ لڳا جڻڪ ماڪ جا ڦڙا، سوسن جي پنکڙين تي ڪري رهيا هجن. پوءِ هوءَ چوڻ لڳي:

"اسان جي هن ڪهاڻيءَ تي ڪنهن کي يقين ايندو ۽ اها ڳالهہ ڪير مڃيندو تہ اسين وهم ۽ شڪ جون سيئي سرحدون ٽپي چڪا آهيون. ائين بہ ڪير وسهندو تہ اپريل جي مهيني جن ٻن روحن کي هم آهنگ ڪري ڇڏيو آهي، سو اهو مهينو آهي جنهن اسان جي زندگيءَ کي مقدس ۽ پاڪ گهڙين ڪان واقف ڪري ڇڏيو آهي."

هن جو هٿ اجان تائين منهنجي وارن ۾ هو ۽ آئون انهيءَ خوبصورت هٿ جي پيٺ ۾، جنهن جون سهڻيون ۽ نازڪ آڱريون منهنجي وارن ۾ پئي ڦريون، شاهي تاج يا وڏي ڪان وڏي عظمت ۽ سربلنديءَ کي بہ هيچ ۽ هڪڙي ٽڪي جهڙو سمجهڻ لڳس.

پوءِ مون وراڻيو:

" ماڻهو اسان جي انهيءَ ڪهاڻيءَ کي ڪونہ مڃيندا، ڇاڪاڻ

جو ڪين خبر ٿي ڪانهي، تہ پيار جي حقيقت ڇا آهي؟ هن کي ڄاڻ ٿي ڪانهي تہ پيار هڪ اهڙو گل آهي جيڪو موسمن جي مدد ڪانسواءِ بہ وڌڻ ويجهڻ ۽ ڪڙڻ جي سگهہ ۽ لياقت رکي ٿو. ڇا سچ پچ اهو اپريل جو مهينو هو جنهن اسان کي پهريون ڀيرو پاڻ ۾ ملايو؟ ڇا واقعي اها ٿي حياتيءَ جي پهرئين گهڙي هئي، جنهن اسان جي زندگيءَ کي نهايت ٿي پاڪيزه ساعتن جي لذت کان واقف ڪيو هو؟

ڇا اها قدرت جي هٿ جي ڪاريگري ناهي جنهن اسان جي روحن کي خلقڻ کان اڳ ٿي هڪ ٻئي جي ويجهو ڪري ابد تائين هڪ ٻئي جي پيار جو قيدي ڪري ڇڏيو. انسان جي زندگي ماءُ جي پيٽ کان شروع ڪانہ ٿي ٿئي ۽ نڪي ڪي ان جي آخري منزل قبر جي ڪنڌ آهي. هيءَ ڪائنات جيڪا چنڊ تارن سان ڀري پيئي آهي، سا ٿي پيار ڀرين روحن جي رهڻ جي جاءِ آهي ۽ روح هميشه انهن چنڊ تارن جي چوڌطرف چڪر هڻندا ٿا رهن."

سلميٰ جيئن پنهنجو هٿ منهنجي مٿي تان هٽايو تہ مون پنهنجي وارن ۾ ڪا بجليءَ جي لهر محسوس ڪئي. هڪ خلوص واري پوڄاريءَ وانگر جيڪو قربانگاهہ ۾ داخل ٿيڻ وقت آشيرواد جي لاءِ چائنٺ چمندو آهي. مون سلميٰ جو هٿ کڻي پنهنجي هٿن ۾ جهليو ۽ پنهنجا ٻرندڙ چپ کڻي ان تي رکيم. مون هن جي هٿ کي ڏکهي ۾ ڏکهي چمي ڏني، جنهن جي يادگيري اڄ بہ منهنجي دل کي پگهرايو ٿي ڇڏي، جنهن جو مٺاج اڄ بہ منهنجي روح جي پاڪيزگيءَ جو ضامن آهي.

پورو ڪلاڪ ٿي ويو. منهنجي لاءِ ان ڪلاڪ جو هڪ هڪ منٽ سال سمان هو. رات جي خاموشيءَ، چانڊاڻ، گلن ۽ وڻن ملي جلي عجيب سمو پيدا ڪري ڇڏيو هو. اسين پيار ڪانسواءِ ٻيو سڀ

ڪجهہ وساري چڪا هئاسين. ايتري ۾ اچتو گهوڙي جي ٽاپن جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. اسين هڪدم دلڪش مدهوشيءَ مان سجاڳ ٿي، خوابن جي ماترين مان نڪري، رنج ۽ ڏک جي هن دنيا ۾ داخل ٿي وياسين. ڏٺوسين تہ پيرسن آفندي گاڏيءَ ۾ اچي سهڙيو آهي. اسين هن جي استقبال لاءِ باغ جي دروازي ڏانهن وڌياسين.

گاڏي باغ جي دروازي تي پهتي. فارس آفندي گاڏيءَ مان لهي اسان ڏي آهستي آهستي وڌڻ لڳو. پيرسن جو ڪنڌ جهڪيل هو ۽ ائين لڳو ٿي تہ ڄڻ هن جي ڪنڌ تي ڪو ڳرو بار پيل آهي. هو سلميٰ جي ويجهو آيو ۽ ان جي ڪلهن تي پنهنجا ٻئي هٿ رکي هڪ ٽڪ ڏانهس نهاريندو رهيو. تان جو هن جون اکيون پرجي آيون ۽ سندس گهنجيل ڳلن تان ڳوڙهن جا قافلا گذرندا رهيا. هن جا چپ ڏڪڻ لڳا ۽ پوءِ انهن تي مايوسي جهلڪڻ لڳي. هن جو آواز ڳرو ٿي ويو ۽ هن سلميٰ کي مخاطب ٿيندي چيو:

” منهنجي پياري سلميٰ ! اهو ڏينهن ويجهو اچي ويو آهي جڏهن توکي پنهنجي پيءُ جي پيار ڀري ڇانوَ ڇڏڻي پوندي ۽ تون هميشه لاءِ ڪنهن ٻئي شخص جي ٿي ويندينءَ. تقدير جا هٿ جلدي توکي هن سهڻي گهر مان ڪڍي ڪنهن ڪلئي ماحول ۾ نيندا. هاڻي هن باغ جي ڌرتي جنهن کي هيل تائين تنهنجي پيرن جي چمين جو فخر حاصل هو، سا ان عظمت ۽ وڏائيءَ کان محروم ٿي ويندي. هاڻي تنهنجو پيءُ تنهنجي لاءِ هڪ ڌاريو شخص ٿي پوندو. ڌڻي تعاليٰ توکي خوش ۽ آباد رکي، منهنجي اها ئي دعا آهي.“

اهو ٻڌي سلميٰ جي مکڙيءَ تي ڏک جا پاڇا ڇانئجي ويا. هن جون اکيون خوف ۽ ڊپ جي شدت کان، خشڪ ٿي ويون ۽ هوءَ مکڙي زخمي پکيءَ وانگر ڦٿڪڻ لڳي ۽ ڏک ۽ تڪليف سان پريل

ڏڪندڙ ۽ لرزندڙ آواز ۾ دانهون ڪرڻ لڳي:

" توهان ڇا چئي رهيا آهيو؟ مون توهان جو مطلب نه سمجهيو. توهان مون کي ڪنهن جي حوالي ڪري رهيا آهيو؟"

پوءِ هن جاسوسن وانگر ڪجهه ڳولهيندڙ نگاهن سان پيءُ ڏانهن ائين ڏٺو ڄڻڪ ان جي اکين ۾ لڪل راز معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي هجي. پر ڪن ڪانپوءِ هن کي سڀ سڌ پئجي ويئي. هوءَ چوڻ لڳي:

" آئون سمجهي ويس، مون کي سڀ ڪجهه پتو پئجي ويو آهي. بشپ منهنجو سڱ گهريو آهي ۽ هِن پڳل ڪنيڙائين پکيءَ جي لاءِ هُن تيليون ڪنيون ڪري ورتيون آهن ته جيئن هو مون کي پنجرو جوڙي قيد ڪري وٺي. اي منهنجا شفيق ۽ مهربان پيءُ! ڇا اهو سڀ ڪجهه اوهان جي مرضيءَ سان ٿي رهيو آهي؟"

ان سوال جي جواب ۾ فارس آفندي فقط هڪڙو اونهو ساهه کنيو. پر زبان مان کي به ڪين ڪڇيو ۽ هڪڙي مهربان پيءُ وانگر هو سلميٰ کي پاڻ سان گهر اندر وٺي ويو ۽ مان اڪيلو باغ ۾ ويٺو رهجي ويس. مايوسي، رنج ۽ ڏک چئني پاسن کان مون تي حملو آور ٿيو. مون ائين ڀانيو ته ڄڻ خزان جي موسم جي ٿڌي هوا جو جهوٽو، سڪل پنن وانگر اڳتي اڏايو ڪنيو پيو وڃيم. مان سندن پويان ڪمري ۾ گهڙيس ۽ هنن اٿوڻندڙ ۽ منحوس حالتن کي وڌيڪ وقت منهن ڏيڻ ڪانسواءِ، فارس آفنديءَ ڏانهن موڪلائڻ لاءِ هٿ وڌايم. پوءِ سلميٰ ڏانهن ڏٺم ۽ هنهي کان موڪلائي واپس وريس. اڃا باغ جي آخري ڪنڊ تي مس پهتس ته پيرسن آفنديءَ جو آواز ڪن تي پيم ۽ آئون ان لاءِ بيهي رهيس. هن منهنجي هٿ ۾ هٿ ڏيئي پڇتاءُ ظاهر ڪندي چيو:

” پٽڙا! مون کي معاف ڪج. مون تنهنجي اچوڪي شام ڏکن جي وَرِ چاڙهي ڇڏي. مون کي پوري اميد آهي ته تون مونسان ملڻ لاءِ بدستور ايندو رهندين ڇاڪاڻ جو مان ڄاڻان ٿو ته جڏهن سلميٰ هن گهر مان رخصت ٿي ويندي، ان وقت آئون بلڪل تنها رهجي ويندس. آئون اهو به سمجهان ٿو ته جهڙي طرح سچ جي ايرڻ ۽ لهڻ ۾ ڪابه رفاقت يا ياري ڪانهي تهڙي طرح جوانيءَ ۽ ٻڍاپي جو به ڪو ساٿ ڪونه ٿيندو آهي، پر مون کي اميد آهي ته تون مون وٽ اچي مون کي انهن ڏينهن جي يادگيرين مان لطف اندوز ٿيڻ جو وجهه ڏيندين، جيڪي مون ۽ تنهنجي پيءُ جوانيءَ ۾ گڏجي گذاريا آهن. حياتيءَ جون سرگرميون اڄڪلهه مون کي جيئرن ۾ ڪونه ٿيون ڳڻين. تون مون سان ملڻ لاءِ ايندو رهندين نه! سلميٰ ته هلي ويندي ۽ آئون هن گهر ۾ اڪيلو رهجي ويندس.“

پيرسن آفنديءَ جا اهي دل ڇڄائيندڙ ۽ ڏکوئيندڙ لفظ ٻڌي مون کيس ڏانهن آهستگيءَ سان موڪلائڻ لاءِ هٿ وڌايو. اسان اچا هٿ هٿ ۾ ڏنو ئي مس ته پيرسني جي اکين مان ڳوڙها ڳڙي منهنجي هٿ تي ڪرڻ لڳا. اهو ڏک ۽ ڪرب مون کان سٺو نه ٿيو. مان اولاد واري پيار هيٺ دٻجي ويس ۽ ائين ڀانئڻ لڳس ته غم جي گهٽائيءَ ڪان منهنجي دل وهندي پئي وڃي. مون ڪنڌ مٿي ڪنيو ته منهنجي اکين ۾ ڳوڙها ڏسي، فارس آفنديءَ وڏڙن واري شفقت سان منهنجي نراڙ تي چمي ڏيندي چيو: ”خدا حافظ! منهنجا پٽڙا خدا حافظ!“

هڪ نوجوان جا لڙڪ چڻڪ گلاب جي پنکڙين تي ماڪ وانگر هوندا آهن. پر پوڙهي ۽ ضعيف ماڻهوءَ جا ڳوڙها چڻڪ ان خشڪ پن وانگر هوندا آهن، جيڪو سرءُ جي واءَ جي هلڪي اشاري

سان اچي پٽ پوندو آهي.

جنهن وقت مان آفنديءَ جي گهران روانو ٿيس، تنهن وقت سلميٰ جو آواز منهنجي ڪنن ۾ پري رهيو هو. هن جي سونهن همزاد وانگر مون سان همراه هئي. هن جي پيءُ جي نيڻن مان ڳڙيل ڳوڙها، آهستي آهستي منهنجي هٿ تي خشڪ ٿي رهيا هئا.

اڄ رات هن گهر مان منهنجي روانگي آدم وانگر هئي. اڄ مون کي بهشت مان ڪڍيو ويو هو، پر منهنجي دل جي حوا جيڪا سڄي دنيا کي منهنجي لاءِ عدن جو باغ بڻائي ٿي سگهي، سا مون سان گڏ ڪانه هئي. ان رات مون نئون جنم ورتو هو، پر اهائي رات منهنجي لاءِ موت جو پيغام به بڻجي آئي.

سج حياتيءَ کي جلا بخشي ٿو، پر سندس تپش جي شدت مان جنم وٺندڙ لڪن ڪري پهڪندڙ ۽ جهومندڙ ساون کيتن جو ساهه سڪي ٿو وڃي.

# آڙاهه

انسان جيڪي ڪجهه رات جي تاريڪين ۾ ڪري ٿو، تنهن جا اسرار صبح ساڻ کليو پون. جيڪي لفظ هو اڪيلائيءَ ۽ خلوت ۾ پنهنجي منهن مان ڪڍي ٿو، سي اهڙي ڪا اميد نه هوندي به ٻئي ڏينهن عام جي زبان تي اچيو وڃن. اهي ڳالهيون جيڪي اڄ اسين پنهنجن گهرن جي ڪنڊن پاسن ۾ لڪائي رکون ٿا سي پاڙي پتيءَ جي ماڻهن جي زبانن ڪان ٿينديون وڃيو بازارن ۾ پڌجن ٿيون.

بشپ غالب ۽ فارس آفنديءَ جي ملاقات جو مقصد، اونداهيءَ جي روحن سيني تي ڪولي ڇڏيو ۽ صبح جو اهو داستان پسگردائيءَ ۾ گشت ڪرڻ لڳو. آهستي آهستي اها ڳالهه منهنجي ڪنن تائين به اچي پهتي.

ان رات فارس آفنديءَ ۽ بشپ غالب جي وچ ۾ جيڪا ڳالهه ٻولهه ٿي هئي سا ڪا غريبن، يتيمن ۽ رنن زالن بابت ڪا نه هئي. فارس آفنديءَ کي پنهنجي خاص گاڏي موڪلي گهرائڻ جو مطلب رڳو اهو هو ته سلميٰ جو مڱڻو بشپ جي ڀائٽيي منصور غالب سان ٿي وڃي.

سلميٰ پنهنجي دولتمند پيءُ جي اڪيلي نياڻي هئي. اهو ئي سبب هو جو بشپ جي انتخاب جي اک سلميٰ کي چونڊيو هو. اها چونڊ ڪا سلميٰ جي سونهن ۽ سلڇڻائيءَ جي ڪري ڪانه ٿي هئي، بلڪ هڪ دولتمند جي دولت جي ڪري ٿي هئي ته جيئن هن جو ڀائٽيو عيش ۽ آرام جي زندگي گذاري سگهي ۽ ان جو شمار شهر جي وڏن ماڻهن ۾ ٿيڻ لڳي.

ايرندي وارن ملڪن ۾ مذهبي پيشوا پنهنجين ذاتي فياضين تائين محدود نٿا رهن، بلڪ هو پوري ڪوشش ڪن ٿا ته هنن جي ڪٽنب جو هرهڪ ڀاتي وڏو ۽ طاقتور ماڻهو بڻجي پوي. هڪ بادشاه جي شاهاڻي عظمت وراثتي جي قانون مطابق وڏي پٽ جي حصي ۾ ايندي پر هڪڙي مذهبي اڳواڻ جون متيرائپ ۽ وڏ ماڻهپائي وچڙندڙ بيماريءَ وانگر ان جي ڀائرن ۽ ڀائٽين تائين به پهچيو وڃي ۽ اهڙي طرح ڪڏهن عيسائين جا بشپ، مسلمانن جا پير ۽ هندن جا برهمڻ، هڪڙي هيبتناڪ سامونڊي بلا بڻجي ۽ چاڙيون پٽي هر طرف عام ماڻهن تي حملو ڪن ٿا، تان جو پنهنجا وڏا وات ٻنيو پنهنجي شڪار جو رت چوسي وڃن ٿا. جنهن وقت بشپ پنهنجي ڀائٽيي لاءِ سلميٰ جي سڱ جي گهر ڪئي ته ان جو پيءُ هڪ ڏکهي ماٺ ۽ اکين مان ڳڙندڙ ڳوڙهن ڪان سواءِ ٻيو ڪو جواب ڏيئي نه سگهيو. هن پنهنجي اڪيلي ڌيءُ کي پاڻ کان ڌار ڪرڻ نٿي گهريو ڪوبه پيءُ جنهن کي فقط هڪڙي نياڻي هجي ۽ هن اها ڏاڍي لاڏ ۽ پيار سان پالي هجي، تنهنجي جدائي سهي ڪين سگهندو. اهڙي حالت ۾ هن جو روح ڪنبي اٿندو ۽ ساڳي حالت هن پيرسن جي هئي.

مائٽن کي جيتري خوشي پٽ جي شاديءَ ۾ ٿيندي آهي اوترو مايوسي ڌيءُ جي شادي ۾ پلئه پوندي اٿن. پٽ جي شادي ڪٽنب ۾ هڪڙي ڀاتيءَ جو واڌارو آڻيندي آهي، پر نياڻيءَ جي شاديءَ ڪري ڪٽنب مان هڪڙو پيارو ڀاتي سدائين لاءِ الڳ ٿي ويندو آهي.

فارس آفندي، شاديءَ جو اهو پيغام لاچار قبول ڪيو هو. اهو سيڪجهه دل نه گهرندي ٿيو هو ڇاڪاڻ جو آفندي، بشپ جي ڀائيٽي ڪان چڱي طرح واقف هو. هن کي سڌ هئي ته منصور، غالب خطرناڪ، نفرت جوڳو ۽ بڇڙين عادتن وارو شخص هو.

لبنان ۾ ڪنهن بہ عيسائيءَ کي اها مجال ڪانہ هئي جو هو بشپ جي مخالفت ڪري ۽ پوءِ پنهنجي آبرو سلامت رکي سگهي. هتي ڪوبہ ماڻهو مذهبي اڳواڻ جي حڪم جي انحرافي ڪري پنهنجي مشهوريءَ کي بيداغ نٿو رکي سگهي. ڪابہ اک نيزي جي اڻيءَ سان ڦٽجڻ ڪانسواءِ ان جو مقابلو نٿي ڪري سگهي. جيڪو شخص مقابلي لاءِ تلوار تي هٿ رکندو، تنهن تي هٿ ڍلو رکيو هوندو.

فرض ڪريو تہ فارس آفندي انهيءَ مائٽيءَ ڪرڻ کان صفا انڪار ڪري ها تہ ڇا ٿي پوي ها. اهڙو انڪار سلميٰ جي عزت ۽ آبروءَ لاءِ نهايت خطرناڪ ثابت ٿئي ها. ان جي پاڪدامنيءَ تي گند اڇلايو وڃي ها ۽ سوين زبانون هن جي لڄ کي داغدار ڪرڻ ۾ لڳي وڃن ها. ڇاڪاڻ جو گدڙ جي خيال موجب انگورن جي جنهن ڇڳي تائين پاڻ پهچي نہ سگهيو سو ضرور کٽو هوندو.

ان ريت قسمت سلميٰ کي بہ اوير جي بيوس ۽ لاچار رحم جوڳين عورتن جي جلوس ۾ شامل ڪيو ۽ اهو اعليٰ روح، جيڪو پوري آزاديءَ سان پيار جي پرن تي، چانڊاڻ ۽ گلن جي دلفريب سرهاڻ سان پرپل فضائن ۾ اڏامي رهيو هو، سو اڄ سوڙهي ۽ اونداهي قيدخاني جي پابندين ۾ سوگهو ٿي ويو.

ڪن ملڪن ۾ مائٽن جي ملڪيت اولاد جي لاءِ تباهيءَ جو سبب بڻجي پوي ٿي. اها ويڪري ۽ مضبوط لوهي صندوق، جنهن ۾ هن جا مائٽ پاڻ ۾ صلاحون ڪري ناٺي کي قابو ڪن ٿا، سا ئي سندن اولاد جي روح لاءِ هڪڙو سوڙهو ۽ اونداهو قيدخانو بڻجيو پوي. اها ناٺي جي ديوي جنهن جي ڪي لوڪ پوڄا ڪندا آهن، سا ئي هڪ سِر وڃائيندڙ بلا بڻجي هنن جي روح کي عبرتناڪ سزا ٿي ڏئي ۽ دل کي موت جي مُنهن ۾ اڇلي ٿي ڇڏي. سلميٰ انهن مان هڪ

هٿي جن ڪي پنهنجي پيءُ جي دولت سورن سان سلهاڙي ڇڏيو هو. جيڪڏهن هن جو پيءُ شاهوڪار نـہ هجي ها تـہ اڄ سلميٰ بہ دنيا ۾ خوش ۽ سرهي حياتي گذاربندي نظر اچي ها.

ان واقعي کي هفتو گذري چڪو هو جو سلميٰ جو پيار منهنجو ساٿي ۽ مددگار بڻجي، رات ڏينهن تي مون کي خوشيءَ جا راڳ ٻڌائي، صبح جو سجاڳ ڪري، زندگيءَ جي معنائن ۽ ڪائنات جي اسرارن کان واقف ڪندو هو. فقط سرمدي پيار ئي آهي جيڪو هر قسم جي حسد ۽ ساڙ کان پاڪ ٿي روح کي تقويت ۽ تازگي پهچائي ٿو. عشق ۽ محبت ۾ فقط وسيع قرب، روح کي صبر ۽ تحمل جي تلقين ڪري ٿو؛ پيار جي تکي بک کي جنهن وقت آٿت اچي وڃي ٿنهن وقت روح کي طرحين طرحين نعمتن سان مالا مال ڪري ڇڏي ٿو. احسان ۽ ڀلائيءَ جي اها دولت، روح کي پريشان ڪرڻ کان سواءِ، اميد کي وڌائيندڙ حالتون پيدا ڪري، هن ڌرتيءَ واري حياتيءَ کي بهشت بڻائي ڇڏي ٿي ۽ حياتي هڪ سونهن ڀريو مٺڙو خواب بڻجي پوي ٿي.

ڏينهن پاڇولن وانگر گذرندا، ڪڪرن وانگر گم ٿيندا ويا ۽ ڏسندي ڏسندي مون وٽ ڏکوئيندڙ يادگيرين کانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ باقي نہ رهيو هو. اها اک جنهن سان مان بهار جي منڊ جي دلفريبن جو نظارو پسي قدرت جي قانون جي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو هوس، ان جي پسڻ جو انداز ئي بدلجي ويو. اها ساڳي اک خوفناڪ واچوڙن ۽ طوفانن کان سواءِ ٻئي ڪنهن چيز جو مشاهدو نٿي ڪري سگهي.

اهي ڪن جيڪي هن کان اڳ لهرن جا راڳ ٻڌي خوشيءَ جي خزانن وچان ۾ جهومڻ لڳندا هئا، سي هاڻ هوا جي تک ۽ سختيءَ،

ڦوڪيل سمونڊ جي شور ۽ غوغاءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ٻڌي نٿي سگهيا. اهو روح جيڪو اڳ انسانذات جي اڻٽڪ قوتن کي ڏسي خوش ٿيندو ۽ ڪائنات جي عظمت جو مشاهدو ماڻي، علم ۽ ڄاڻ حاصل ڪندو هو، سو هاڻ انساني مايوسيءَ ۽ نا ڪاميءَ جو اپياس ڪري ڏک ۽ ڏاکڙي ۾ ٻڏڻ لڳو هو. پيار جي انهن سونهن پرين ڏينهن کان وڏيڪ سهڻي شيءِ مون اڄ ڏينهن تائين ڪانہ ڏٺي هئي.

جڏهن منهنجي بيچيني ۽ بيقراري حد کان وڌڻ لڳي تہ هڪ ڇنڇر ڏينهن تي مون وري سلميٰ جي گهر ڏانهن رخ رکيو. منهنجي نظر ۾ اهو گهر نہ بلڪ هڪ اهڙي درگاهہ هئي جنهن کي سونهن پنهنجي هٿن سان جوڙيو هو ۽ جيڪا سچو وقت پيار جي برڪتن سان ڀري پيئي هئي. جتي روح پوڄا ڪري ۽ دل پوري دلجوعيءَ سان جهڪي عبادت ڪري ٿي سگهي. باغ ۾ قدم رکيم تہ ائين لڳو ڄڻ ڪو همٿ ڀريو هٿ مون کي هن دنيا کان گهٽو پري، ڪنهن اهڙي جڳهہ تي آباد ڪرڻ ٿو چاهي جا جاءِ قدرت جي عام قانون کان گهٽو مٿي هئي. جتي ڏک ۽ تڪليف جو نالو ئي نہ هو. اهڙي صوفي مت واري ماڻهوءَ وانگر جنهن تي روحاني اسرار ۽ راز کلندا آهن، مون اوچتو پاڻ کي وڻن ۽ گلن جي وچ ۾ ڏٺو. جڏهين آءٌ گهر جي دروازي وٽ پهتس تہ ڏٺم تہ سلميٰ هڪڙي بينچ تي چنبيليءَ جي وڻ جي ڇانو ۾ ويٺي هئي، جتي اسين ٻئي جٺا گذريل هفتي، رات جون ڪجهہ گهڙيون گڏجي ويٺا هئاسين. جنهن رات منهنجي خوشي ۽ غم جي شروعات لاءِ قسمت، مون کي چونڊيو هو.

مان جيئن ئي هن ڏانهن وڌيس نہ ڏٺر تہ هوءَ ماٺ ويٺي آهي پر پڇانيم تہ ڪيس وجداني طور تي ان ڳالهہ جي ڄاڻ هئي تہ مان وٽس اچي رهيو هوس. جڏهن مان ڏيري سان هن جي پرسان ويهي

رهيس تہ هن ڀرپور نظر سان مون ڏانهن ڏٺو ۽ اونهو ساهہ کنيو. پوءِ وري هن پنهنجو ڪنڌ مٿي ڪئي آسمان ڏانهن نهاريو. گهڙي کن بعد هوءَ مون ڏانهن منهن ڪري ڏڪندڙ هٿن سان منهنجو هٿ جهلي، ٻريل آواز ۾ چوڻ لڳي:

" منهنجا منڙا! مون ڏانهن ڏيان سان ڏس. منهنجي چهري جو ايپاس ڪر ۽ جيڪي اسرار تون معلوم ڪرڻ گهرين ٿو سي پڙهي وٺ. ڇاڪاڻ جو مان اهي اسرار زبان تائين آڻڻ کان لاچار آهيان. منهنجا پيارا مون ڏانهن ڏس!... منهنجا ڀاءُ مون ڏانهن نظر ڪر!"

مون ڏاڍي شوق سان نظر ڪئي نهاريو، ڇا ڏسان تہ مار! ٿورا ڏهاڙا اڳ مون جن اکين مان ڪِل خوشيءَ سان تمتار ۽ اکين جي ڀنبڙين کي پوپٽ جي پرن وانگر ڦڙ ڦڙائيندي ڏٺو هو، سي ساڳيون اکيون ڏک جي شدت ڪري اندر پيهي ويون هيون. هن جو سونهن ڀريو مکڙو جيڪو پاڪيزگيءَ ۾ سوسن جي ان اڌ کليل گل وانگر هو، جنهن کي سج جي پهرئين ڪرڻي چميون ٿي ڏنيون، سو ڪومائجي رنگ ئي ڇڏي ويو هو. هن جا مناج ڀريا چپ، گلاب جي انهن ٻن ڪوماڻل گلن وانگر ٿي لڳا، جيڏي خزان جي هوا کان بچي ويا هئا پر اجا تائين ٽارين ۾ ٻئي لٽڪيا. هن جو خوبصورت ڪنڌ جيڪو شفاف عاج جي ٿنڀي جيئن هو، سو هاڻي اڳتي جهڪي چڪو هو ۽ ائين پئي لڳو تہ ان ۾ هاڻي ڏک ۽ تڪليف جو بار کڻڻ جي سگهہ باقي نہ رهي آهي.

سلمٰي جي صورت ۾ آيل تبديليءَ کي مون چٽيءَ طرح ڏٺو پر ان هوندي بہ مونکي اها تبديلي ڪڪرن جي ڦرندر گهرندڙ انهن ٽڪرن وانگر لڳي جيڪي جڏهين چنڊ جي چهري کي ڍڪي ڇڏيندا آهن تہ چنڊ جي سونهن ٻيڻي ٿي پوندي آهي. اها نگاهہ جيڪا

اندروني ڳجهن کي کولي بيان ڪرڻ واري هوندي آهي سا زبان حال سان ڪٿي ڪيتري بہ ڏک، درد ۽ رنج جو اظهار ٿي ڪري، پر چهري جي حسن ۾ ويتر وڌيڪ واڌارو ٿي ڪري، پر جو اهو چهرو جيڪو مات ۾ پنهنجي لڪل اسرار جو اعلان نٿو ڪري سو پنهنجن سڊول عضون جي هوندي بہ سهٽو ٿي نٿو سگهي- جيستائين شراب جو رنگ روپ شفاف شيشي مان صاف نظر نٿو اچي تيستائين رڱو پيماني جو وجود اسان جي چپن کي ورغلائڻ ۾ ڪامياب ٿي نٿو سگهي.

آءُ سلميٰ ڏانهن تڪيندو رهيس ۽ ان جي غمزده روح جي ڳجهہ جون ڳالهيون ٻڌي سندس تڪليفن ۾ بدستور شريڪ رهيس. ان وقت پانيم تہ آءُ زمان ۽ مڪان جي سيني قيدن کان آزاد ٿي چڪو آهيان يا وقت جي رفتار بيهي چڪي هئي ۽ ان سان گڏ ڪائنات جو وجود بہ ختم ٿي چڪو هو. مون کي ان وقت فقط ٻن شين جو وجود نظر اچي رهيو هو. سي هيون هن جون ٻہ وڏيون وڏيون اکيون، جن ٽڪ ٻڌي مون ڏي پئي نهاريو ۽ هن جو ڏڪندڙ ٿڏو هٿ، جنهن سان هوء منهنجو هٿ جهليو بيٺي هئي. آءُ انهيءَ ٻڪهيءَ مدهوشيءَ مان جڏهين سجاڳ ٿيس تڏهن سلميٰ مون ڏانهن مخاطب ٿي چوڻ لڳي:

”منهنجا منڙا! ان کان اڳ جو مستقبل پنهنجي سيني خطرناڪين سوڌو اچي اسان جي سامهون بيهي، اچ تہ ان جي باري ۾ ڪا ڳالهہ ٻولهہ ڪري ونون. بابا سائين اڄ هينئر ان ماڻهوءَ سان گفتگو ڪرڻ لاءِ نڪتو آهي، جيڪو باقي حياتي منهنجي زندگيءَ جو ساٿي ٿيڻ وارو آهي. اڄ بابا سائين جنهن کي قدرت جي هٿ، هن دنيا ۾ مون کي جنم ڏيڻ لاءِ چونڊيو هو- ان ماڻهوءَ سان ملاقات ڪندو جنهن کي دنيا باقي چمار منهنجو آقا ڪري چونڊيو آهي. هن شهر ۾ اهو

پيرسن پيءُ جنهن جوانيءَ تائين منهنجو ساٿ ڏنو سو ان ماٺهوءَ سان گڏجندو جيڪو ويجهڙائيءَ واري وقت ۾ منهنجو رفيق حيات ٿيندو.

اڄ رات ٻئي ڪتنب ڳالهيون ٻولهيون ڪري شاديءَ جي رات مقرر ڪندا. ڪهڙي نہ عجيب آهي هيءَ گهڙي! گذريل هفتي هن ئي وقت ۽ ساڳئي چنبيليءَ جي ٻوٽي ويجهو منهنجو روح ڀهريون پيرو پيار سان همڪنار ٿيو هو ليڪن عين انهيءَ وقت، قسمت جو هٿ، بشپ جي گهر ۾ منهنجي حياتيءَ جي داستان جو پهريون لفظ لکي رهيو هو. هاڻي هن وقت منهنجو پيءُ ۽ منهنجو ٿيڻ وارو مڙس شاديءَ جي تاريخ مقرر ڪرڻ جي فڪر ۾ آهن، مگر مان ڏسان پيئي تہ تنهنجو روح منهنجي چوڌاري ان اڃايل پکيءَ وانگر اڏري رهيو آهي، جيڪو پاڻيءَ جي چشمي تي اميد ۽ آس جي عالم ۾ پر پکيڙي گهمي رهيو آهي، ليڪن ان چشمي تي هڪ خونخوار اژدها جو پهرو آهي."

اُف! هي رات ڪيڏي نہ عظيم ۽ پراسرار آهي! اهي الفاظ ٻڌي مونکي ائين محسوس ٿيو تہ ڄڻڪ اسان جو پيار مايوسين ۽ ناڪامين جي چنبي ۾ ڦاسي منزل جي پهرئين قدم تي ئي ساهہ پساهہ پورا ڪري ڇڏيندو.

مون چيو:

"سلمي! جيستائين اڄ جي شدت پکيءَ کي آفت ماري نہ ٿي وجهي ۽ جيستائين اها رت پياڪ ازدها پنهنجي چنبي ۾ جڪڙي ان کي هميشه لاءِ ختم ڪري نہ ٿي ڇڏي تيستائين هي پکيڙو ساڳئي شوق ۽ چريائيءَ سان پاڻيءَ جي ان چشمي جي مٿان پرڙا پکيڙي اڏرندو رهندو."

هن وراڻيو:

"نہ، نہ منهنجا من! ائين نہ ڪچ. هيءَ ڪوئل جيئري رهندي

۽ پنهنجو آواز ان وقت تائين فضا ۾ پکيڙيندي رهندي جيستائين گگهه اونداهه نه ڇانئجي وڃي. جيستائين ڏيک ويک واري هن دنيا ۾ بهار جون رونقون رهنديون، تيستائين بلبل پنهنجو راڳ آلاپڻ ۾ رڌل رهندي ۽ هرگز ماٺ نه ڪندي. ان جو آواز منهنجي حياتي آهي. ان جا پر ۽ ڪنيڙائيون سدائين سلامت رهنديون ڇو جو انهن جي جنبش منهنجي دل تي ڇانيل غمن جي ڪڪرن کي هٽائي ٿي ڇڏي."

مون آهستگيءَ سان چيو، "سلمي منهنجي پياري، هي پياس ان کي پورو ڪري ڇڏيندي ۽ اهو مستقل خوف ۽ هراس ان کي ماري وجهندو."

اهو ٻڌي هن جا چپ احساس جي شدت کان ڪنبڻ لڳا ۽ هوءَ چوڻ لڳي:

"روح جي اُڃ پئسي جي نشي کان وڌيڪ مٺي آهي ۽ روح جي سنڀال جسم جي حفاظت کان وڌيڪ ضروري آهي، پر منهنجا من! اڄ منهنجي ڳالهه ذرا ڌيان سان ٻڌ. اڄ آءٌ پنهنجي نئين زندگيءَ جي دروازي تي بيٺي آهيان. مون کي پتو ناهي ته اڳتي ڇا ٿيڻ وارو آهي، حالانڪ هڪڙي شخص اڳتي وڌي مون کي خريد ڪري ورتو آهي، پر پتو ڪونهي ته اهو شخص ڪير آهي. مون کي ان شخص سان ڪنهن به قسم جو لڳاءُ ڪونهي، پر هاڻي مون کي ان شخص سان پيار ڪرڻو پوندو. آءٌ ان جو حڪم مڃيندس ۽ هر ممڪن طريقي سان ان کي خوش رکڻ جي ڪوشش ڪنديس. هڪڙي ڪمزور ۽ ضعيف عورت هڪ ڏاڍي مڙس جي اڳيان پنهنجي حياتيءَ جي پياري کان پياري پونجي آڻي رکندي. مون وٽ جيڪي به آهي سو ان جو آهي.

مگر منهنجا من! اها حقيقت هر وقت منهنجي سامهون آهي ته تون نوجوان آهين ۽ تنهنجي زندگيءَ جون راهون گلن ڦلن سان

ڏکيون پيون آهن. تون زندگيءَ جي واٽن تي جيڏانهن گهرين تيڏانهن آزاديءَ سان گهمي ڦري سگهين ٿو. تون پنهنجي دل جو فانوس هٿ ۾ کڻي هيڏي ساري ڌرتيءَ تي جيڏانهن کپيئي تيڏانهن وڃي سگهين ٿو. توتي ڪابه پابندي ڪانهي، تون پوري آزاديءَ سان سوچي سگهين ٿو، ڳالهائي سگهين ٿو ۽ جيئن گهرين تيئن پنهنجي زندگيءَ کي موڙي سگهين ٿو. تون هستيءَ جي صفحي تي پنهنجو نالو نقش ڪري سگهين ٿو ڇاڪاڻ جو تون مرد آهين. تون پنهنجي زندگيءَ جو آقا بڻجي جيئرو رهي سگهين ٿو. تنهنجي پيءُ جو ناٺو توکي ٻانهن ۾ ٻانهين جي وڪري واري پڙيءَ ۾ آڻي بيهاري نٿو سگهي. تون پنهنجي پسند جي عورت سان شادي ڪري سگهين ٿو ۽ اها عورت ڪنوار بڻجي تنهنجي گهر ۾ آباد ٿيڻ کان اڳ به تنهنجي دل جي اونهاين ۾ رهائش اختيار ڪري سگهي ٿي ۽ ڪنهن به قسم جي قيد و بند ڪانسواءِ به توهان ٻئي ڄڻا هڪٻئي جا واقف ۽ رازدار بڻجي، هميشه لاءِ هڪ ٿي سگهو ٿا."

چند منٽن لاءِ خاموشي ڇانئجي ويئي ۽ سلميٰ پنهنجي ڳالهه جاري رکندي چيو:

"ڇا اسان جي زندگيءَ جو هاٿي اهوئي مقصد وڃي رهندو ته اسين ٻئي ڄڻا هن منزل تان پنهنجون پنهنجون الڳ راهون وٺون ۽ هن گهڙيءَ کان پوءِ زندگي هميشه لاءِ اسان کي هڪٻئي کان ڌار ڪري پنهنجين ڌار ڌار واٽن ڏانهن روانو ڪري ڇڏيندي. ان کان پوءِ تون هڪڙي مرد جي حيثيت ۾ حياتيءَ ۾ سربلنديءَ ۽ مٿانهون درجو حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ لڳندين ۽ آءٌ ڪنهنجي زال بڻجي زال جا حق ادا ڪنديس؟ ڇا، اڄ تائين انهيءَ ڳالهه لاءِ بلبل پنهنجي راڳ سان ماڻرين کي معمور ڪندي رهي آهي؟ ڇا انهيءَ مقصد خاطر

هوا گلاب جي پنکڙين کي پکيڙيندي رهي آهي تہ جيئڻ زندگيءَ جي شراب جو جام پيرن هيٺان ڇيپاتيو وڃي؟ ڇا اهي سموريون حسين راتيون جيڪي اسان چنبيليءَ جي پوٽي وٽ رهي گذاريون هيون ۽ جن اسان جي روحن کي هڪبئي سان ملائي ڇڏيو هو، سي سڀ بيڪار ٿي وينديون. ڇا جيستائين اسان جا پر ۽ ڪنيڙاتيون ٽڪجي نہ ڇڪيون هيون تيستائين اسان بلندي ڏانهن پنهنجي اڏام جاري نہ رکي؟ ڇا اسين هائي پاتال جي اٿاهہ پستين ڏانهن نہ پيا وڃون؟ ڇا جنهن وقت هن اسان ڏانهن هٿ وڌايو هو تنهن وقت پيار جي ديوي ستي پيئي هئي؟ ڇا جنهن وقت هوءَ ننڊ مان سجاڳ ٿي تہ ناراض ٿي اسان کي سزا جوڳو سمجهڻ جو فيصلو ڪري ورتائين؟ يا اسان جي ٻئي روحن رات جي نرم ۽ نازڪ روحن کي تند ۽ تيز واچوڙن جي گهيري ۾ آڻي ڇڏيو آهي ۽ انهن واچوڙن اسان کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري مٽيءَ جي ذرڙن وانگر اڏائي ماتريءَ جي پستين ۾ اڇلي ڇڏيو آهي؟ اسان خدا جي ڪنهن بہ قانون جي ڀڃڪڙي ڪونہ ڪئي آهي. اسان تہ منع ٿيل وڻ ڪان واقف نہ ٿيا آهيون تہ پوءِ ڇو اسين هن بهشت کي ڇڏي وڃڻ تي مجبور آهيون؟ اسان اڄ تائين ڪابہ سازش نہ ڪئي آهي. اسان ڪنهن بہ بغاوت ۾ ڀاڱي ڀائيوار نہ رهيا آهيون تہ پوءِ بہ جو اسان کي دوزخ ۾ ڌڪيو وڃي پيو؟ پر ائين هرگز ڪونهي! جن گهڙين اسان کي هڪ ٻئي جي سڱي ۾ پوئي ڇڏيو سي گهڙيون صدين کان عظيم تر رهنديون پئي آيون آهن. اها روشني جنهن اسان جي روحن کي منور ڪيو هو، پڪ اٿم تہ اونداهيءَ کان وڌيڪ محڪم آهي. جيڪڏهن حياتيءَ جي هن شوخ سمونڊ جو طوفان اسان کي هڪ ٻئي کان جدا ڪري ڇڏيندو تہ ان جون لهرون، ماٺيڻي ڪنڌيءَ تي اسان کي وري ملائي هڪ ڪري ڇڏينديون.

جيڪڏهن هيءَ حياتي اسان جو ساهه نپوڙي نيندي ته موت اسان جو هڪ هنڌ ميلاپ ڪرائيندو.

عورت جي دل، وقت ۽ موسمن وانگي بدلبي ڪانهي، جيڪڏهن هوءَ مري به وڃي ته به سندس دل برباد نه ٿيندي بلڪ وقت جو راز بڻيل هوندي آهي. جڏهن وڻ پاڙئون پٽجي وڃن ٿا، گاهه سڪي وڃي ٿو. تڪريون رت سان ڳاڙهيون ٿي وڃن ٿيون ۽ پوءِ جڏهن آخر ۾ جنگ جي ميدان ۾ جيڏانهن به نظر ڪبي اوڏانهن انساني هڏا ۽ کوپڙيون ڏسڻ ۾ ايندون آهن، ان وقت به زال ذات جي دل ان طرح ماٺ ۽ سانت ۾ هوندي آهي ڄڻ ته ڪجهه ٿيو ئي ڪين هو. ڇاڪاڻ جو بهار ۽ خزان جو مندون پنهنجي پنهنجي مقرر وقت تي پنهنجا فرض بجا آڻڻ لاءِ ايندڻون ئي رهن ٿيون.

ليڪن منهنجا مٺڙا! هاڻي اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ هاڻي اسان کي ڪهڙي طرح موڪلائڻ گهرجي ۽ ان بعد وري ڪڏهن ملنداسين؟ ڇا اسان جي لاءِ پيار ان مسافر وانگر ڪونهي جيڪو ڪالهه رات اسان جي گهر ترسيو ۽ صبح ٿيڻ تي موڪلائي روانو ٿي ويو؟ ڇا اسين اها ڳالهه فرض ڪري وٺڻ تي لاچار ناهيون ته پيار اسان جي زندگيءَ ۾ هڪ حسين خواب بڻجي آيو ۽ جڏهن اسان کي جاڳ ٿي ته هو اسان کي ڇڏي وڃي چڪو هو.

ڇا ائين نٿو لڳي ته اسان هي هفتو مدهوشيءَ ۾ گذاريو آهي ۽ هاڻي اوچتو ڇڪ اهو نشو ٽٽي پيو آهي؟ اي منهنجا مٺڙا محبوب! تون ٿورو منهن ته مٿي ڪر. مان توکي جيءَ ڀري ڏسڻ گهران ٿي. تون به ته ڪجهه ڳالهاءِ، مان تنهنجون ڳالهيون ٻڌڻ لاءِ آتي آهيان. ڇا اي پيارا! جنهن وقت هي طوفان اسان جي پيار جي ٻيڙي ٻوڙي چڪو هوندو، ان وقت به تون مون کي ياد ڪندين؟ ڇا رات جي

ماٺ ۾ منهنجي من جون ڳالهيون ٻوڌ ٻه ٻڌندو رهندين؟ ڇا تنهنجي اردگرد گهمندڙ منهنجي روح جو آواز ٻوڌ ٻه توکي ٻڌڻ ۾ ايندو رهندو ۽ ڇا منهنجي ساهه کڻڻ جو آواز ٻوڌ ٻه محسوس ڪندين؟ ڇا شام جو وڌندڙ پاڇولن سان گڏ منهنجو پاڇولو ٻه توکي ڏسڻ ۾ ايندو؟ اي منهنجا من! تون منهنجي نيڻن جو نور، ڪنن جو حسين راڳ، روح جا پر ۽ ڪنيڙائيون هئين- پر هاڻي تنهنجو ڪهڙو حال ٿيندو؟ "

اهي الفاظ ٻڌي منهنجي دل ٻڏي وئي ۽ مون وراڻيو: "منهنجي منڙي آءُ تہ رڳو تنهنجي رضامنديءَ جو پابند آهيان. مون کي جيئن ڏسڻ چاهين ٿي ائين ئي ٿيندو."

وري هن چيو:

"آءُ گهران ٿي تہ تون مون سان هڪ شاعر وانگر پيار ڪندو رهج. جهڙي طرح شاعر پنهنجي غمگين ۽ افسرده يادگيرين سان پيار ڪندو آهي، مون کي بہ ساڳي طرح پيار ڪندو رهج. تون مون کي پاڻيءَ جي هڪڙي ٿڌي ۽ سانتيڪي چشمي وانگر ياد رکج، جيئن ڪوئي مسافر پنهنجي تاس لاهڻ لاءِ جهڪندي شفاف پاڻيءَ ۾ پنهنجو اولڙو ڏسي ٿو. مان گهران ٿي تہ تون مون کي ان ماءُ وانگر ياد رکج جنهن جو ٻارڙو هن دنيا ۾ پير رکڻ شرط، ڏٺيءَ در وڃي پهتو هجي. منهنجي آرزو آهي تہ تون مون کي ان رحمدل ۽ مهربان بادشاهہ وانگر ياد رکج، جنهن هڪڙي قيديءَ جي سزا معاف ڪري ڇڏي هجي، پر جنهنجو معافي نامو جيل ۾ پهچڻ کان اڳ ۾ اهو قيدي مري چڪو هجي. منهنجي دلي خواهش اها آهي تہ تون منهنجو دوست ٿي رهج ۽ منهنجي هن گهر مان رخصت ٿيڻ کان پوءِ بابا سائينءَ وٽ ايندو ويندو رهج ۽ اڪيلائيءَ ۽ مايوسيءَ جي گهڙين ۾ هن جو مددگار ۽ همدرد ٿي گذارج."

مون هن جي ڳالهين جو جواب ڏيندي وراڻيو:

"منهنجي پياري! تون جيڪي چوندينءَ سوئي ڪندس. مان تنهنجي روح کي پنهنجي روح ۾ هميشه لاءِ جذب ڪري ڇڏيندس. تنهنجي سونهن کي پنهنجي دل جي تهه خانن ۾ هميشه روشن رکندس. مان تنهنجي رنج ۽ الم کي پنهنجي سيني ۾ سدائين لاءِساندي ڇڏيندس. سلميٰ! مان توسان اهڙيءَ طرح پيار ڪندو رهندس، جهڙي طرح سائي گاهه جا ميدان بهار جي موسم سان ڪندا آهن. مان تنهنجي جسم ۽ روح ۾ اهڙي طرح سمائجي ويندس، جهڙي طرح سج جا ڪرڻا گل جي وجود ۾ رهن ٿا. مان تنهنجا گيت ائين ڳائيندو رهندس، جيئن ڳوٺن جي ديوارن جون گهنٽيون سُرَ ڪيندڙيون آهن. مان تنهنجي روح جو آواز ائين ٻڌندو رهندس، جيئن ڪپر لهرن جو نياپو سڻندو آهي. مان توکي انهيءَ بيقراريءَ سان ياد ڪندو رهندس، جيئن ڪو مسافر پنهنجي پياري وطن کي ياد ڪندو آهي. مان توکي اهڙيءَ بيچينيءَ سان چاهيندو رهندس، جهڙي طرح هڪڙو بکيو دعوت جي طعام جو چاهڪ رهندو آهي. مان توکي ان بادشاهه وانگر ياد رکندس جيڪو ڦرجي ويل تخت ۽ تاج کي حاصل ڪرڻ لاءِ هردم بيقرار هوندو آهي. مان توکي ان ڳوناٺي وانگر ياد ڪندس جيڪو پنهنجي ڪٽڪ سان پريل ٻار کي ياد ڪندو آهي. مان توکي ان ريڍار وانگر ياد رکندس جيڪو سرسبز چراگاهن ۽ ڳائيندڙ ندين کي ياد ڪندو آهي."

ڌڙڪندڙ دل سان منهنجا هي سيئي لفظ ٻڌڻ بعد سلميٰ چوڻ لڳي:

" سياڻي تائين سچائي پاڇي جي صورت وٺي بيهندي ۽ سجاڳي نند وانگر نظر اچڻ لڳندي. ڇا هڪ پيار ڪرڻ وارو هڪ

پاڇي کي پاڪر پائي سگهندو؟ ڇا هڪ اجارو شخص ننڊ ۾ ڏٺل چشمي مان پنهنجي اڄ اجهائي سگهندو؟"

مون جواب ڏنو:

"ايندڙ ڏينهن توکي هڪ امن پسند ڪتب جو پاتي ٻڌائي ڇڏيندو ۽ اهوئي ڏينهن مون کي رنج ۽ تڪليف جي دنيا ڏانهن ڌڪي ڇڏيندو. سڀاڻي تون هڪ اهڙي گهر ۾ ڪنوار بڻجي ويندينءَ جنهن جو پاڳ تنهنجي سونهن ۽ پاڪيزگيءَ جي ڪري جاڳي اٿندو، پر مان خوف ۽ هراس جي حياتي بسر ڪرڻ لاءِ لاچار هوندس. سڀاڻي تون هڪ نئين زندگيءَ جي دروازي تي ويٺي هوندينءَ پر ان جي ابتڙ مان موت جي چائنٺ تي بيٺل هوندس. سڀاڻي مهمان نوازي تنهنجي انتظار ۾ هوندي پر مان اڪيلائيءَ ۾ موت جي گهڙين کي ڳڻيندو هوندس. مان تنهنجي پيار جو بت ٻڌائي. موت جي ماتريءَ ۾ ان جي پوڄا ڪندس. فقط تنهنجو پيار ئي منهنجو همدرد ۽ ساٿي هوندو. مان پيار کي شراب وانگر پيئندس ۽ ڪپڙن وانگر پهريندس. صبح ساڻ پيار مون کي ننڊ مان جاڳائي پري ٻنين ۾ وٺي ويندو ۽ ٻنپهرن جو وڻن جي گهاٽيءَ ڇانوَ ۾ وهاريندو، جتي پکيڙن سان گڏجي گرمي کان بچڻ لاءِ پناهه وٺندس. شام جو سج لهڻ کان ٿورو اڳ پيار مون کي بيهڻ لاءِ اشارو ڪندو ته جيئن قدرت جو الوداعي نغمو جيڪو سج جي آخري ڪرڻن کي ٻڌايو ويندو آهي، سو ٻڌي سگهان ۽ اڀ ۾ گهمندڙ ڪڪرن جو نظارو ڪري سگهان. رات جو پيار مونکي پاڪر پائيندو ۽ پوءِ مان ان روحاني دنيا کي خيال ۾ آڻيندي، جنهن ۾ شاعرن ۽ پيار ڪندڙن جا روح رهندا آهن، سمهي رهندس. بهار جي مند ۾ پيار سان گڏوگڏ، بنفشي ۽ چنبيليءَ جي گلن ۾ ناز سان پيو ٽلندس ۽ سوسن جي پيالين ۾ پيل ماڪ ڦڙن کي پنهنجي

چپن سان ملائي ڇڏيندس. آرهڙ جي مند ۾ سڪل گاهه جو وهائو ۽ وڇائو ناهيندس ۽ پوءِ چنڊ ۽ تارن کي ڏسندي ڏسندي نيري اڀ جي چادر تاڻي سمهي پوندس.

خزان جي مند ۾ پيار مون سان گڏجي انگورن جي باغ جو سير ڪندو ۽ پوءِ اسين ڊاک جي ولين کي سونهري زيورن کان سواءِ ننگو ڏسنداسين. ان وقت واهيرا متائڻ وارن پکين جا ٽولا اسان جي مٿان لامارا ڏيئي رهيا هوندا.

سردين ۾ اسين باهه جي پاسي ۾ ويهي هڪ ٻئي کي پرانهن ملڪن جا پراڻا ڪتاب پڙهي ٻڌائينداسين. جوانيءَ ۾ پيار مون کي پڙهائيندو، چڙهندڙ عمر ۾ مون سان همدردي ڪندو ۽ ٻڍاپي ۾ منهنجي خوشيءَ ۽ سرهاڻ جو سبب بڻبو. سلميٰ! پيار مرڻ گهڙيءَ تائين منهنجو ساٿ ڏيندو ۽ موت ڪانپوءِ قدرت جو هٿ اسان ٻنهي کي وري ملائي هڪ ڪري ڇڏيندو."

اهي سڀئي لفظ منهنجي دل جي گهراين مان ائين اڀري رهيا هئا، جڻ ڪي باهه جا شعلا چلهه مان اٿي ۽ پوءِ رک ٿي ويندا هجن. سلميٰ منهنجي گفتگو ٻڌي روئي رهي هئي ۽ ائين پئي لڳو جڻ سندس ٻئي چپ، اکيون بڻجي لڙڪن ذريعي منهنجي ڳالهين جو جواب پيا ڏين.

پيار جن ماڻهن کي پَرَ ۽ ڪنيڙائيون نه بخشيون آهن سي اڏامي ڪڪرن جي پويان لڪل طلسمي دنيا جو نظارو نٿا ڪري سگهن. منهنجو ۽ سلميٰ جا روح انهن خوشيءَ ڀريل گهڙين ۾ ان طلسمي دنيا ۾ هڪ ٻئي سان ياڪرين پيا. جن ماڻهن قرب نه ڪيو آهي سي پيار جو آواز نٿا ٻڌي سگهن، نه ئي ڪين پتو پئجي سگهي ٿو ته پيار ڪنهن وقت سڏي ٿو. حقيقت ۾ هيءَ ڪهاڻي اهڙن ماڻهن لاءِ ڪابه دلچسپي نٿي رکي جن جون دليون محبت کان خالي آهن ۽ جيڪڏهن

هو ان ڪي سمجهڻ جي ڪوشش بہ ڪندا تہ بہ ان جي مطلب جي فقط هڪ جهلڪ بہ ڏسي نہ سگهندا. ان داستان جون معنائون اصل لفظن جو جامو ڏکي صحيح معنيٰ ۾ پني جي صفحي تي نٿيون اچي سگهن. ڀلا اهو بہ ماٿهو ڇئبو جنهن ساري ڄمار پيار جي شراب جي پيالي مان هڪ سرڪ بہ نہ پيتي هجي؟ اهو بہ ڪو روح هوندو جيڪو اڄ تائين پيار جي ان قربانگاهہ آڏو تعظيم سان ڪڙو ٿي نہ بيٺو هوندو، جنهن جي آڳر ڪي پيار ڪرڻ وارين دلين جڙيو هجي ۽ جنهن جون ڇتيون سونهن ڀرين خوابن مان ٺهيون هجن؟ ان ڳل جي ڀلا ڪهڙي حيثيت هوندي جنهن جي پنڪڙين تي اڄ تائين ماڪ ڦڙن جا موتي نہ پکيڙيا هجن؟ ڇا حقيقت ۾ اها بہ ڪا ندي هوندي جيڪا پنهنجو رستو ڀلجي ويئي هجي ۽ اڄ تائين سمونڊ سان ملي نہ سگهي هجي؟

سلميٰ پنهنجو منهن مٿي ڪري تارن ڪي تڪڻ لڳي. هن پنهنجا ٻئي هٿ کولي ڇڏيا ۽ هن جون اکيون حيرت ۾ ٻڏي ويون. هن جا ٻئي چپ ڪنبڻ لڳا ۽ هن جي چهري تي مايوسي، درد ۽ ڪرب جا آثار ظاهر ٿي پيا. پوءِ هوءَ سڏڪا ڀري دانهن ڏيڻ لڳي:

”اي منهنجا خدا! هڪ عورت ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي؟ جنهن جي ڪري هن تي هي عتاب نازل ڪيو ويو آهي ۽ ڪيس جيئري رهڻ تائين سزا ڀوڳڻ جوڳو ٺهرايو ويو آهي. اي منهنجا خدا تون قوي ۽ طاقتوارو آهين ۽ آءٌ ٻنهہ هيٺي آهيان: تہ پوءِ تو مونکي ٿي رنج ۽ ڏک لاءِ ڇو چونڊيو آهي؟ تون سيني ڪان وڌو ۽ قدرت وارو آهين. مان تنهنجي عظمت ۽ وڏائيءَ جي اڳيان هڪ جيتامڙي جز ڪان وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ لهان- پوءِ بہ تون مون ڪي پنهنجي پيرن هيٺان ڇو ٿو چيپاتين؟ تون جيڪو هڪ زبردست واچوڙو آهين ۽ آءٌ تہ صرف مٽيءَ

جي هڪ مٺ آهيان. اي منهنجا ڏٺي ائين ڇو آهي جو تو مون کي هن بي حس ۽ جذبات کان خالي ٿڌي زمين تي ڪٿي اڇلايو آهي؟ تون قادر ۽ سگهارو آهين ۽ آءٌ تہ بلڪل ضعيف انسان آهيان. پوءِ ڀلا منهنجي خلاف ڪهڙي جنگ آزمائي ٿي سگهي ٿي؟

اي منهنجا مالڪ! تو عورت کي پيار جي دولت سان سرفراز ڪري، انهيءَ ئي پيار کي هن لاءِ تڪليف جو سبب بڻائي ڇڏيو آهي. تون پنهنجي سچي هٿ سان سربلندي ۽ سرفرازي عطا ڪرين ٿو ۽ ڪبي هٿ سان ڪٺيو ذلت جي تري ۾ تو اڇلين. هوءَ ويچاري نٿي سمجهي تہ ائين ڇو ٿو ٿئي.

اي قدرت وارا! تون پاڻ هن جي جسم ۾ ساهہ ڦوڪيو ۽ سندس دل ۾ موت جو ٻج ڇٽيو. تو ئي هن کي خوشيءَ جون راهون ڏيکاريون ۽ وري تو ئي کيس رنج ۽ ڏک جي خوفناڪ ماتريءَ ۾ آڻي بيهاريو. تو ئي هن جي چپن کي خوشيءَ جي راڳ جي لذت کان واقف ڪيو، تہ وري تو ئي مٿس رنج ۽ ڏک جي مهر هڻي، هن جي زبان کي درد ۽ تڪليفن جي زنجيرن سان جڪڙي ڇڏيو. ائين ڀلا ڇو؟

اي منهنجا ڏٺي! ائين ڇو آهي، جو تون پاڻ پنهنجي اسرار ڀرين هٿن سان هن جي زخمن تي ملم رکي وري سندس خوشين جي چوڌاري رنج ۽ ڏک جو چار پکيڙي ٿو ڇڏين؟ تون پاڻ هن جي خوابگاهہ کي عيش ۽ آرام سان ڀري ٿو ڇڏين پر انجي ڀرسان ڳڻتين ۽ مشڪلاتن جي جڳهہ بہ جوڙي ٿو ڇڏين؟ ڇا ان ۾ تنهنجي مرضيءَ کي ڪو دخل ڪونهي، جا هڪڙي شخص لاءِ پيار جا جذبا بہ پيدا ٿي ڪري ۽ انهن جذبن کي حيا ۽ شرم جو سبب بہ بڻائي ٿي ڇڏي؟ تون پنهنجي رضا ۽ حڪمت سان هن کي سونهن جي رمزن کان واقف ڪرين ٿو پر هن جو پيار سر عام رسوا پيو ٿئي، آخر اهو ڇا آهي؟

اي ڌڻي! تو زندگيءَ جي پيالي ۾ موت ۽ موت جي پيالي ۾ زندگي ڀري ڇڏي آهي ۽ هوءَ ويچاري اها وهه جي وٽي پيڻ لاءِ لاچار آهي. تو هن کي لڙڪن جي ذريعي پاڪيزگيءَ جو سبق پڙهايو آهي ۽ انهن ئي لڙڪن ۾ هن جي حياتي لڙهي رهي آهي.

اي خلقڻهار! تو منهنجي اکين کي پيار جي نور سان منور ڪيو پر ان پيار ئي ذريعي تو وري انهن اکين جي بينائي پڻ ڇني ورتي. هڪ طرف تو مون کي احسان ۽ مروت سان چائي چميو پر ٻئي طرف پنهنجي قوي ۽ طاقتور هٿ سان مون کي پستيءَ ۾ ڦٽي ڪري ڇڏيو. تو منهنجي دل جي زمين ۾ اڇو گلاب ته پوکيو پر ان جي چوڌاري ڪنڊن جو لوڙهو به لڳائي ڇڏيو.

اي منهنجا پروردگار! تو منهنجي حال کي هڪڙي نوجوان جي روح سان وابسته ڪري ڇڏيو، جنهن سان مون کي محبت آهي پر منهنجي مستقبل کي هڪ اهڙي شخص جي وجود سان سلهاڙي ڇڏيو جنهن کي آءٌ ڄاڻان سڃاڻان ڪين ٿي. هو منهنجي لاءِ اجنبي آهي.

اي منهنجا خدا! منهنجي مدد ڪر ۽ هن تڪليف ڏيندڙ آزمائش کي منهن ڏيڻ لاءِ مون کي بي پناهه قوت عطا ڪر.

اي منهنجا ڌڻي! مون تي دستگيري وارو هٿ رک ته جيئن آءٌ ساري ڄمار حق ۽ صداقت جو پلئه هٿان نه ڇڏيان ۽ ان آزمائش ۾ منهنجا پير ٿڙڪي نه پون."

سموري فضا ۾ سانت ڇانئجي وئي. پيلي ۽ ضعيف سلميٰ زمين ۾ نظرون کپائي ڏسندي رهي. هن جو ڪنڌ جهڪي ويو ۽ ٻانهون لڙڪي پيون. سلميٰ جو وجود مون کي ان شاخ وانگر نظر آيو، جنهن کي ڪنهن وڏي طوفان، وڻ کان ڇني پٽ تي اڇلي ڇڏيو هجي تاڪ سڪي ٽوٽ ٿي فنا ٿي وڃي.

مون هن جي برف وانگيان ٿڌي هٿ کي چمي ڏني پر جنهن وقت مون هن کي آٿت ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ته يڪدم ائين لڳو ته آٿت جي ضرورت اصل ۾ ته مون کي آهي. آءُ ماٺ ٿي ويس ۽ پنهنجي پاڳ تي ويچاريندي، دل جي ڌڪ ڌڪ ٻڌڻ لڳس. اسين ٻئي چپ ويٺا رهياسين.

جڏهن ڏک ۽ تڪليف حد کان وڌي ويندا آهن ته ماڻهو ماٺ جا مجسما بڻجي ويندا آهن. اسين ٻئي ٿڌا ماٺ ويٺا هئاسين، ڄڻڪ اسان جو ساهه پنڊ پهڻ ٿي ويو هو، يا سنگ مرمر جا اهي ششدر ۽ حيران ٿنيا هئاسين جن کي زلزلي مٽيءَ ۾ دفن ڪري ڇڏيو هو. ٻنهي ڄڻن هڪ ٻئي جي واتان ڪجهه ٻڌڻ جي آرزو نٿي رکي. اسان جي دل جون تارون اهڙيون ڪمزور ۽ ضعيف ٿي چڪيون هيون، جو ساهه کڻڻ سان به اهي ٽٽي ٿي سگهيون.

ان وقت ڪافي رات گذري چڪي هئي ۽ سنان جبل جي پٺ کان چنڊ اڀري رهيو هو. ۽ تارن جي وچ ۾ چنڊ جو مکڙو، ڪفن ۾ ويڙهيل مڙدي جي منهن مثل لڳي رهيو هيو، جنهن جي آسي پاسي کان ٻريل ميڻ بتيون پيل هجن. ان وقت لبنان مون کي هڪڙي اهڙي عمر رسيده پوڙهي وانگر ٿي لڳو جنهن جي ڇيلهه ڇپي ٿي ويئي هجي، جنهن جون اکيون اونداهين ۽ انڌيرن کي ڏسندي ڏسندي ننڊ لاءِ واجهائي رهيون هجن ۽ هو صبح جو بيتابيءَ سان انتظار ڪري رهيو هجي. لبنان مون کي اهڙي بادشاهه وانگر ٿي لڳو، جنهن جو سڀ ڪجهه ڦرجي فنا ٿي چڪو هجي ۽ هن وقت هو پنهنجي ڍٺل محلات جي مٽيءَ جي ڍير تي ويٺو هجي.

جهڙي طرح انسان پنهنجن جذبن ۽ تجربن جي بنياد تي تبديل ٿيندو ٿو رهي، ساڳي طرح زماني جي گردش ۽ موسمن جي

تبديلين جي ڪري جبلن، ندين ۽ وطن جون ظاهري شڪليون به ڦرنديون ٿيون رهن. هڪڙو وڏو قدآور وڻ، جيڪو ڏينهن جي روشنيءَ ۾ وڻيءَ وانگر وٿندڙ ٿو لڳي سو شام جي وقت دونهين جي دنڌ وانگر نظر ايندو آهي. هڪڙي وڏي جبل جي چوٽي جيڪا پنهنجي مٿي سر ڪرڻ ناممڪن لڳندي آهي سا رات جي وقت حقير ۽ بي وقعت نظر ايندي آهي. هڪڙي ندي جيڪا صبح جي وقت چمڪندي، چلڪندي، ابديت جا راڳ ڳائيندي پڌبي ۽ ڏسبي آهي، سا رات جي وقت ان بدنصيب امڙ وانگر دانهيندي نظر ايندي جنهن کي هڪڙو پٽ هجي ۽ سو به وڃائجي ويو هجي ۽ اهو لبنان جيڪو گذريل هفتي مون کي عظمت ۽ وڏائيءَ جو نمونو ٿي لڳو سو اڄ رات صفا ڏکيارو ۽ اڪيلو ٿي لڳو.

اسين ٻئي جتا هڪ ٻئي کي الوداع ڪرڻ لاءِ اٿي بيٺاسين پر محبت ۽ مايوسي اسان ٻنهي جي وچ ۾ ٻن روحن جي شڪل وٺي اچي اڳيان بيٺي. محبت زار زار روئي رهي هئي ۽ مايوسي وحشت جي عالم ۾ کلي رهي هئي.

جيئن ئي مون سلميٰ جي هٿ تي پنهنجا چپ رکيا ته هن منهنجي وڌيڪ ويجهو اچي منهنجي نرڙ تي چمي ڏني ۽ چميءَ ڏيڻ شرط وڃي بينچ تي ڪري. هن پنهنجون اکيون ڪٽي بند ڪيون ۽ چپن ۾ دعا ڪرڻ لڳي:

”اي منهنجا پروردگار! مون تي رحم ڪر. منهنجي پڳل ڪنيڙائين کي وري قوت عطا ڪر!“

جڏهن آءٌ موڪلائي باغ مان روانو ٿيس ته مون کي ائين لڳو ڄڻڪ منهنجي حواسن تي هڪڙو ٿلهو پردو پئجي ويو هجي يا ڪنهن ڍنڍ جي مٿان ڌنڌ ڇانئجي ويو هجي.

وٽن جي سونهن، چانڊوڪي رات جي سهائي، اونهي ماٺ ۽ آسپاس جي هر هڪ شيءِ مون کي اٿوڻندڙ، بدصورت ۽ ڏيڄاريندڙ ٿي لڳي. اهو اصلي نور جنهن مون کي حسن ۽ ڪائنات جي عجائبات سان واقف ڪرايو هو، سو به هاڻ مون کي باهه جي ان آلي وانگر نظر اچڻ لڳو، جيڪو اندر ئي اندر منهنجو جيءُ جلائي رهيو هجي. اهي سرمندي راڳ جيڪي آءٌ ڏاڍي بيقراريءَ سان ٻڌندو هوس سي هاڻي شينهن جي آواز وانگر خوفناڪ گجگوڙ جيان لڳڻ لڳا.

آءٌ پنهنجي گهر پهچندي اهڙي زخمي پکيءَ وانگر اچي هنڌ تي ڪِريس جنهن کي ماريءَ جي ڪانَ گهائي وڌو هجي. آءٌ سلميٰ جا هي لفظ دهرائڻ لڳس، ”اي منهنجا پروردگار! مون تي رحم ڪر. منهنجي پيگل ڪنيزائين کي پيهر سگهه عطا ڪر.“

# موت جي حضور ۾

اڄڪلهہ شادين جا معاملا رڳو مائٽن ۽ نوجوان مردن جي هٿن ۾ هوندا آهن، انهيءَ ڪري اهڙيون شاديون ڏاڍي ڏکوئيندڙ صورت وٺن ٿيون. ڪن ملڪن ۾ ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ ٿئي ٿو جو اهڙين حالتن ۾ نوجوان، مائٽن کي شڪست ڏيئي زندگيءَ جي بازي جيتڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. عورت رڳو واپار جي جنس بڻجي پوي ٿي، جنهن کي هڪ گهر مان خريد ڪري ٻئي گهر جي حوالي ڪيو وڃي ٿو. جڏهن ان جي سونهن ۽ سوڀيا گهٽجي وڃي ٿي ۽ هن جو جسم رت ست ڇڏي وڃي ٿو تہ ڪيس بيڪار ۽ پراڻي فرنيچر وانگيان، گهر جي ڪنهن سوڙهيءَ ۽ اونداهيءَ ڪنڊ ۾ ڦٽو ڪيو وڃي ٿو.

موجوده تهذيب عورت کي عقل مند ۽ سگهڙ بڻائي ڇڏيو آهي، پر ان سان گڏوگڏ مرد جي لالچي طبيعت ۽ حرص ان جي مصيبت ۽ تڪليف ۾ واڌارو آندو آهي. ڪالهہ جي عورت ڀاڳ ڀري زال هئي پر اڄ جي عورت رحم جوڳي زال نموني جي بيگم بڻجي پئي آهي. پراڻي زماني ۾ هوءَ بنا ويچار ۽ ڳالهہ ٻولهہ جي پير ڪٽيندي هئي، ان هوندي بہ هوءَ روشنيءَ جي جهرمٽ ۾ جيئندي هئي. پر اڄڪلهہ هوءَ اڪيون کولي هلي ٿي تنهن هوندي بہ اونداهين ۾ گهيريل آهي. اڳ هوءَ پاڪباز ۽ طاقتور هئي، پر اڄ هوءَ پنهنجي سمجهہ ۽ سياڻپ هوندي بہ بدصورت ۽ پنهنجي علم ۽ فن جي هوندي بہ جڙتو ۽ بيوسيءَ جو نمونو بڻيل آهي. ڇا اهو ڏينهن ڪڏهن ڪونہ ايندو يا اهڙو واءُ نہ

ورندو جڏهن سونهن ۽ سوڀيا، علم ۽ ادراڪ، پاڪبازي ۽ سادگي توڙي دل جي سگهه، سڀئي اچي هڪڙي عورت ۾ ڪٺيون ٿينديون؟

مان انهن ماڻهن مان آهيان، جن جو عقيدو آهي ته انساني زندگي، روح جي ترقيءَ کانسواءِ ممڪن ناهي. جڏهن هڪڙي عورت، زندگيءَ جي هڪ شعبي ۾ ترقي ڪرڻ گهري ٿي ۽ هن جي عملي زندگيءَ جي واٽ روڪيل ٿي ڏسجي، ته ان جو مطلب پڪ سان اهو ٿئي ٿو ته ترقيءَ جي معراج جي جنهن لفظ تائين هوءَ پهچڻ گهري ٿي، ان جي پسگردائيءَ ۾ چورن ۽ بگهڙن جهڙن ڇُرون ۽ پناهه گاهون آهن جن هن جي منزل ڏانهن ويندڙ واٽن کي گهيري رکيو آهي.

موجوده نسل سجاڳيءَ ۽ ننڊ جي وچين وقفي واري حياتي گهاري رهيو آهي. ائين سمجهو ته هن جي هٿ ۾ مٽي ته پراڻي زماني جي آهي پر هو پاڻ کي حال جو نمائندو ٿو سمجهي. مستقبل کي هر شهر ۽ هر وسنديءَ ۾ ڪا اهڙي عورت ملي ويندي جا مستقبل جو نشان پتو ڏيندي.

بيروت شهر ۾ سلميٰ ڪرامي ان وقت مشرقي عورتن جي نمائندي هئي، پر ڪيترن ٻين ماڻهن وانگر جيڪي پنهنجي وقت کان اڳتي نڪرڻ ٿا گهرن، سلميٰ به پنهنجي موجوده دؤر جو شڪار ٿي وئي ۽ هوءَ ان نرم ۽ نازڪ گل جيان جنهن کي ڪنهن تاريءَ مان ڇني الڳ ڪري درياءَ جي لهرن حوالي ڪري ڇڏيو ويو هجي، تنهن جيان بيوس ۽ هار کاڌل زالن جي جلوس ۾ وڃي شامل ٿي.

منصور ۽ سلميٰ جي شادي ٿي وئي. فارس آفندي پنهنجي باغيچي ۾ کهيريل گهر اندر ان ريڍار وانگر جيڪو رڍن جي ڌڻ وچ ۾ ويٺو هوندو آهي، ويٺو رهيو.

شاديءَ جا رنگ برنگي جشن ۽ ان جا شاندار ڏينهن راتيون گذري ويا، ليڪن اهي جشن ملهائڻ واريون گهڙيون، پنهنجي پويان ائين ڪڙيون يادگيريون ڇڏي ويون جيئن جنگ ختم ٿيڻ بعد جنگ جي ميدان ۾ ماڻهن جون ڪوپڙيون ۽ هڏيون وڃي بچنديون آهن. اوپر جي ملڪن ۾ شادي زال مڙس جي دل ۾ وجدان پيدا ٿي ڪري پر ڪڏهن ڪهوٽ، ڪنوار جي شاديءَ وارا حسين ڏينهن گذرڻ بعد، انهن ڏينهن کي سمونڊ جي تري ۾ اڇلي ٿو ڇڏي. هتي جون خوشيون ۽ شادمانيون واريءَ تي پيرن وانگر ٿين ٿيون جن کي پاڻيءَ جي ريگي هڪڙي لهر ۽ هوا جي هڪ لهر ميساريو ڇڏي.

بهار جي مند آئي ۽ گذري وئي. ساڳيءَ طرح اونهارو، سرءُ ۽ سيارو به ويا پر سلميٰ لاءِ منهنجي محبت راتو ڏينهن وڌندي وڃي خاموش پوڄا جي صورت ورتي. آءٌ ان طرح تڙڦڻ لڳس، ڄڻ ڪو يتيم ٻارڙو پنهنجي ماءُ جي روح لاءِ بيقرار هجي. منهنجو سمورو پيار، ڪنهن اونداهيءَ مايوسيءَ ۾ تبديل ٿي ويو، جنهن کي پنهنجو پاڻ ڪانسواءِ ٻي ڪا چيز نظر نٿي آئي. پيار ۽ ميلاپ جي اميد، جنهن منهنجي نيڻن مان لڙڪن جا درياءَ ٿي وهايا، حيرت ۽ اچرج ٻڌجي، منهنجي دل جو رت چوسڻ لڳي. منهنجو هر ساهه، سلميٰ، مڙسس ۽ پڻس جي خوشيءَ ۽ دلي سڪون ۽ اطمينان لاءِ هڪڙي مستقل دعا ٻڌجي پيو.

پر منهنجي ڪابه دعا قبول نه پئي ۽ منهنجون سڀ اميدون مٽيءَ ۾ ملي ويون. سلميٰ جي بربادي‌ءَ جو اصل سبب اهو اندروني روڳ هو، جنهن جو علاج فقط موت هو.

منصور اهڙو شخص هو جنهن کي حياتيءَ جون سڀئي راحتون سولائيءَ سان ملي ويون هيون، جن جي هوندي به هو شڪرانو بجا

آٽڻ وارو نـہ هو. سلميٰ سان ساٽس شادي ٽيڻ ڪانپوءِ هو، سهري جي مرڻ لاءِ سوچڻ لڳو، جيئن جيترو جلد ٿي سگهي اوترو جلد پوڙهي جي باقي بچيل موڙي بہ هن جي هٿ چڙهي وڃي.

لـڇڻن ۾ منصور پنهنجي چاچي جهڙو هو. هنن جي ڪردار ۾ فرق رڳو هي هو جو چاچس جيڪي ڪجهہ ڪندو يا ڪرڻ گهرندو هو سو پراسرار طريقي سان ڪندو هو، مذهبي اڳواڻ هئڻ ڪري هن جا ڪارناما جبي ۽ سونـهري صليب جي اوٽ ۾ هئا، پر ان جي ابتڙ ڀائٽيو جيڪي بہ ڪندو هو سو کليو ڪلايو ڪندو هو. بشپ صبح جو سوير ديول ۾ ويندو هو ۽ پنهنجو باقي وقت، بيوهہ زالن، يتيم ٻارن ۽ ٻين سادڙن ۽ ابوجهہ ماڻهن کي ڦرڻ لٽڻ ۾ صرف ڪندو هو ۽ هن جو ڀائٽيو سڄو وقت نفساني خواهشن جي پورت ۾ پورو ڪندو هو. آچر ڏينهن بشپ ماڻهن کي انجيل پاڪ پڙهائيندو هو پر پاڻ انجيل جي ڪنهن بہ حڪم جي پيروي نہ ڪندو هو، بلڪ ڏينهن رات ان علائقي جي سياسي جوڙ توڙ ۾ لڳو ٿي رهيو. هيڏانهن منصور وري پنهنجي چاچي جو اثر رسوخ ڪم آڻي انهيءَ سياسي جوڙتوڙ مان فائدو وٺندو هيو. هو ٻين سان انجام ۽ وعدا ڪري وٺائڻ وڏيون رقمون وصول ڪندو هيو.

بشپ اهڙو چور هو جيڪو پنهنجون حرڪتون رات جي اونداهين ۾ لڪائيندو وتندو هو ۽ ان جو ڀائٽيو منصور اهڙو دغاباز هو جيڪو ڏينهن جي روشنيءَ ۾ وڏي فخر ۽ امتياز سان سينو ڪڍي نڪيون ڪندو هيو. بهرحال اوپر وارن ملڪن جون ڪي قوتون اهڙن ٽي ماڻهن ۾ ڀروسو رکن ٿيون جيڪي بگهڙن ۽ ڪاسائين وانگر ملڪ کي تباهہ ۽ برباد ڪندا رهن ٿا. هو وري پنهنجي وات جي چسڪي ۽ مريض جي پيٽ پورت لاءِ پنهنجي پاڙيوارن کي پٽيندا رهن ٿا.

مان پنهنجا لفظ ملڪ ۽ قوم سان دغا ڪرڻ وارن لاءِ ڇو پيو وڃايان، حالانڪ منهنجا لفظ تہ فقط هڪ بدنصيب، رحم جوڳي ۽ دل ٽٽل عورت لاءِ وقف ٿيل هئا. آخر آءٌ پنهنجا لڙڪ، مجبور ۽ ڏکارين قومن لاءِ ڇو پيو وڃايان، جڏهن تہ اهي صرف ڪمزور ۽ هيٺي عورت لاءِ سانديءِ رکيل هئا، جنهن جي زندگي، موت جني ورتي هئي.

ليڪن منهنجا پڙهندڙؤ! ڇا توهان کي منهنجي اِن ڳالهہ سان اتفاق ڪونهي تہ اهڙي قوم جيڪا مذهبي اڳوائن ۽ جابر حاڪمن جي ڦٽيل هجي سا مظلوم عورت وانگر آهي! توهان کي ان ڳالهہ جي پڪ ناهي تہ ناڪام محبت جا هڪ عورت کي جيئري قبر ۾ ڏکي ٿي ڇڏي، تنهنجي حياتي پڻ ٺهر هيٺ آيل قوم جي حياتيءَ جيان آهي. عورت جو ناتو، ڪنهن قوم سان بلڪل اهڙو آهي، جهڙو روشنيءَ جو ڏيي سان. ڏيي ۾ تيل جي گهٽتائي ٿيڻ تي ان جي روشني ڪانہ گهٽبي؟

پن ڇڻ جي مند آئي ۽ سياري جي لاءِ پيلن پنن کي اڏائي ڪٺي وئي. آءٌ اڃا تائين اڪيلو بنا ڪنهن يار مددگار جي بيروت شهر ۾ رهيو پيو هوس. منهنجي خوابن جي دنيا ڪڏهن تہ مون کي اڀ جي اوچاين تي وٺي ٿي وئي ۽ ڪڏهن هيٺ ڌرتيءَ جي پاتال ۾ دفن ڪري ٿي ڇڏيائين.

ڏکويل ۽ مايوس روح کي تنهائيءَ ۾ آٿت ايندو آهي. هو ماڻهن کان ان ڦٽيل هرڻ وانگر ٿهندو آهي جيڪو پنهنجي ساٿين کان الڳ ٿي ڪنهن غار ۾ وڃي پناهہ ٿو وٺي ۽ ڦٽ ڇٽڻ يا موت اچڻ تائين پنهنجي حياتي ان غار ۾ گهارڻ جو فيصلو ٿو ڪري.

هڪڙي ڏينهن مونکي خبر ملي تہ فارس آفندي بيمار آهي سو

گاڏي پري ڪري، عام رستو ڇڏي زيتونن واري سڙڪ کان ٿيندو هن جي گهر پهتس. فارس آفندي ضعيف ۽ پيلو ٿي ويو هو، اکيون ذرا ڏيئي ويون هيس. جيڪا مرڪ هميشه هن جي چهري کي زندگي بخشيندي هئي سا درد ۽ ڪرب جو شڪار ٿي مرجهائجي چڪي هئي. هن جي هيٺن هٿن جون هڏيون وٽن جي انهن شاخن جيان ٿي لڳيون جيڪي طوفان جي سامهون ڏکي رهيون هجن. پرسان ويهي صحت بابت پڇيومانس تہ هن پنهنجو پيلو چهرو مون ڏانهن ڪيو ۽ سندس ڏڪندڙ چپن تي هلڪي مرڪ تري آئي. هن ڪمزور ۽ هيٺي آواز ۾ مون سان مخاطب ٿيندي چيو، ”منهنجا پٽ! هن ڪمري ۾ وڃ ۽ سلميٰ کي تسلي ڏيئي چئينس تہ اچي مون وٽ ويهي.“

پر واري ڪمري ۾ مون وڃي ڏٺو تہ سلميٰ هڪ سينگاريل صندل تي ليٽي پيئي هئي. ٻانهون مٿي کان ۽ منهن وهاڻي ۾ هيس ۽ روئي رهي هئي. ويجهو وڃي ٻنهہ آهستي سان سندس نالو ڪنيم تہ هوءَ ڇرڪ ڀري اٿي ويهي رهي، ڄڻڪ ڪو خوفناڪ خواب ڏٺو هئائين. هوءَ ٻنل اکين سان مون ڏانهن ڏسندي رهي ڄڻ پڪ ڪرڻ چاهيندي هجي تہ آءٌ ٻاڇولو هيس يا سچ پچ ڪو ماڻهو. ٿوري دير ڪمري ۾ سانت ٿي ويئي جنهن وچ ۾ پراڻين يادگيرين اسان ٻنهي ڄڻن کي پرن تي کڻي انهن رنگين گهڙين ۾ گم ڪري ڇڏيو، جڏهين اسان پيار جي شراب سان سرشار ٿيا هئاسين. سلميٰ پنهنجا لڙڪ اگهندي چيو:

”زماني جي گردش اسان کي ڪهڙي طرح بدلائي ڇڏيو آهي. وقت اسان جي زندگيءَ جي رستن کي ڦيرائي ڪيئن نہ اوجهڙ ۾ وجي وڌو آهي. هن ئي جڳهہ تي بهار جي مند اسان کي پيار جي رشتن ۾ ڳنڍيو هو ۽ اڄ ان ئي ساڳي هنڌ تي اسين موت جي دروازي تي ٻيٺا

آهيون. اها بهار ڪهڙي نہ دلفريب ۽ سونهن ڀري هئي. هاڻوڪي سياري جي مند ڪيتري نہ ڀيانڪ ۽ مايوس ڪندڙ آهي."

ائين چئي ڪٺي منهن ڍڪيائين جڻ ماضيءَ جون يادگيريون سندس سامهون هجن ۽ ڪيس انهن سان منهن ڏيڻ جي سگهہ نہ هجي. مون پنهنجو هٿ آهستي هن جي مٿي تي رکندي چيو:

"سلمي! اڄ تہ اسين ٻئي هن طوفان آڏو مضبوط ۽ محڪم ٿنڀن وانگر ڪڙا ٿي ويچون. اسان کي بهادر سپاهين وانگر ان سان مهاڏو اٽڪائڻ گهرجي. جيڪڏهن وڙهندي وڙهندي مري وياسين تہ شهيد چورائينداسون پر جي جيئرا رهياسين تہ پوءِ بهادرن وانگر حياتي گهاريندا سون. مشڪلاتن ۽ تڪليفن جو مقابلو ڪرڻ، سانت ۾ پناهہ ڳولڻ کان همٿ ڀريو ڪم آهي. اهو پروانو جيڪو شمع جي چوڌاري ڦيرا ڏيئي جان جي بازي لڳائي ٿو سو ان انڌي ڪئي کان بلند مرتبي وارو ٿئي ٿو جيڪو ڪنهن اونداهي سوراخ ۾ حياتي گهارڻ تي قناعت ٿو ڪري. اچو تہ هنن ڪنن ۽ خطري ڀريل راهن ۾ ثابت قدم ٿي سفر پورو ڪريون. اسين انهن رستن تي سچ جي ڪرڻن جو سهارو وٺي اڳتي وڌون، تہ جيئن ڀيڇرن تي پيل ڪوپڙيون ۽ ٺڪرين ۾ لڪل نانگ اسان جي نظرن کان پري نہ رهن. جيڪڏهن اڌ پنڌ تي خوف اسان جي قدمن کي جڪڙي وڌو تہ رات جا آواز اسان تي چٿرون ڪندا. جيڪڏهن اسان پنهنجي ارادن ۽ حوصلن کي بلند رکيو ۽ جبل جي چوٽيءَ تي پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي وياسين تہ پوءِ آسمان وارا سڀيئي روح اسان سان گڏجي فتح ۽ شادمانيءَ جا راڳ ڳائيندا؛ تنهن ڪري همٿ ڪان ڪم وٺ. ڳوڙها اگهي ڇڏ، منهن تان مايوسيءَ جا مڙيئي آثار ميساري ڇڏ. هاڻي هل تہ هلي بيمار پيءُ جي پير ۾ ويهون. هن وقت هن کي تنهنجي ئي ضرورت

آهي. هن جي حياتيءَ جو مدار فقط تنهنجي حياتيءَ تي آهي. تنهنجي مسڪراهٽن ۾ هن جي مڙن تڪليفن جو علاج لڪل آهي."

هوءَ پيار ڀرين نظرن سان مون ڏانهن ڏسي چوڻ لڳي:

"توکي پاڻ صبر ۽ تحمل جي ضرورت آهي ۽ ڇا هڪ بکيو ٻئي بکئي کي مانيءَ ڳيو ڏيئي سگهي ٿو؟ هڪڙو بيمار جنهن کي پاڻ دوا جي گهرج آهي سو ٻئي بيمار جي علاج جو ڪهڙو بندوبست ڪري سگهندو؟"

هوءَ اٿي هن جو منهن اڳ ٿي ملول هو. اسين ٻئي پيرسن آفنديءَ جي ڪمري ۾ گهڙي وڃي سندس بستري جي ڀرسان ويٺاسين. هن مرڪندي بظاهر پنهنجي پيءُ جي آٿت لاءِ صبر ۽ سانت جا آثار پيدا ڪيا. پيرسن آفنديءَ پڻ سلميٰ جي دل ونڻ لاءِ هن کي يقين ڏياريو تہ سندس حالت اڳي کان بهتر آهي ۽ هو جلد تندرست ٿي پوندو. مگر پيءُ ۽ ڌيءُ هڪ ٻئي جي دلي ڪيفيتن کان چڱي طرح واقف هئا. تنهن ڪري زبان تي نہ آڻيندي بہ هڪ ٻئي جي دانهن ڪوڪ ٻڌي رهيا هئا. رنج ۽ ڏک جي لحاظ کان ٻنهي جي هڪجهڙي حالت هئي. ڌيءُ جي ڏڪوئيندڙ حالت ڏسي پيءُ جي دل سڙي ڳري رهي هئي. ٻئي پاڪيزه روح هئا. جن مان هڪڙو تہ هلڻ وارو هو ۽ ٻيو ڏک ۽ غم جي ڪري نستو هو، پر ساڳئي وقت محبت ۽ موت سان همڪنار بہ هو. هنن ٻنهي روحن جي وچ ۾ منهنجو روح هو پر اهو بہ زخمي ۽ قتيل هو. ان ڪمري ۾ اسين ٽي ڄڻا هئاسين پر ٽنهي جو جِسو جاءِ نہ هو. هڪڙو پوڙهو شخص، جنهن جي حالت ان پراڻي ڍنل جاءِ جهڙي هئي جنهن کي ٻوڏ تباهہ ۽ برباد ڪري ڇڏيو هجي. هڪ نوجوان عورت هئي جنهن جو مثال سوسن جي ان گل جهڙو ،و جنهن جو ڳاٽو ڌاتي جي تيز ڌار قلم ڪري ڇڏيو

هجي. تيون شخص نوجوان هو جيڪو ان نوخيز پوتي وانگر هو جنهن جي چيلهہ برف پوڻ ڪري ڇڀي ٿي پئي هجي. اسين تيئي تقدير جي هٿن ۾ رانديڪا بڻجي ويا هئاسين.

فارس آفندي ڏيرج سان پنهنجو ڪمزور هٿ سلميٰ ڏانهن وڌائي پيار ۽ شفقت ڀريل سنهڙي ۽ ضعيف آواز ۾ چوڻ لڳو:

”منهنجي پياري ڌيءَ! منهنجو- هٿ وٺ.“ سلميٰ هن جي هٿ کي جهليو. پوءِ هو چوڻ لڳو:

”مون ڪافي ڏکي عمر گذاري آهي. مون حياتيءَ جون گهڻيون ئي بهارون ڏٺيون آهن. مون زندگيءَ جي مڙني پهلوئن جو اڀياس ڪيو آهي. جڏهن تنهنجي ماءُ فوت ٿي هئي تڏهن تون فقط ٽن سالن جي هئينءَ. هوءَ ويچاري تنهنجي صورت ۾ قيمتي خزانو منهنجي حوالي ڪري هلي وئي. مون توکي پالي وڏو ڪيو. هاڻي تنهنجي منهن ۾ تنهنجي ماءُ جا مهانڊا اهڙي طرح ظاهر ٿيا آهن جئن پاڻيءَ جي سانتيڪي ڍنڍ ۾ آڀ جي تارن جو اولڙو نظر ايندو هجي. تنهنجي سلڇڻائي، تنهنجو عقل ۽ ڏاهپ ۽ تنهنجو رنگ روپ سڀ ڪجهہ تنهنجي ماءُ جهڙو آهي. نہ رڳو ايترو پر ڳالهائڻ ۽ اشارن جو ڍنگ پڻ اهڙو ئي اٿئي. هن دنيا ۾ منهنجي لاءِ، تنهنجو وجود ان ڪري بہ آٿت ڏيندڙ رهيو آهي جو ڪردار ۽ گفتار ۾ تون هوبهو ماءُ تي وئي آهين. هاڻي آءٌ پوڙهو ٿي ويو آهيان، منهنجي آخري آرامگاهہ صرف موت جي هٿن ۾ آهي. اي منهنجي پياري ڌيءَ! صبر ۽ تحمل کان ڪم وٺج. ڏڪاري نہ ٿج بلڪ اهو چاڻي خوش ٿج تہ موت کانپوءِ بہ آءٌ توسان گڏ هوندس. آءٌ توکان اڄ موڪلائي وڃان يا سڀاڻ، توکي ان ڪري مايوس ٿيڻ نہ گهرجي، ڇاڪاڻ جو منهنجي حياتيءَ جا ڏينهن، هن وقت سرءُ جي پنن وانگر آهن، جيڪي آهستي آهستي

چئي رهيا آهن. منهنجي موڪلائڻ جي گهڙي ويجهي اچي پهتي آهي ۽ منهنجو روح تنهنجي ماءُ جي روح سان ملڻ لاءِ بيقرار آهي."

فارس آفندي اهي لفظ ڏاڍي پيار ڀرئي لهجي ۾ ادا ڪيا. ان وقت سندس چهري تي خاص قسم جي چمڪ هئي. ان ڪانپوءِ هن پنهنجو هٿ وهائي هيٺان ڦيرائي سوني فريم ۾ جڙيل هڪڙي تصوير ڪڍي. هن ان تصوير ڏانهن تڪيندي سلميٰ کي مخاطب ٿي چيو:

"سلميٰ ڏيءَ هيڏانهن ڏس! هيءَ تنهنجي ماءُ جي تصوير اٿئي."

سلميٰ لڙڪ اگهي، پنهنجي ماءُ جي تصوير کي ڪجھ وقت تائين ڏسندي رهي ۽ پوءِ ان کي ڪٿي چمڻ لڳي. هوءَ تصوير کي بار بار چمندي رهي ۽ ماءُ کي پڪاريندي اچي روئڻ ۾ ڇتڪي. پوءِ هن پنهنجا ڏڪندڙ چپ ماءُ جي تصوير تي اهڙي طرح رکي ڇڏيا ڄڻ پنهنجو روح ماءُ جي تصوير ۾ ڦوڪڻ ٿي گهريائين.

شايد انسانيت جي چپن تي ماءُ لفظ کان وڌيڪ مٺو ٻيو ڪو لفظ ڪونهي ۽ "منهجي امڙ" چئي پڪارڻ کان وڌيڪ مٺو ٻيو ڪو آواز ڪونهي. هي اهي لفظ آهن جيڪي خوشيءَ ۽ پيار سان ڀرپور آهن. هي اهي مٺا ۽ ٻاجهارا ٻول آهن، جيڪي دل جي اونهائين مان نڪري چپ جي نوڪ تي اچن ٿا. ماءُ، وڏي ۾ وڏي رحمت آهي. امڙ، مصيبت ۾ غمخوار ۽ مايوسيءَ جي عالم ۾ اميد جو شعاع هوندي آهي، جيڪا ڪمزوريءَ وقت، سگهه ۽ حوصلو عطا ڪري ٿي. ماءُ، محبت، رحم، همدردي ۽ معاف ڪري ڇڏڻ جو سرچشمو آهي. جنهن جي ماءُ مري ٿي وڃي سو ڄڻ هڪ پاڪيزه روح جي سايئي کان محروم ٿي ٿو وڃي.

قدر جي ڪارخاني جي هر هڪ شعبي ۾ ماءُ جي حيثيت لازوال آهي. سج، ڌرتيءَ لاءِ ماءُ جي حيثيت رکي ٿو، جيڪو ان کي

گرمائش ڏئي ان جي پرورش ڪري ٿو. رات، ڌرتيءَ کي ٻڪيٽڙن، سمونڊن ۽ ندين جون مٺيون لوليون ڏيئي سمهاري ٿي. ٻيءَ طرح ڌرتي، وڻن ۽ گلن جي ماءُ ٿئي، جيڪا وڻن ۽ گلن کي جنم ڏئي ٿي. اهڙي طرح گل ۽ وڻ، ميون ۽ ٻجن جي ماءُ آهن. حقيقت هيءَ آهي تہ امڙ جو لفظ سموري ڪائنات جو مظهر آهي. ماءُ جو وجود اهو سرمدي روح آهي جو سڄو سارو سونهن ۽ پيار آهي.

سلميٰ اجان ننڍڙي ئي هئي تہ سندس ماءُ گذاري ويئي هئي. تنهن ڪري کيس ماءُ جي يادگيري ڪانہ هئي. هن جيئن ئي ماءُ جي تصوير ڏٺي، تہ "منهنجي امڙ" چئي ان کي چنبڙي پئي ۽ زارو زار روئڻ لڳي.

ماءُ جو لفظ اسان جي دلين جي اونهائين ۾ هر وقت لڪل رهي ٿو. جهڙي طرح خوشبو، گلاب جي گل جي دل مان نڪري فضا ۾ پکڙجي ٿي وڃي، بلڪل اهڙي طرح خوشيءَ ۽ غم جي گهڙين ۾ ماءُ جو لفظ دل جي اونهاين مان ابري پاٺمرادو يڪدم اسان جي چپن تي اچي وڃي ٿو.

ڪافي دير سلميٰ پنهنجي ماءُ جي تصوير ڏسندي ۽ کيس چمندي رهي. پوءِ هوءَ سڏ ڪندي پيءُ جي بستري جي پرسان ڪِري پيئي.

پٽس پئي هٿ سلميٰ جي مٿي تي رکي چوڻ لڳو:

"منهنجي پياري ڌيءَ! مون توکي رڳو ماءُ جي ڪاغذي تصوير ڏيکاري آهي. هاڻ تون منهنجي ڳالهہ ٻورو ڌيان ڏيئي ٻڌ جو آءُ توکي تنهنجي ماءُ جون ڳالهيون ٻڌايان ٿو."

سلميٰ پنهنجو منهن ان ابهم ۽ ڪمزور پکيءَ جي ٻچڙي جيان مٿي ڪنيو جو پنهنجي ماءُ جي پرن جو آواز ٻڌي، آکيري ۾ ڪڙو ٿي وهندو آهي.

فارس آفنديءَ چيو:

”جڏهين تنهنجي ماءُ جو پيءُ فوت ٿيو تہ ان وقت تو سندس گود ۾ پرورش پئي ورتي. هن کي پنهنجي پيءُ جي گذاري وڃڻ جو بيحد صدمو ٿيو. هوءَ ان جي ياد ۾ زارو زار روئيندي هئي، پر هوءَ وڏي تحمل ۽ صبر واري عورت هئي. جڏهين هن جي پيءُ جي ڪفن ۽ تابوت جي سينگار جو ڪم پورو ٿيو تہ هوءَ منهنجي پر ۾ اچي ويٺي ۽ منهنجو هٿ پنهنجي هٿ ۾ ڪري چوڻ لڳي، ”فارس! منهنجو پيءُ گذاري چڪو آهي. هاڻ هن دنيا ۾ توڪان سواءِ ٻيو ڪير بہ ڪونهي جو منهنجي لاءِ آٿت جو سبب بڻجي سگهي. اسان جا دلي جذبا صنوبر جي ٽارين وانگر ورهايل آهن. جڏهين وڻ جي هڪڙي مضبوط ٽاري ان ڪان الڳ ٿي ڪري ٿي پوي تہ وڻ کي وڏو نقصان ٿو رسي، پر وڻ ڪڏهين بہ سڪي نٿو. هو پنهنجون سڀيئي قوتون ٻين ٽارين جي پرورش لاءِ وقف ڪري ٿو ڇڏي تہ جيئن جلدئي هو پنهنجي ضايع ٿيل ٽاريءَ جي گهٽتائيءَ جو پورائو ڪري سگهي.“ اهي آهن تنهنجي ماءُ جا اهي لفظ جيڪي هن پنهنجي پيءُ جي گذاري وڃڻ وقت مون کي چيا هئا. توکي پنهنجي ماءُ جي پيرن تي هلڻ گهرجي ۽ جنهن وقت منهنجو روح هن عارضي پڃري مان اڏامي وڃي، ان وقت پنهنجي ماءُ جي لفظن کي ضرور ياد ڪجانءِ.“

سلميٰ جي نيڻن مان لڙڪ لڙي پيا. هوءَ پگل دل سان چوڻ لڳي، ”جڏهين منهنجي ماءُ جو پيءُ فوت ٿيو تہ توهان ان جي هٿ ۾ هٿ ڏنو، توهان هن جي هٿ وٺڻ جو وعدو ڪيو، پر توهان پنهنجي مرڻ بعد مونکي ڪنهن جي سهاري ڇڏي ويندؤ؟ جڏهين منهنجي ماءُ جو پيءُ فوت ٿيو تہ ان وقت هڪ همدرد ۽ وفادار مڙس ان جي

زندگيءَ جو سهارو هيو. هن جي گود ۾ هڪڙي ننڍڙي پارڙي هئي جا هن لاءِ آٿت ڏيندڙ هئي، مگر بابا سائين! توهان جي گذاري وڃڻ بعد منهنجي حياتي تہ ويران ٿي ويندي، مون لاءِ ڪو ٽڪاڻو نہ رهندو. مون توهان جي وجود ۾ ماءُ ۽ پيءُ ٻنهي جي شفقت ۽ مهرباني ڏٺي آهي. توهان ئي منهنجا مهربان ۽ شفيق پيءُ، ساٿي ۽ مددگار رهيا آهيو."

ائين چئي سلميٰ مونڌانهن ڏسي، منهنجي قميص جي ڪنڌ کي جهلي چوڻ لڳي، "توهان جي موت ڪانپوءِ هيءُ ٿي هڪڙو دوست وڃي بچندو. مگر جو شخص پاڻ رنج ۽ ڏک ۾ دٻيل هجي سو ٻئي لاءِ تسڪين ۽ آٿت جو سبب ٿي سگهندو؟ ڪنهن ٽٽل دل لاءِ ڪو مايوس روح ڇا ڪري سگهندو؟ درد ۽ ڪرب ۾ ڪڙهندڙ شخص ڪنهن غمزده ۽ ڏکاري پاڙيسريءَ جي ڪهڙي مدد ڪري سگهندو؟ جنهن پکيءَ جون ڪنيڙاٽيون ڀڃي پيون هجن سو ڪيئن اڏامي سگهي ٿو؟ هي منهنجو روحاني دوست آهي، پر آءٌ تہ اڳيئي هن تي رنج ۽ ڏک جو بار وجهي چڪي آهيان. منهنجا لڙڪ هن ڪان اکين جي چمڪ ڦري چڪا آهن. هاڻ پاڻ اونداهين ڪان سواءِ هن کي ٻيو ڪجهہ بہ نظر ڪونہ ٿو اچي. هيءُ منهنجو ڀاءُ آهي، جنهن سان مونکي والهانہ پيار آهي پر هن جو وجود بہ منهنجي ٻين ڀائرن جيان آهي. هي بہ منهنجي ڏکن ۾ شريڪ ٿي لڙڪ وهائي سگهي ٿو. اهي لڙڪ منهنجي تلخين ۽ ڪڙاين ۾ واڌارو ڪري، دل جي باهہ کي ويتر وڌائيندا."

سلميٰ جي لفظن منهنجي دل کي ڦٽي وڌو. آءٌ ائين محسوس ڪرڻ لڳس تہ مون ۾ ان ڪان وڌيڪ ٻڌڻ جي طاقت ڪانهي رهي. پيرسن آفندي ٽٽل دل سان هن جي گفتگو ٻڌندو رهيو. هن جي

حالت ڏيي جي انهيءَ لاٽ وانگر هئي جيڪا هوا جي لهرن تي ڏڪي رهي هئي.

”منهنجي ڌيءَ! هاڻي مونکي آرام سان مرڻ ڏي. آءٌ هن عارضي پڃري جون سيخون موڙي چڪو آهيان. منهنجو رستو نہ روڪ، مون کي اڳتي وڃڻ ڏي. هن وقت آسمان صاف آهي ۽ سمونڊ ۾ سانت لڳي پئي آهي. منهنجي سفر جي ٻيڙي بلڪل تيار بيٺي آهي. مون کي سفر جو سانباهو ڪرڻ ڏي. منهنجي بدن کي آرام ڪرڻ ڏي، منهنجي خوابن کي ختم ٿي وڃڻ ڏي. هاڻي صبح ٿي چڪو آهي، منهنجي روح کي سجاڳ ٿيڻ ڏي. تنهنجو روح سدائين منهنجي روح سان رليل رهندو ۽ منهنجي حوصلي کي بلند رکندو. منهنجي لاش تي رنج ۽ ڏک جا ڳوڙها نہ ڳاڙجانءِ، ڇاڪاڻ جو پوءِ گاهه ۽ گل، ڌرتيءَ ۾ مونکي ڪجهہ بہ ڏيئي نہ سگهندا. منهنجي منهن تان درد ۽ ڪرب جا آثار ختم ٿيڻ ڏي، ڇوتہ جيڪڏهين هوائن اهي مٽيئي نشانيون منهنجي پيشانيءَ تي معلوم ڪري ورتيون تہ پوءِ شايد هو منهنجي هڏن جي خاڪ کي اڏائي، سبزه زار تائين وٺي وڃڻ کان نابري واري وهن.

منهنجي ڌيءَ! مون سچي جمار توکي پيار ڪيو آهي. مرڻ کانپوءِ منهنجو پاڇهہ پريو هٿ ساڳيءَ طرح تنهنجي مٿي تي رهندو. منهنجو روح سدائين توسان ساٿ ڏيندو رهندو ۽ هر هنڌ تنهنجي حفاظت ڪندو.“

فارس آفندي هاڻي اڌ ڪليل اکين سان مون ڏي نهاري چوڻ لڳو:

”منهنجا پٽ! تنهنجو پيءُ منهنجو دوست آهي، ان لحاظ کان سلميٰ سان سڳن ڀائرن وانگر هلجانءِ. هن سان دوستيءَ جو دم

پريندو رهجانءِ. منهنجي موت بعد هن ڪي روح راڙي ڪان منع ڪجانءِ، جو مرڻ واري جو ماتم ڪرڻ وڏي غلطي آهي. هن ڪي عمديون عمديون آڪاتيون ٻڌائيندو ڪجانءِ ۽ هن جو غم غلط ڪرڻ لاءِ ڪيس زندگيءَ جا نغما ٻڌائيندو رهجانءِ. پٺهين سان منهنجي پچار ڪندو رهجانءِ. ان کي پنهنجي جوانيءَ جا داستان ٻڌائڻ لاءِ فرمائشون ڪندو رهجانءِ. ان کي ياد ڏيارجانءِ تہ مون مرڻ گهڙيءَ تائين، سندس پٽ جي وجود ۾ ڪيس پيار ڪيو آهي."

ڪمري ۾ مڪمل خاموشي ڇانئجي ويئي. پيرسن آفنديءَ جي منهن تي موت جي پيلاڻ ظاهر ٿيڻ لڳي. هن هڪ دفعو وري اسان ڏي نظرون ڦيريون ۽ ڪن ۾ ڳالهہ ٻڌائڻ واري انداز ۾ چوڻ لڳو:

"هن وقت ڪنهن بہ ڊاڪٽر جي ضرورت ڪانهي. ٿي سگهي ٿو تہ ان جون دوائون هن قيدخاني جي سزا جي مدت وڌائي وجهن. هاڻي آءٌ قيدي ناهيان، پر منهنجو روح اُپ جي وسعت ۾ آزاديءَ جو ڳولائو آهي. منهنجي لاءِ ڪنهن پادريءَ کي نہ سڏائجو، ڇو جو جيڪڏهن آءٌ گنهگار آهيان تہ پوءِ هن جو جادو ۽ منتر منهنجي ڪابہ مدد ڪري نہ سگهندا. جيڪڏهين آءٌ بي گناهہ آهيان تہ پوءِ هن جاهت مونکي بهشت ۾ داخل ٿيڻ کان روڪي نٿا سگهن. دنيا جي ڪابہ طاقت خدا جي حڪم کي نٿي روڪي سگهي. ستاره شناس تارن جي چرپر کي تہ سمجهي سگهي ٿو، پر ان جي مقرر ٿيل واٽن کي ڦيرائي نٿو سگهي. منهنجي مرڻ ڪانپوءِ ڊاڪٽر ۽ پادري جيڪي وٺين سو ڪن، ڪين پوري آزادي هوندي. ان وقت منهنجو جهاز منزل تائين پهچڻ لاءِ روان دوان هوندو."

آڌي رات جو فارس آفنديءَ پنهنجون ٿڪل اکيون آخري ڀيرو کولي، سلميٰ ڏي نهاريو، جيڪا سندس بستري ڀرسان گوڏا کوڙيو

ويٺي هئي. هن ڪجهه چوڻ جي ڪوشش ڪئي مگر چئي نه سگهيو. موت جي آمد هن جو گلو پري چڏيو ۽ آخري آواز گلي ۾ اٽڪي پيس. ڏاڍيءَ مشڪل سان هن چپ چوريا، پر سلميٰ! منهنجي سلميٰ! ڪان وڌيڪ پيو ڪجهه چئي نه سگهيو. پوءِ هن جو ڪنڌ جهڪي ويو ۽ منهن سفيد ٿي ويو. هن مشڪندي آخري هدڪي ڏني ۽ هميشه لاءِ اسان وٽان روانو ٿي ويو.

سلميٰ پنهنجي پيءُ جي هٿ کي ڇهي ڏٺو جو برف جهڙو ٿڌو هو. تهان پوءِ هن اکيون کڻي دل ڀري پيءُ جي منهن ۾ نهاريو، جنهن تي موت طاري ٿي چڪو هو. سلمي چپ چاپ ويٺي رهي. نڪي اکين ۾ لڙڪ هئس، نه وري آهون ٿي ڀريائين. ڪي گهڙيون هن اهڙيءَ ريت تڪ ٻڌي پيءُ جي لاش ڏي ڏٺو ۽ نيٺ ڪنڌ کڻي جهڪايائين. هن جو نرڙ ڏري گهٽ وڃي زمين سان لڳو ۽ هوءَ رڙيون ڪري روئڻ لڳي:

اي منهنجا خدا! منهنجي پڳل ڪنيڙائين کي وري قوت عطا ڪر."

فارس آفندي گذاري ويو. هن جو روح ابديت سان هم آغوش ٿي ويو. مٽيءَ کي مٽيءَ جي حوالي ڪيو ويو. منصور کي هن جو باقي رهيل ناڻو ملي ويو ۽ سلميٰ باقي حياتي ڏک جي قيد ۾ وڃي ڪاٽي.

مون کي ڏک جي شدت پوري طرح وڪوڙي ورتو. رات ۽ ڏينهن مون ڏانهن اهڙي طرح وڌڻ لڳا جيئن ڪو شڪرو پنهنجي شڪار تي جهٽ هڻندو آهي. پنهنجو غم غلط ڪرڻ ۽ دل وندرائڻ لاءِ ڪتابن ۽ پراڻن قصن ڪهاڻين ۾ پاڻ کي رڌل رکڻ لڳس، پر ان ڪوشش جو مثال ائين هو جيئن ڪو شخص گاسليٽ سان باهه

وسائڻ جي ڪوشش ڪندو هجي، جو ته مون کي انهن ڪتابن ۾ غم جي جلوسن ۽ سيني ڪٽڻ کانسواءِ ٻيو ڪجهه به ڏسڻ ۾ نه آيو. جڏهن مايوسي ۽ نااميدي حد کان وڌي ٿي وڃي ته اها اسان جي حياتيءَ کي گهٽائي ڇڏي ٿي ۽ ڪنن کي ٻوڙو ڪري ٿي ڇڏي. ان وقت اسان کي تباهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪوبه دڳ نظر نٿو اچي. اسان جا ڪن، پنهنجي دل جي وحشي ڌڙڪي کان سواءِ ٻيءَ ڪنهن به شيءِ جو آواز ٻڌي نٿا سگهن.

# ٻہ مجسما

انهن ٽڪرين ۾ باغن جي وچ- جن بيروت جي شهر ۾ لبنان کي ملايو ٿي- پراڻي زماني جو هڪڙو ننڍڙو مندر هو. هي مندر اڇي پٿر کي گهڙي ٺاهيو ويو هو، جنهن جي چوگرد زيتون، صنوبر ۽ توتن جا وڻ هئا. جيتوڻيڪ هي مندر، عام رستي کان اڌ ميل کن پنڌ تي هو، پر جنهن زماني جي مان اوهان کي ڪهاڻي ٻڌائي رهيو آهيان، تنهن ۾ صرف اهي ٿي ٻہ ٽي ماڻهو ان مندر ۾ دلچسپي وٺندا هئا، جن کي آثار قديمہ ۾ پراڻن ڪنڊرن کي ڏسڻ وائسڻ ۾ انهن جي اپياس ڪرڻ جو شوق هو. لبنان ۾ هي مندر بلڪل وساريو ويل آهي پر پاسيرو ۽ عام نظرن کان پوشيده هئڻ ڪري، پيار جي پرستارن لاءِ بهترين جاءِ آهي.

مندر ۾ گهڙندي اوير واري پٽ تي هڪ مجسمو نظر ٿو اچي، جو پيار ۽ محبت جي ديوي ايشتار جو آهي ۽ ٽڪريءَ کي ٽڪي، ان مان ٺاهيو ويو آهي. پيار جي ديوي تخت تي ويٺي آهي ۽ ست سهڻيون ڪنواريون داسيون، تخت جي چوڌاري ان کي گهيريو بيٺيون آهن. هڪڙيءَ جي هٿ ۾ مشعل، ٻيءَ جي هٿ ۾ ستار، ٽينءَ جي هٿ ۾ عود دان، چوٿينءَ جي هٿ ۾ شراب جي صراحي، پنجينءَ جي هٿ ۾ گلاب جا گل، ڇهينءَ جي هٿ ۾ گلن جو هار ۽ ستينءَ جي هٿ ۾ تيرڪمان آهي. اهي ست ئي داسيون ديويءَ ڏي چتائي نهارين پيون.

ٻيءَ پٽ وارو مجسمو، پهرئين کان تازو آهي. اهو ايترو جهونو نٿو لڳي. ان ۾ حضرت عيسيٰ عليه السلام کي صليب تي

تنگيل ڏيڪاريو ويو آهي. ان جي پرسان سندس غمگين ماءُ جي تصوير آهي جنهن سان گڏ پيون زالون بہ ڏيڪاريل آهن، جي سڀ روئي رهيون آهن. انهن مجسمن کي ڏسڻ سان پتو پوي ٿو تہ اهي پندرهين يا سورهين صديءَ جا جوڙيل آهن ۽ جهوني فنيشيائي آرٽ جو نمونو آهي.

مندر جي اولهہ واري پٽ ۾ بہ روشندان آهن جن مان سج جا ڪرڻا داخل ٿي، جڏهن مجسمن تي پون ٿا، تڏهين ائين ٿو لڳي تہ ڄڻ ڪنهن فنڪار مٽن سون جو پاڻي چاڙهي ڇڏيو هجي. مندر جي بنهہ وچ ۾ سنگمرمر جو هڪڙو چورس ٽڪرو رکيل آهي جنهنجي چئن ئي پاسن تي مختلف تصويرون نقش ٿيل آهن، جيڪي رت جي ڌپن ۾ ڍڪيل آهن. ان پٿر کي ڏسڻ سان ائين ٿو ڀائنجي تہ قديم زماني جا ماڻهو هن پٿر تي قربانيون پيش ڪندا هئا ۽ انهن رسمن بجا آڻيندي، ان پٿر تي شراب، تيل ۽ خوشبو اوتيندا هئا.

انهن شين کان سواءِ انهيءَ ننڍڙي مندر ۾ ٻيو ڪجهہ بہ ڪونهي. چوڌاري سانت ڇانيل آهي جنهن ۾ ان ديويءَ جا اسرار آهن ۽ هر هڪ شيءِ، حال جي زبان سان پنهنجي خاموشيءَ جي وسيلي، پراڻين تهذيبن ۽ مختلف مذهبن جي ارتقا جي سڌ ڏئي ٿي. هي مڙيئي منظر، هڪڙي شاعر کي چند گهڙين لاءِ پنهنجي وجود کان ڪٽي پري وٺي وڃن ٿا، جتي هڪڙو فيلسوف ان ڳالهہ کي مڃڻ لاءِ لاچار ٿيو پوي تہ انسان ڪنهن بہ وقت مذهب کان سواءِ جيئرو رهي نٿو سگهي، جنهن کي انسان جون نظرون ڏسڻ کان قاصر آهن. هن هي تصويرون ناهي پنهنجن لڪل دلي جذبن ۽ موت توڙي حيات جي ويچارن جا مختلف ڏيک ڏيکاريا آهن.

ان مندر منجهہ مهيني ۾ هڪ ڀيرو سلميٰ سان منهنجي ملاقات

ٿيندي آهي ۽ ان هنڌ چند گهڙيون گذاريندو آهيان. پٿين تي اڪريل عجيب ۽ غريب تصويرن کي ڏسڻ سان، حضرت عيسيٰ کي صليب تي چاڙهڻ وارو واقعو منهنجي اکين آڏو ڦري ايندو آهي. پوءِ مون انهن نوجوان عورتن ۽ مردن تي ويچار ڪيو، جيڪي ان سرزمين تي رهندا هئا. پيار ۽ قرب ۾ وقت گذاريندا هئا. پيار جي ديويءَ جي پوڄا ڪندا هئا ۽ ان جي پيرن ۾ عود دکائيندا ۽ خوشبو ڇٽڪاريندا هئا. هاڻ انهن ماڻهن جو نالو نشان به باقي ڪونهي، صرف انهن جي يادگيري وڃي رهي آهي، جنهن کي زماني جي گردش ڪڏهين ڪڏهين ابديت جو رنگ ڏيئي سامهون آڻي ٿي.

جيڪي خوبصورت گهڙيون مون سلميٰ سان گڏ گذاريون آهن، انهن کي لکت ۾ آڻڻ منهنجي وس جي ڳالهه ڪانهي. اهي سرمدي گهڙيون ڏک، سک، خوف، اميد ۽ مايوسيءَ سان ڀريل هيون.

انهيءَ جهوني مندر ۾ اسان لڪ چوريءَ ملندي، گذريل ڏينهن کي ياد ڪندي، موجوده حالتن تي بحث ڪندي ۽ پنهنجي مستقبل کان ڊڄندي، آهستي آهستي پنهنجي دلين جا لڪل راز هڪ ٻئي سامهون کولي ٿي رکيا. پوءِ اسان موجوده مشڪلاتن ۽ تڪليفن جون شڪايتون ڪندي، هڪ ٻئي جي دل وٺڻ خاطر تسليءَ جون ڳالهيون به ٿي ڪيون. ٿوري ٿوري دير ڪانپوءِ اسان هڪٻئي جا لڙڪ ٿي اگهيا ۽ کلي ٿي ڏنو. اسين پيار ڪانسواءِ دنيا جي هر ڪنهن شيءِ کان بيخبر ٿي ٿي وياسين ۽ جيستائين اسان جون دليون پگهرجي نٿي ويون تيستائين هڪٻئي جي پاسي ۾ پيا ٿي رهياسين ۽ اوچتو سلميٰ منهنجي نراڙ تي پاڪيزه چمي ڏيئي، منهنجي دل تي وجد طاري ٿي ڪيو ۽ وري هن پنهنجو سفيد شفاف ڪنڌ ٿي جهڪايو ۽ مون ان کي چميو ٿي ته هن جا ڳل، سج جي پهرين ڪرڻن وانگر، جيڪي

ايرڻ وقت پهاڙن جي پيشانيءَ کي چمندا آهن، ٿورو سر تي ٿي ويا. پوءِ اسان چپ چاپ ۾ لهندڙ سج جي نارنگي شفق تي نظرون کپائي ۽ افق کي تڪ ٻڌي ٿي ڏٺو. هاڻي اسان جي گفتگو رڳو پيار جي معاملن تائين محدود نہ رهندي هئي بلڪ هن دنيا جي هلندڙ مسئلن ۽ موجوده حالتن تي خيالن جي ڏي وٺ ۽ بحث بہ ٿيندو هو. سلمي ڳالهين ڪندي سماج ۾ عورت جي حيثيت تي روشني وجهندي، پنهنجي ذاتي ڪردار تي، پنهنجي ڪتنب جي گذريل تاريخ جي اثرن، زال مڙس جي لاڳاپن، روحاني بيمارين ۽ ڪلچائين جي مهلڪ اثرن جي نتيجن تي بحث ٿي ڪيو. مونکي اجان تائين ياد آهي تہ هڪڙي ڀيري هوءَ چوڻ لڳي، ”سموري دنيا جا شاعر ۽ مصنف عورت جي حيقيقت کي بي نقاب ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن پر اجا تائين هو ان جي دل جي گهراين ۾ لڪل اسرار معلوم ڪري نہ سگهيا آهن. سبب هي آهي جو هي ماڻهو سدائين عورت جي جنسي پاسي کان رڳو ان جي ظاهري ڏيک ويک ڏانهن ڌيان ڏا ڏين. هو جڏهن بہ عورت ڏي ڏا ڏسن تہ هنن کي هن ويچاريءَ ۾ ڪمزوري ۽ اطاعت کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نظر نٿو اچي.“

ٻئي موقعي تي هن پيتين تي اڪريل تصويرن ڏانهن اشارو ڪندي چيو، ”هن تڪريءَ جي بنهہ وچ ۾ بہ اهڙيون نشانيون ۽ علامتون آهن جيڪي زال ذات جي مخفي جذبن ۽ روحاني خواهشن، پيار ۽ غم، همدردي ۽ قربانيءَ جو مظهر آهن. هاڻ ٻنهي تصويرن کي ڏسو. پيار جي ديوي تخت تي ويٺي آهي. هوڏانهن ٻئي طرف غم جي ماريل مريم، صليب وٽ ويٺي آهي. ماڻهو نالو، نمود ۽ شهرت حاصل ڪري ٿو پر ان سموري شان ۽ شوڪت جو ملهہ عورت ادا ٿي ڪري.“

اسين ڪنهن شخص جي نظرن کان ڏنل نہ هٽاسين. نڪي اسانجي ضمير وري ان طرف ڏيان ڪرڻ جي تڪليف ورتي هئي. صل ۾ اهي روح جن کي عشق جي باھ ۾ لڙڪن، سيني گدگين/ پنيتاين کان پاڪ ڪري ڇڏيو هجي، سي انهن ڳالهين کان مٿي ني ويندا آهن. هو پنهنجي دل جي حڪمن جي پيٺ ۾ سماج ۽ ان جي قانونن جي پرواھ نٿا ڪن. لڙڪن سان سدائين وضو ڪيل هي روح، خدا جي حضور ۾ بنا ڪنهن ندامت ۽ شرمندگيءَ جي ڳاٽ اوچو ڪري پيش ٿي سگهن ٿا.

صدين کان انساني سماج ڪارن قانونن جي سامهون ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو آهي. ايتريقدر جو هاتي اهو، ابدي ۽ اعليٰ قانون جي معنيٰ سمجهڻ جهڙو نہ رهيو آهي. آهستي ٓهستي انسان جون اکيون، هنڪي اونداهيءَ نما روشنيءَ کي ڏسڻ جون عادي ٿي ويون هيون ۽ دنيا کي روشن ڪندڙ سچ جي تابش کان انڪار ڪرڻ لڳيون آهن. روحاني بيماريون ورثي طور هڪڙي نسل مان ٻئي نسل تائين وراثت ۾ ايندڙيون رهن ٿيون ۽ پوءِ اهي نسل. انهن بيمارين تي اهڙا هري ٿا وڃن جو هو انهن کي نقص ۽ عيب سمجهڻ بدران خدا تعاليٰ جي صرف کان موڪليل انعام سمجهڻ لڳن ٿا. انهن حالتن ۾ جيڪڏهين ڪو شخص، انهن بيمارين مان نجات حاصل ڪري پاڪيزه زندگي گذارڻ جي ڪوشش ڪندي نظر اچي وڃي، تہ سماج ۾ عام ماڻهو ان کي نفرت جي نگاھ سان ڏسندا ۽ ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ ڪڏهين ڪڏهين ان کي بي شرم ۽ بي حيا بہ چوڻ لڳن.

جيڪي ماڻهو سلميٰ کي رڳو انهيءَ ڪري برين نظرن سان ڏسن ٿا جو هوءَ ڪڏهين ڪڏهين پنهنجي مڙس جي گهران نڪري اچي مون سان ملي ٿي، اصل ۾ اهي ذهني بيمار ۽ گهٽ فهم وارا آهن،

جيڪي تندرست ۽ پاڪيزه دلين تي بغاوت جو الزام هڻن ٿا. اهڙن ماڻهن جي حيثيت انهن ڪيڙن ماڪوڙن ڪان وڌيڪ ناهي جيڪي هميشه ان خوف کان اونداهين ۾ رڙهڻ تي هري مري ويندا آهن ته متان روشنيءَ ۾ ڪنهن ماڻهوءَ جي پير هيٺيان اچي چيپاڄي نه وڃون.

هڪ مظلوم قيدي جيڪو پنهنجي قيدخاني جي سيخن کي موڙڻ جي سگهه ۽ صلاحيت رکندي به انهن کي موڙڻ جي همت نه ٿو ڪري سو انتهائي بزدل ۽ ڪائر آهي. سلميٰ بنهه بي گناهه قيديءَ وانگر هئي، جنهن لاءِ قيدخاني مان نجات ناممڪن هئي. جيڪڏهين هن ڪڏهين جيل مان ليو پائي ڪليل ميدانن ۽ اڀ جي وسعتن ڏانهن اک کڻي ڏٺو به ٿي ته ڪهڙي اربع خطا ٿي ڪيائين. هوءَ ڪڏهين ڪڏهين مندر ۾ حضرت عيسيٰ عليه السلام ۽ پيار ۽ سونهن ديوي جي وچ ۾ اچي مون وٽ ويهي رهندي هئي ته اها ڪا بيوفائي ڇٽبي! ماڻهن جون زبانون جيڪي وٺين سو چون، پر سلميٰ انهن ڏيڻ وارن پيچرن کان گهڻو پري پهچي چڪي هئي، جتي پهچي پين ماڻهن جا روح هوند آپي مان نڪري وڃن. هوءَ هاڻي انهيءَ منزل تي پهچي چڪي هئي جتي بگهڙن جون رڙيون ۽ نانگن جون ڦوڪون به هن جو رستو روڪي نٿي سگهيون. ماڻهو منهنجي لاءِ پڻ جيڪي وٺين سو چون. جنهن شخص جي روح موت سان مهاڏو اٽڪائڻ سکي ورتو هجي سو چورن کي ڏسي ڇا گهبرائيندو. ڪهڙو سپاهي هوندو، جنهن پنهنجي سر تي چمڪندڙ تلوارون ۽ پنهنجي پيرن هيٺيان رت جون نديون وهندي نه ڏٺيون هونديون. تنهن تي پلا گهٽين جا رولو ڇورا، پٿر اڇلائيندا ته ڪيس ڪهڙو ڌپ ٿيندو يا هو ڪهڙو ڌجي ويندو!.

# قـربـانـي

جون جي آخري هفتي ۾ جڏهن گهٽائي ماٺهو گرميءَ جي شدت کان بحرڻ لاءِ شهر ڇڏي جبلن ڏي هليا ويندا آهن، اهڙن ئي ڏينهن ۾ ما[illegible] ڏينهن انهيءَ ساڳئي مندر ۾ سلميٰ جو انتظار ڪري رهيو هوس. اڄ مان پاڻ سان شاعريءَ جو هڪ ڪتاب کڻي ويو هيس. سلميٰ جو انتظار به پئي ڪيم ۽ شعر به پئي پڙهيم. نظم پڙهندي مان وجد ۾ اچڻ لڳس ۽ منهنجي دماغ تي انهن پراڻن شاعرن، بادشاهن ۽ بهادرن جون يادگيريون گهمڻ لڳيون، جن ڪنهن وقت غرناطه کي الوداع ڪيو هو ۽ هن جي هاريندڙ نگاهن ۽ رنج و غم سان ڀريل دلين سان پنهنجن محلاتن، روايتن، اميدن ۽ خواهشن کي هميشه لاءِ اتي ڇڏي هليا ويا هئا. ڪلاڪ ڪن گذرڻ بعد مون ڏٺو ته سلميٰ پنهنجي ڇتيءَ کي زمين تي ٽيڪيندي آهستي آهستي مندر ڏانهن اچي رهي آهي. هن جي اڄوڪي رفتار مان مون اندازو ڪيو ته هوءَ سڄي دنيا جو بار پنهنجن نرم ۽ نازڪ ڪلهن تي کنيو پئي اچي. جڏهن هوءَ مندر ۾ اچي منهنجي پرسان ويٺي ته مون هن جي اکين ۾ غير معمولي تبديلي ڏٺي. مون يڪدم ان جو سبب معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

سلميٰ کي معلوم ٿي ويو ته منهنجي دل تي ڇا پيو گذري. هن پنهنجو هٿ منهنجي مٿي تي رکي چيو:

” اي منهنجا محبوب! ويجهو ٿي ويهه ڇاڪاڻ جو هجر ۽ فراق جون گهڙيون بنهه ويجهو اچي چڪيون آهن.“

مون پڇيو، ”تنهنجي مڙس کي پتو پئجي ويو آهي ڇا تہ اسين
ٻئي ڇٽا ڪڏهن ڪڏهن هتي اچي ملندا آهيون؟“

هن وراڻيو، ”منهنجي مڙس کي تہ منهنجي تر جيتري بہ
پرواهہ ڪانهي. ان کي اهو اصل معلوم ڪونهي تہ آءٌ پنهنجو وقت
ڪيئن ٿي گذاريان. اصل ۾ هن کي اهڙن ڪمن لاءِ واندڪائي بہ
ڪانهي، ڇاڪاڻ جو هو سڄو وقت انهن مظلوم ۽ مجبور زالن ۾
ريڌو پيو آهي جن کي غريبيءَ سدا سهاڳڻيون بنائي ڇڏيو آهي ۽
جيڪي پيٽ جي باهہ وسائڻ خاطر مانيءَ ڀِيي لاءِ پنهنجي جسم جو
واپار ڪن ٿيون.“

پوءِ مون پڇيو، ”جيڪڏهن ائين ناهي تہ پوءِ ڪهڙيون
ڏکيايون آهن، جيڪي توکي هتي اچي مون سان ملڻ کان روڪين
ٿيون. ڇا تنهنجو روح هجر و فراق جو آرزومند آهي؟“

هوءَ ٻنل يا وضو ٿيل پاڪيزه نيڻ کڻي مون ڏانهن نهاريندي
چوڻ لڳي:

”نہ، منهنجا منڙا اهڙي ڪا ڳالهہ ڪانهي! مون کي ڪا
وڇوڙي جي تمنا ڪانهي، ڇاڪاڻ جو تون منهنجي زندگيءَ جو اڻٽٽ
حصو بڻجي چڪو آهين. منهنجون اکيون توکي ڏسڻ مان نہ ٿيون
ڍاپن. تون منهنجي نيڻن جو ٺار آهين. هاڻي ڏسڻو هي آهي تہ جيڪڏهن
تقدير منهنجي پرن ۾ ڳري زنجير وجهي مونکي پرواز کان لاچار
ڪري وڌو آهي، تہ ان جو اهو مطلب ٿوروئي آهي تہ تنهنجي حياتي
بہ ساڳئي ڪارب ۾ ڍلجي، اهڙي ئي ٿي پوي. ائين ٿيڻ منهنجي لاءِ
نهايت ڏکوئيندڙ ٿيندو، آءٌ هرڪا ڳالهہ کولي بيان ڪري نٿي
سگهان. منهنجي زبان کي درد جي تڪليف مات ڪرائي ڇڏيو آهي.
ڏک ۽ تڪليفن منهنجي منهن تي مهر هڻي ڇڏي آهي. مونکي رڳو اهو

ڊپ آهي تہ ڪٿي تون بہ مون وانگر ڪنهن چار ۾ ڦاسي نہ پوين."

مون پڇيو: "سلميٰ! تون ڪهڙي شخص کان ٿي ڊڄين؟ مان اڃان بہ تنهنجي ڳالهہ چڱيءَ طرح سمجهي نہ سگهيس."

اهو ٻڌي هن پنهنجو منهن هٿن سان ڍڪيندي وراڻيو:

"بشپ کي انهن ڳالهين جي خبر پئجي چڪي آهي تہ مان مهيني ۾ هڪ اڌ ڀيرو انهيءَ قبر مان ٻاهر نڪري ايندي آهيان. جنهن ۾ هن مونکي پوري ڇڏيو آهي."

وري پڇيومانس، "بشپ کي اسانجي گڏجاڻين جي پوري پوري سڌ پئجي چڪي آهي ڇا؟"

چوڻ لڳي: "جيڪڏهن ائين هجي ها تہ اڄ تون مونکي پنهنجي ويجهو ويٺل نہ ڏسين ها! ليڪن هن جي دل ۾ شڪ جاڳي اٿيا آهن. هن پنهنجي سيني نوڪرن ۽ پهريدارن کي ڇٽي ڇڏيو آهي تہ هو منهنجي ڪڙي نگراني ڪن. ٻانيان ٿي تہ آءٌ جنهن گهر ۾ رهان ٿي ۽ جنهن رستي تان اچان ٿي سي سڀ اکيون ٿي اکيون بڻجي پيا آهن ۽ وڪ وڪ تي منهنجي نظرداري پيا ڪن يا اهي بي حساب آگريون آهن جيڪي مون تي وري وري پيون کڃن، يا اهي اڻ ڳڻيا ڪن آهن جيڪي لڪل جذبن ۽ خيالن کي بہ ٻڌي ٿا وٺن."

ائين چئي چند گهڙين لاءِ ماٺ ٿي ويئي. هن نظرون ڪٽي نهاريو تہ ڳوڙها لارون ٿي وهي نڪتس. هوءَ وري چوڻ لڳي:

"آءٌ بشپ کان ڊنل ڪانہ آهيان. جيڪو ماڻهو دريا ۾ ٻڏندو هجي، تنهن کي پسڻ جو ڪهڙو ڊپ ٿي سگهي ٿو. پر مون کي اهو خوف ٿئي ٿو تہ ڪٿي تون ان جي چنبي ۾ نہ اچي وڃين! تون اڃا جوان ۽ سج جي ڪرڻن وانگر آزاد ۽ خود مختار آهين. مان ذاتي طور قسمت کان ڊنل نہ آهيان. هن جي ڪمان ۾ جيڪي تير هئا سي

منهنجي چاتيءَ کي پروڻ ڪري چڪا آهن. مونکي رڳو اهو ڊپ آهي ته ڪٿي اهو نانگ توکي نه ڏنگي وڃي ۽ توکي ڪاميابيءَ جي انهن بلند چوٽين تي چڙهڻ کان روڪي نه وڃي، جيڪي ايندڙ خوشين ۽ ڪامرانين سان ڀرپور تنهنجو انتظار پيون ڪن."

مون چيو، "اهو ماڻهو جنهن کي روشنيءَ نور جو لباس پهري ڏنگي وڌو هجي، جنهن کي بگهڙن چيري ڦاڙي ڇڏيو هجي، سو ڏينهن ۽ رات پنهي کان هميشه ڊوڪو ڪائيندو. ليڪن سلميٰ، منهنجي ڳالهه غور سان ٻڌ! ماڻهن جي ڪميڻائپ ۽ بديءَ کان بچڻ جو طريقو وڇوڙي کان سواءِ ٻيو ڪونهي ڇا؟ پيار، قرب ۽ آزاديءَ جون سڀيئي واٽون بند ٿي ويون آهن ڇا؟ ڪميڻن ۽ نيچن جي اڳيان ڪنڌ جهڪائڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونهي ڇا؟"

هن وراڻيو، "هاڻ سواءِ جدائيءَ، هجر ۽ وڇوڙي جي ٻيو ڪجهه به باقي نه بچيو آهي؟ هاڻ اسان کي گهرجي ته هميشه لاءِ هڪٻئي کان موڪلائي ڇڏيون."

منهنجي سرڪش روح ان جو هٿ جهلي ورتو ۽ مون هن کي مخاطب ٿي چيو:

"ڪافي عرصي کان اسين هنن ماڻهن جي مرضيءَ موجب حياتي پيا گهاريون. پنهنجي پهرئين ملاقات کان اڄ تائين اسين انڌن جي اڳواڻيءَ ۾ پيا هلون ۽ انهن سان گڏجي ٻتن جي پوڄا ۾ پورا آهيون. جڏهن کان تنهنجي مون سان ملاقات ٿي آهي، تڏهن کان اڄ تائين، بشپ جي هٿن ۾ اسان جي حيثيت انهن ٻن بابن جهڙي آهي جن کي هو پنهنجي مرضيءَ سان هيڏانهن هوڏانهن يا جيڏانهن ٿو وڻيس تيڏانهن پيو ريڙهي، پر ڇا مرڻ گهڙيءَ تائين اسان جي اطاعت ۽ فرمانبرداريءَ جو اهو ئي عالم رهندو؟ ڇا ذات تعاليٰ اسان کي

زندگي انهيءَ لاءِ بخشي آهي تہ اها موت جي پيرن ۾ لتاڙي وڃي؟ ڇا هن اسان کي آزادي ان ڪري ڏني آهي تہ اها غلامي بڻجي رهجي وڃي؟ منهنجي خيال ۾ جيڪو شخص روح جو ڏيئو پنهنجي هٿن سان وسائي ڇڏي ٿو سو قدرت جي قانون جي نظر ۾ ڪافر کان گهٽ ناهي، ڇاڪاڻ جو اهو ڏيئو جيڪو اسان جي روحن کي روشن ٿو ڪري ۽ ان مان جيڪي نور جون لاٽون نڪرن ٿيون، سي ان کي قدرت جي هٿان عطا ٿيون آهن. جيڪو ماڻهو ظلم ۽ ستم جي خلاف سينو سپر نٿو ڪري، سو پنهنجي روح سان بي انصافي ٿو ڪري. سلميٰ مونکي توسان محبت آهي ۽ تون بہ مونسان پيار ڪرين ٿي. قرب هڪ بي ملهو خزانو آهي جيڪو رب پاران حساس ۽ عظيم روحن لاءِ هڪ انعام آهي. ڇا اسين اهو عظيم انعام، سوئرن جي اڳيان ڪٽي وجهون تہ جيئن هو انهيءَ کي پنهنجي سنبن سان ڇچري ڇٽي ڇڏين؟ هي ڏيک ويک واري دنيا سونهن ۽ دلڪشيءَ سان ڀري پئي آهي. اسين انهيءَ سوڙهي ۽ اونداهيءَ چر- جيڪا بشپ ۽ ان جي نائبن تيار ڪئي آهي- ۾ ڇو پيا آهيون؟ زندگي اسان کي خوشيءَ ۽ آزاديءَ جي دعوت ڏيئي رهي آهي، اسين ڇو نہ هن غلاميءَ جي لعنت کي ڪلهن تان لاهي اڇلائي ڇڏيون؟ اسين ڇو نہ پنهنجن پيرن ۾ پيل بيڙين کي ٽوڙي امن ۽ آزاديءَ جي زندگيءَ سان همڪنار ٿي وڃون. هل تہ هن ننڍڙي مندر مان نڪري عاليشان مندر ۾ پنهنجو نڪاٽو ناهڻ جي ڳڻ ڪريون. اڄ تہ هن ملڪ ۽ ان جي غلامي ۽ جهالت کي ڇڏي ڪو بيو اهڙو ملڪ وسايون، جتي چورن ۽ رهزنن جو راڄ نہ هجي. اڄ تہ رات ٿيندي ئي درياءَ جي هن ڪناري کان بيڙيءَ ۾ سوار ٿي، پئي ڪناري ڏانهن هلون، جتي نئين زندگي پنهنجي جهوليءَ ۾ نيون خوشيون کنيو اسانجو انتظار ڪندي هوندي. هي

ڳٺڳوت ڪرڻ ۽ هڪڻ جو وقت ناهي سلميٰ! هي چند گهڙيون اسان لاءِ بادشاهن جي تخت ۽ تاج کان وڌيڪ قيمتي ۽ فرشتن جي ٻيٺڪ کان مٿانهيون آهن. اچ ته روشنيءَ جي ان بلند ۽ محڪم مناري جي پيروي ڪريون جيڪو اسان کي هن پرندڙ رڻ مان ڪڍي سرسبز کيتن ۽ خوشبو سان واسيل گلن جو رستو ڏيکاري ٿو."

منهنجون ڳالهيون ٻڌي سلميٰ، انڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيو. ڪافي دير تائين هوءَ ڪنهن بي جان شيءِ ڪي مندر جي ڇت ۾ ٽڪ ٻڌي ڏسندي رهي. ان بعد هڪڙي مايوس مرڪ هن جي چهري تي ايري آئي ۽ مونکي چوڻ لڳي:

" نه منهنجا پيارا نه! ائين ڪڏهن ڪين ٿيندو. قسمت هڪڙو ڪڙو جام منهنجي هٿن ۾ آڻي ڏنو آهي. آءٌ ڪڙاڻ جي آخري حد تائين پهچڻ لاءِ مجبور ٿي چڪي آهيان. مون اهو پيالو نوش ڪري ورتو. هاڻي ان جي تري ۾ صرف چند قطرا باقي بچيا آهن، جيڪي آءٌ آهستي آهستي ڪري پي ڇڏيندس. آءٌ هاڻي امن، آشتي ۽ محبت جي نئين زندگي جي لائق نه رهي آهيان. حقيقت ۾ هاڻ مون منجهه زندگيءَ جي خوشين ۽ سرهاڻين جو بار سهڻ جي سگهه نه رهي آهي. جنهن پکيءَ جون کنيڙائيون ڦٽيل هجن سو اُڀ ۾ کهڙا پر هڻي سگهندو؟ جيڪي اکيون صرف ڏيي جي هلڪي روشنيءَ تي هري ويون هجن سي دنيا کي روشن ڪندڙ سج جو نظارو ڪيئن ڪري سگهنديون. هاڻ منهنجي اڳيان حياتيءَ جي خوشين جي ڳالهه نه ڪر. ان سان منهنجو روح وڌيڪ زخمي ٿئي ٿو. هاڻي امن ۽ آرام جو به ذڪر نه ڪر جو مونکي ان جي پاڇي کان به ڊپ ٿو لڳي. تون فقط مون ڏانهن نهار. آءٌ توکي اهڙو ڏيئو ڏسڻ ۾ ايندس جيڪو قدرت منهنجي دل جي آڳر ۾ روشن ڪري رکيو آهي. توکي

چگيءَ طرح معلوم آهي تہ مونکي توسان پيار آهي، سو بہ اهڙيءَ چريائپ جي حد تائين، جهڙو ماءُ کي پنهنجي اڪيلي ٻار سان هوندو آهي. هي انهيءَ پيار جو ڪرشمو آهي جو ان مون کي ايڏي قوت عطا ڪئي آهي جو مان قدم قدم تي توکي بچائي ورتو آهي- ۽ تنهنجي حفاظت ڪئي آهي. هي اهو پيار آهي جنهن ٻاهم جي آڙاهہ مان لنگهي پاڪيزگي حاصل ڪئي آهي؛ ۽ اهائي محبت هاڻ مون کي توسان گڏجي نڪري هلڻ کان روڪي رهي آهي. انهيءَ پيار منهنجي سيني خواهشن ۽ اميدن جي نڙي گهٽي ڇڏي آهي، تہ جيئن تون پاڪيزه ۽ بي داغ حياتي گهاري سگهين. محدود پيار پنهنجي محبوب تي قبضو ڪرڻ جو تمنائي هوندو آهي. ليڪن وسيع پيار، پيار کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نٿو گهري. اهو پيار جيڪو پورائيءَ ۽ جواني جي وچين وقفي ۾ ظاهر ٿئي ٿو، سو محبوب تي مڪمل قبضو ڪرڻ گهري ٿو ۽ بوسن ۽ ڀاڪرن ۾ وڌي ويجهي ٿو؛ پر اهو پيار جيڪو ڪائنات جي آغوش ۾ جنم وٺي، رات جي پراسرار گهڙين ۾ جنم وٺي ٿو، سو ابديت کان سواءِ ٻي ڪنهن شيءِ تي نڪي قناعت ٿو ڪري ۽ نہ وري ذاتي پاڪ کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي اڳيان ڪنڌ نمائي ٿو.

”جنهن وقت مون کي پتو پيو تہ بشپ مهيني ۾ هڪڙو ڀيرو بہ پنهنجي ڀائيٽي جي گهر مان، منهنجي نڪرڻ تي ناراض ٿو ٿئي ۽ منهنجي رهيل کهيل هڪڙي خوشي جي نڙي گهٽڻ جي پويان اچي ٻيو آهي تہ آءٌ پنهنجي ڪوٺيءَ جي دريءَ ۾ ويهي وڌي ۽ ويڪري سمونڊ ڏانهن ڏسڻ لڳيس. آءٌ ويچار ٿي ويچار ۾ انهن وڏن ملڪن جو نظارو ڪرڻ لڳيس، جتي حقيقي استقلال ۽ ذاتي خوشيون آزاديءَ سان ميسر ٿي سگهن ٿيون. ان وقت ائين لڳم تہ جڻڪ توسان گڏ زندگي گهاري رهي آهيان. ليڪن اهي سڀئي جذبا جيڪي زال ذات

جي دل کي روشني بخشي، ڪيس پراڻين رسمن ۽ رواجن جي خلاف جنگ ڪرڻ لاءِ تيار ڪن ٿا ۽ آزادي ۽ انصاف جي روشني بڻجي سندس آڏو اچي کڙا ٿين ٿا. سي سڀ مونکي اهو تسليم ڪرڻ تي مجبور ۽ لاچار ڪري ٿا وجهن ته آءٌ صفا ڪو ڪمزور آهيان. اسان جو پيار محدود ۽ نستو آهي. اهو صبح جي روشني کي منهن نٿو ڏئي سگهي. اهو خيال ڪري آءٌ ان بادشاهه وانگر روئڻهارڪي ٿي ويس، جنهن جي بادشاهي ۽ خزانو ڪو لٽي ويو هجي. انهيءَ ڪشمڪش ۾ مونکي اوچتو تنهنجو لڙڪن ڀنل چهرو ڏسڻ ۾ آيو. تو مونڏانهن تڪ ٻڌي پئي ڏٺو. جنهن تي مونکي تنهنجا ڪنهن پيري چيل اهي لفظ ياد اچي ويا. "سلميٰ اچ ته اسين ٻئي ڄڻا هن طوفان جي سامهون محڪم ٿنڀن وانگر ٿي بيهون. اسان کي گهرجي ته اسين بهادر سپاهين وانگر دشمن جي هٿيارن جو مقابلو ڪريون. جيڪڏهن اسين وڙهندي وڙهندي مري وياسين ته شهيد ٿي مرنداسين. جيڪڏهين اسين جيئرا رهياسين ته مجاهدن واري حياتي گهارينداسين. مشڪلاتن ۽ ڏکيائين سان مهاڏو اٽڪائڻ. ماٺ ۽ سانت ۾ پناهه وٺڻ کان اتم ڪم آهي".

توکي ياد هوندو ته تو هي لفظ ان وقت چيا هئا، جڏهن بابا سائين موت جي بستري تي بيو هو ڪالهه جڏهين مايوسين مونکي گهيري ورتو. مونکي تنهنجا هي لفظ ياد اچي ويا. تنهنجي انهن لفظن مونکي نئين سگهه بخشي ۽ آءٌ ائين سمجهڻ لڳيس ته هن قيدخاني جي اونداهين ۾ ڪو قيمتي ۽ املهه آزاديءَ جو جذبو. منهنجي مشڪلاتن ۽ غمن جي هجوم کي گهٽائڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهي. مون کي ان وقت احساس ٿيو ته اسان جو پيار سمونڊ کان به گهرو ۽ اونهو، تارن کان به مٿانهون ۽ آسمانن جيان وسيع آهي. اڄ آءٌ هتي

بلڪل نئين انداز ۾ آئي آهيان. اڄ منهنجي هيٺي روح ۾ نئين سگهه جنم ورتو آهي. اڄ ان نئين روح ۾ ايثار ۽ قربانيءَ جو هڪ عظيم جذبو موجزن آهي. اها عظيم شيءِ ڪنهن وڏيڪ عظيم چيز جي حاصل ڪرڻ ۾ منهنجي مدد ڪندي. اها وڏي قرباني منهنجي پنهنجي مسرتن ۽ خوشين جي قرباني آهي ته جيئن تون پاڪيزه ۽ بيداغ حياتي گهاري سگهين. ماڻهن جي نظر ۾ تون هڪ معزز ماڻهوءَ جهڙي حيثيت قائم رکي سگهين ۽ انهن جي لعنت ملامت کان هميشه لاءِ محفوظ رهي سگهين.....

”هن ڪان اڳ جڏهين به آءُ هتي آئي هيس ته مونکي ائين لڳندو هو ته تمام ڳريون زنجيرون ڌرتيءَ ۾ هيٺ ڇڪينديون پيون وڃن، پر اڄ آءُ بلڪل نوان ۽ انوکا ارادا ساڻ کڻي آئي آهيان، جيڪي قيد ۽ بند جي تڪليفن تي ٺٺوليون ڪن ٿا. اڳ آءُ هن مندر ۾ هڪڙي پاپي وانگر داخل ٿيندي هيس، پر اڄ هڪڙي بهادر عورت جيان گهڙي آئي آهيان جنهن کي قربانيءَ جي ضرورت جو احساس آهي، جا رنج ۽ ڏک جي قدر ۽ قيمت کي ڄاڻي ٿي. اڄ آءُ هڪ عظيم عورت آهيان جا ان شخص جي سنڀال جي تمنائي آهي جنهن کي هوءَ دل سان چاهي ٿي ۽ جنهن کي هوءَ جاهل ماڻهن ۽ پنهنجن روح جي بک کان بچائڻ گهري ٿي. هن ڪان اڳ آءُ تو وٽ هڪ لرزندڙ پاپي وانگر اچي وهندي هيس، پر اڄ هنن متبرڪ مورتن جي سامهون پنهنجي انا ۽ آپي کي کولي رکيو اٿم.

”آءُ هڪڙو اهڙو وڻ آهيان، جنهن اڄ تائين ڇانوَ ۾ حياتي گذاري آهي. اڄ پهريون ڀيرو مون پنهنجن شاخن کي ڏينهن جي روشني ۾ پکيڙيو آهي. اڄ آءُ صرف توکان موڪلائڻ آئي آهيان. مون کي ڪامل اميد آهي ته اسان جي هيءَ موڪلائي، اسان جي قرب

وانگر هڪ پُروقار ۽ عظيم موڪلاڻي هوندي. اسان جي موڪلاڻيءَ جو مثال ان ٻاهه جيان آهي جيڪا مون کي پگهرائي اڳي کان به وڌيڪ چمڪدار بڻائي ڇڏي.“

سلميٰ مونکي ڳالهائڻ ئي ڪونه ڏنو. هوءَ ماٺ ۾ مون ڏانهن تڪ ٻڌي ڏسندي رهي. هن جي اکين ۾ چمڪ ۽ چهري تي عظمت هئي. هوءَ اهڙي فرشتي جيان نظر پئي آئي، جنهن جي اڳيان ماڻهو تعظيم طور خاموشي اختيار ڪرڻ تي مجبور هوندو هو. پوءِ هن اوچتو مونسان گڏ ليٽي پنهنجيون ٻانهون منهنجي ڳلي جي چوڌاري وجهي پنهنجا ٻرندڙ چپ منهنجي پيشانيءَ تي رکيا ۽ هڪ ڊگهي، ٿانڀاٽي جهڙي چمي ڏني. هن ڪان اڳ هن ائين ڪڏهين به نه ڪيو هو.

هاڻي سج الهي پنهنجي ڪرڻن کي باغن ۽ ڪيتن مان واپس سڏي رهيو هو. سلميٰ اٿي اچي مندر جي وچ ۾ ويٺي ۽ پٿرن کي تڪڻ لڳي. هوءَ اهڙي طرح وري وري پٿرن کي ڏسندي رهي جڻڪ پنهنجي اکين جو نور اڪريل تصويرن ۾ سموئي رهي هئي. پوءِ هوءَ اڳتي وڌي نهايت ادب ۽ تعظيم سان حضرت عيسيٰ عليه السلام جي تصوير جي پيرن کي چمندي چوڻ لڳي:

” مون پيار جي ديويءَ جي عيش ۽ آرام جي پيٽ ۾ تنهنجي صليب کي چونڊيو آهي. مون گلن جي هار کي ڇڏي ڪنڊن جي ڪنڊلي پاتي آهي. مون پنهنجي رت ۽ ڳوڙهن ۾ غسل ڪرڻ پسند ڪيو آهي. مون عطر ۽ خوشبوءِ کي ناپسند ڪيو آهي. اهو جام جيڪو شراب ۽ آب حيات لاءِ مقرر ٿيل هو، مان ان مان ڪڙاڻ نوش ڪئي آهي. مون کي پنهنجي سام ڪري قبول ڪر ۽ ان سٽ ۾ شامل ڪر جنهن توکي چونڊيو آهي. جنهن توکان رنج، ڏک ۽ قناعت

حاصل ڪئي آهي ۽ جيڪو ڏک ۾ سک ڳولي وٺي ٿو."

پوءِ هوءَ اتي مون ڏانهن نهاري چوڻ لڳي، " هاڻي آئون ڪلندي پنهنجي اونداهي غار- جتي خوفناڪ پاڇولا آباد آهن، تن ڏانهن واپس موٽي ويندي يس. منهنجا سڄڻ مون سان همدرديءَ جي اظهار جي ڪوشش نه ڪج. مونتي ترس کائڻ جي به ڪا ضرورت ڪانهي جو ته جيڪو روح هڪ ڀيرو خدا تعاليٰ جي نور جو سوجهرو ڏسي ٿو وٺي، سو وري طاغوتي طاقتن کان نٿو ڊڄي. جيڪا اک هڪ دفعو آسماني روشنيءَ جو مشاهدو ماڻي ٿي وٺي، دنيا جا ڏک ۽ تڪليفون ان جي بصارت کي روڪي نٿا سگهن."

ائين چئي سلميٰ هلي ويئي ۽ آءٌ خيالن جي سمونڊ ۾ ٻڏل، ڪافي دير تائين اتي ئي ويٺو رهيس. پوءِ الوهيت جي ان ويچار ۾ ٻڏي ويس، جتي ڏٺي تعاليٰ تخت تي ويٺو هوندو ۽ فرشتا انسانن جا اعمالناما لکي رهيا هوندا. روح انساني زندگي جي الميي جا داستان ٻڌائي رهيا هوندا ۽ بهشت جون حورون پيار ۽ ابديت جا راڳ ڳائي رهيون هونديون.

جڏهين آءٌ مدهوشيءَ جي دنيا مان سجاڳ ٿيس ته انڌيرو ڇانئجي چڪو هو. آءٌ حيرت ۽ اچرج ۾ ٻڏل انهن باغن جي وچ ۾، سلميٰ جي ڳالهين جو پڙاڏو ٻڌي رهيو هوس. مون کي ان جي ماٺ، چرپر ۽ ڳالهائڻ جو انداز سڀ ڪجهه نظر اچڻ لڳو. ايتريقدر جو ان جي هٿن جو ڇهاءُ به محسوس ٿيڻ لڳو. هاڻي مون کي پڪ ٿي ته هجر ۽ فراق جون گهڙيون شروع ٿي چڪيون آهن ۽ آءٌ بنهه اڪيلو، مايوس ۽ دل شڪستو ٿي چڪو آهيان. اڄ مون کي پهريون ڀيرو پڪ ٿي ته حالانڪه انسان قيد ۽ بند جي تڪليفن کان آزاد پيدا ٿئي ٿو، پر پنهنجي وڏن جي جوڙيل قانونن کان ڪڏهين به

ڇوٽڪارو حاصل ڪري نہ ٿو سگهي. هيءَ ڪائنات جيڪا ظاهري طرح بدلجندڙ ۽ اٽل نظر ٿي اچي، پنهنجي اڄ ڪي سچائي جي تابع ٿي رکي ۽ ڪالهہ ڪي اڄ جي قبضي هيٺ آڻي ٿي ڇڏي. ان رات ڪان پوءِ مون گهڻو ڪري ان روحاني قانون تي غور ڪيو جنهن جي ڪري سلميٰ موت کي زندگيءَ تي ترجيح ڏني آهي. مون اڪثر ايثار ۽ قربانيءَ جي عظمت ۽ سرڪشيءَ جي خوشيءَ جي پنهنجي قلب ۽ نظر ۾ ڀيٽ ڪري اهو معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ انهن ٻنهي مان ڪهڙو جذبو وڏيڪ باوقار ۽ شانائتو آهي. آءٌ انهيءَ نتيجي تي پهتو آهيان تہ دراصل هرڪنهن معاملي جي عظمت جو دارومدار خلوص تي ڇڏيل آهي. خلوص ئي اسان جي سڀني عملن کي سونهن ۽ سر بلندي عطا ڪري ٿو ۽ سلميٰ ڪرامي سراسر سونهن ۽ خلوص جو مجسمو هئي.

# ڇوٽڪارو ڏياريندڙ

سلميٰ جي شاديءَ کي پورا پنج ورهيہ اچي ٿيا هئا، پر اڃا تائين هن جي هنج خالي نہ ٿي هئي. زال مڙس کي محبت واري رشتي ۾ ڳنڍڻ ۽ ٻنهي جي روحاني وڇوٽي کي ختم ڪرڻ لاءِ ٻار جو وجود نهايت ضروري آهي.

جنهن عورت کي ٻار نہ آهي تنهن کي چڱي نظر سان نٿو ڏٺو وڃي. هر شخص جي تمنا هوندي آهي تہ ان جو نالو اولاد جي ذريعي قائم رهي. عام ماڻهو بنا اولاد زال کي ويري سمجهندا آهن. اهڙا ماڻهو يا تہ ان کي ڇڏي ڏيندا آهن، يا جي ائين ٿي نہ سگهندو آهي تہ زال جي موت لاءِ دعائون گهرندا آهن. منصور اهڙن ماڻهن مان هو. سخت ۽ حريص. هن جو رويو بلڪل مفاد پرستي وارو هيو. پر هو پنهنجي نالي نشان ۽ شهرت لاءِ ٻار جي هئڻ کي نهايت ضروري سمجهندو هو. اهوئي سبب هو جو هو سلميٰ جي سونهن ۽ سلڇڻائيءَ هوندي بہ ڪانئس نفرت ڪرڻ لڳو هو.

هڪ اهڙو وڻ جنهن سوڙهي ۽ اونداهي غار ۾ پئي گذاريو سو ميوو نٿو جهلي سگهي. سلميٰ جيڪا رڳو حياتيءَ جي پاڇولي ۾ ساهہ کڻي رهي هئي، سا پنهنجي هنج کي ساٿي ٿيندي ڏسي نٿي سگهي. ڪانءُ بلبل، پڃري ۾ آکيرو جوڙڻ جي ڪوشش نہ ڪندي آهي تہ، جيئن ان جا ٿيڻ وارا ٻارڙا غلاميءَ جي چنبي ڪان پري رهن. سلميٰ دک درد جي قيد خاني ۾ هئي، ۽ قدرت کي اها ڳالهہ منظور نہ هئي تہ ان قيدخاني ۾ ان کي ڪو ٻيو حياتي جي ڏک ۾ شريڪ

ميسر ٿي سگهي. پوک ۽ باغ جا گل، دنيا کي روشني بخشيندڙ سج جي گرمي، اهي سڀ قدرت جي بي پناهه مهربانيءَ جا ڪرشما آهن ۽ انساني پيار، پاڃهه ۽ محبت توڙي لطف ۽ ڪرم جا گلڙا آهن.

سلميٰ جو سهڻو گهر پاڃهه، محبت ۽ لطف جي خزاني کان خالي هيو. هوءَ هر رات خلقڻهار جي حضور ۾ سرڙو جهڪائي، پنهنجي اميدن ۽ آرزوئن جي تسڪين لاءِ پاڌائيندي رهندي هئي. نيٺ اهو وقت اچي ويو، جڏهين انهيءَ ذات پاڪ کي مٺس ترس آيو. اونداهيءَ غار ۾ رهندڙ هن وڻ ۾ ميوو لڳي ويو. بلبل پنهنجي پڃري ۾ پنهنجي ڪٽل کنين کي سميٽي، آکيرو جوڙڻ شروع ڪيو.

سلميٰ زنجيرن ۾ جڪڙيل پئي هٿ خدا اڳيان ڪٽي پاڌائيندي رهي ته جيئن قدرت جو وڏي ۾ وڏو انعام ڪيس حاصل ٿئي. هُن هِن دنيا ۾ پيو ڪجهه به نٿي گهريو. هن جي وڏي ۾ وڏي تمنا اها هئي ته هوءَ ماءُ بڻجي.

وڏي صبر ۽ تحمل سان هوءَ ڏينهن ڳڻيندي رهي ۽ هاڻي هوءَ انهيءَ مقدس گهڙيءَ جي منتظر هئي. هن جا ڪن ڪائنات جو مٺي ۾ مٺو آلاپ ٻڌڻ لاءِ بيقرار هئا. هوءَ پنهنجي ٻار جو آواز ٻڌڻ لاءِ بيچين هئي.

هاڻي هن جي لڙڪن مان هڪ تابناڪ مستقبل اڀرڻ وارو هو. اپريل جي مهيني ۾ هڪڙي ڏينهن سلميٰ پنهنجي بستري تي پئي سور ڪاڍا. ان وقت هوءَ زندگي ۽ موت جي ٻواٽي تي بيٺل هئي، ڊاڪٽر ۽ نرس نئين مهمان جي انتظار ۾ هئا. اڌ رات جو سلميٰ سور جو سوٽون سهي نه سگهي ۽ رڙيون ڪرڻ لڳي... هڪ زندگي ٻي زندگيءَ کان الڳ وجود وٺي رهي هئي... درد ۽ ڪرب ۾ ٻڏل هي آواز ان سلميٰ جو هو، جا ان وقت مايوسيءَ جي عالم ۾ زندگي ۽

موت جي پيرن ۾ پيئي هئي.

صبح ٿيندي ئي سلميٰ کي پٽڙو ڄائو. جڏهن هن اک کولي ته ڪمري ۾ چئني پاسي ڪيس مشڪندڙ چهرا نظر آيا، پر هن کي درد جي شدت کان اڃا نجات نه ملي هئي. بستري تي سندس جسم ۾ زندگي ۽ موت جي ساڳيءَ ريت، ويڙهه جاري هئي. هن پنهنجون اکيون ڪٿي بند ڪيون ۽ ٻهريون ٻيرو چيو، "منهنجو پٽ!"

دائيءَ يڪدم ٻار کي ڪپڙي ۾ لپيٽي ڪٿي ماءُ جي پرسان ليٽايو، پر ڊاڪٽر سلميٰ کي گهوري رهيو هو ۽ مايوسيءَ مان ڪنڌ به لوڏي رهيو هو.

گهر ۾ خوشيءَ ۽ شادماني جا آواز گونجڻ لڳا. مڙيئي پاڙسري جاڳي اٿيا ۽ چوڪري جي پيءُ کي مبارڪون ڏيڻ لاءِ اچي گهر ۾ ڪٺا ٿيا، پر ڊاڪٽر اڃا تائين ساڳي نموني سلميٰ کي گهوري رهيو هو ۽ رکي رکي انڪار ۾ ڪنڌ به پئي ڌوڻيائين.

نوڪر چاڪر منصور کي خوشيءَ جي خبر ٻڌائڻ لاءِ ڊوڙي ويا، پر ڊاڪٽر اڃا به ساڳيءَ طرح سلميٰ ۽ تازي ڄاول ٻار کي ڏسي رهيو هو. هن جي منهن تي ڏک ۽ مايوسيءَ جا آثار هئا.

سج ايرڻ مهل سلميٰ ٻار کي ڪٿي پنهنجي ڇاتيءَ لاتو. ٻار اکيون کولي ٻهريائين ماءُ کي ڏٺو ۽ پوءِ هن کي ڏڪتي وني ويئي ۽ ان کان پوءِ... هن هميشه لاءِ اکيون بند ڪري ڇڏيون. ڊاڪٽر سلميٰ جي ٻانهن مان ٻار ڪٿي ورتو. هن جي اکين مان به ڳوڙها ڳڙي نڪتا ۽ هن گوشائتي نموني ۾ پنهنجو پاڻ کي مخاطب ٿي چيو:

"هي مهمان موڪلائي ويو!"

ٻار مري چڪو هو پر پاڙيوارا اڃا تائين نئين ڄاول ٻار جي پيءُ سان گڏ، گهر جي ويڪري حال ۾ خوشين ۾ مگن هئا. سلميٰ

اڪيون ڪٽي ڊاڪٽر ڏانهن نهاري چيو:

"منهنجو پٽڙو ڪٽي آهي. آءٌ ان کي ڇاتيءَ لائيند يس."

پار تہ ڪو وقت اڳ فوت ٿي چڪو هو پر هال ۾ بدستور شراب جو دور پئي هليو.

پار باک ڦٽڻ وقت پيدا ٿيو ۽ سج ڪني مس ڪڍي تہ هن جهان مان موڪلائي ويو.

پار هڪ سهڻي خيال وانگر پيدا ٿيو، هڪ آه وانگر ختم ٿي ويو ۽ هڪ پاڇولي وانگر نظرن کان دور هليو ويو. هو پنهنجي ماءُ جي تسليءَ ۽ دلجوئيءَ جو سبب بڻجي نہ سگهيو.

"هن کي ماڪ جي قطري جيان رات جي اونداهين پيدا ڪيو ۽ سج جي پهرئين ڪرڻي جي تپش فنا ڪري ڇڏيو. سمونڊ جي هڪ لهر ان موتيءَ کي آڻي ڪنڌيءَ لاتو، ۽ ٻي لهر ان کي سمونڊ جي گهراين ۾ واپس اچلي ڇڏيو. هو سوسن جو گل هو جنهن جي زندگيءَ جو غنچو اڃا ڪليو ئي هو تہ موت ان کي پنهنجي پيرن هيٺان چيپاٽي ڇڏيو. هو اهڙو پيارو مهمان هو جنهن جي آمد سلميٰ جي دل کي نور سان ڀري ڇڏيو. موڪلائيءَ ان جي روح کي فنا ڪري ڇڏيو.

اها ئي انسان جي زندگي آهي، اهائي قومن جي حيات آهي:

سلميٰ جون اکيون اڃا ڊاڪٽر ۾ کتيون پيون هيون ۽ هوءَ وري وري چئي رهي هئي تہ، "منهنجو ٻچڙو ڪٽي آهي. منهنجو پٽڙو مون کي آڻي ڏيو. آءٌ ان کي ڇاتيءَ لائيند يس."

اهو ٻڌي ڊاڪٽر ڪنڌ ڪٽي جهڪايو. هن جو آواز گهگهو ٿي ويو ۽ هو چوڻ لڳو: "تنهنجو ٻچڙو هاڻ زنده ناهي رهيو، صبر کان ڪم وٺ."

ڊاڪٽر جي اها ڳالهه ٻڌي سلميٰ هڪ دردناڪ رڙ ڪئي ۽ چند گهڙين ڪانپوءِ سامت ۾ ايندي ئي هن جي چپن تي هلڪي مرڪ اڀرڻ لڳي ۽ هن جي منهن تي عجب رونق ڇانئجي ويئي ڇڻڪ اوچتو هن کي ڪنهن حقيقت جي سڌ پئجي وئي هجي. هاٿي هوءَ آهستي آهستي چوڻ لڳي: ”منهنجو ٻارڙو مونکي ڏيو. ان کي منهنجي ويجهو ڪٽي اچو. آءٌ پنهنجي ٻار کي ڏسڻ گهران ٿي.“

ڊاڪٽر مئل ٻار ڪٽي، سلميٰ جي جهوليءَ ۾ رکيو. هن ٻار کي ڇاتيءَ سان لائي، پٽ ڏانهن منهن ڦيري، مئل ٻار کي مخاطب ٿي چيو:

”پٽڙا! تون هن دنيا ۾ انهيءَ ڪري آيو هئين تہ جيئن مون کي بہ پاڻ سان گڏ وٺي هلين. تون مونکي اهو ڏڀ لائڻ آيو هئين، جبڪو ڪناري جو پتو ٿو ڏئي. ابا! آئون توسان گڏ هلڻ لاءِ تيار ويٺي آهيان. هل تہ هن سوڙهي ۽ اونداهي ڇڙ مان نڪري وسيع دنيا ۾ آباد ٿيون.“

ٿوري دير ڪانپوءِ سج جا ڪرڻا دريءَ مان گهڙي بستري تي ٻن مرده جسمن کي ڇهي رهيا هئا. ڪوٺڙيءَ ۾ مڪمل خاموشي هئي. ڊاڪٽر ڳوڙها ڳاڙيندو موڪلائي روانو ٿيو تہ ڏنائين تہ هال ۾ پڻ عيش ۽ خوشيءَ جي جاءِ تي ماتم مٽل هيو. منصور ڪجهہ بہ ڪين ڪڇيو، هن جي اکين مان ڪو ڳوڙهو بہ نہ ڳڙيو. هن جي ڪپي هٿ ۾ شراب جو پيالو هو ۽ هو چپ ويٺو هيو.

ٻئي ڏينهن سلميٰ کي غسل ڪرائي ڪفن ڏنو ويو. ٻار کي اهوئي ڪپڙو پيو هو، جنهن ۾ ڪيس ڄمڻ وقت لپيٽيو ويو هو. ماءُ جي ڪڇ ان جو ڪفن ۽ ڇاتي ان جي قبر هئي. ٻنهي لاشن کي ساڳئي تابوت ۾ رکي ڪنيو ويو. مان بہ ٻين سوڌو ميت سان گڏجي قبرستان ڏانهن روانو ٿيس.

جڏهين تابوت قبرستان ۾ پهتو تہ بشپ پين پادرين سميت ڪجهہ پڙهڻ لڳو ۽ هنن جي ظاهري طرح ڏڪويل چهري تي جهالت جا آثار صاف نظر اچڻ لڳا.

جڏهن تابوت کي ڌرتي جي سيني ۾ لاٿو پئي ويو تڏهن هجوم مان ڪنهن شخص رڙ ڪري چيو:

" هي پهريون ئي موقعو آهي جو مون هڪڙي ئي ڪفن ۾ ٻن مردن کي دفن ٿيندي ڏٺو آهي."

ان بعد ٻيو آواز آيو تہ، "ائين ٿو ڀانئجي تہ هي ٻار پنهنجي ماءُ کي هڪڙي بي رحم مڙس جي قيد مان ڇوٽڪارو ڏيارڻ لاءِ هن دنيا ۾ آيو هو."

۽ وري ڪنهن شخص چيو:

"منصور کي ڏسو، هو اڄ ڏانهن ائين تڪي رهيو آهي ڄڻڪ هن جون اکيون شيشي جون آهن. ان کي ڏسي اوهان اهو اندازو نہ ٿا لڳائي سگهو تہ ڪو سندس گهر اجڙيو آهي."

ايتري ۾ ٻيو آواز ڪنين پيو: "وري ٿورن ڏينهن بعد بشپ ڪنهن ٻئي وڏي امير عورت سان هن جي شادي ڪرائي ڇڏيندو."

بشپ ۽ ان جا ساٿي- پادري- پڙهندا ۽ شوڪاريندا رهيا. گورکن قبر ڍاهڻ ۾ لڳي ويو. ان بعد آيل ماڻهن جي ڀيڙ مان ڪيترائي ماڻهو هڪ هڪ ٿي بشپ ۽ ڀائٽيس آڏو اچي توريل تڪيل لفظن ۾ افسوس جو اظهار ڪرڻ لڳا. مان ڀاسيرو بيٺو رهيس. مون وٽ نہ تہ ڪنهن اچي افسوس ظاهر ڪيو ۽ نہ وري مون ڪنهن ماڻهوءَ واتان همدردي جو ڪو جملو ٻڌو، ڄڻڪ سلميٰ ۽ ان جي پٽڙي جو وجود مون لاءِ ڪابہ معنيٰ نہ ٿي رکي.

ماٺهو قبرستان مان وڃڻ لڳا. قبرون کوٽيندڙ ڪوڏر ڪلهي تي رکي نئين قبر جي پرسان بيٺو هيو. مون ويجهو وڃي ڪانئس پڇيو: ”توکي خبر آهي ته فارس آفندي جي قبر ڪهڙي آهي؟“

هن اچرج مان مون ڏانهن ڏسي، سلميٰ جي قبر ڏانهن اشارو ڪندي جواب ڏنو، ”بنهه ساڳئي هنڌ مون سندس نياڻيءَ کي سندس ئي ڇاتيءَ تي پوري ڇڏيو آهي ۽ ڏيٺس جي ڇاتيءَ تي وري ڏيٺس جو ٻار دفن ٿيل آهي. هاڻي هو ٽئي ساڳي هنڌ پوريل آهن.“

پوءِ مون چيو:

”هن قبر ۾ ته تو منهنجي دل به دفن ڪري ڇڏي آهي.“

گورکن پنهنجو ڪم پورو ڪرڻ ڪانپوءِ موڪلائي هليو ويو. جڏهن هو صنوبر جي وڻن ۾ گم ٿي ويو. آءٌ بيوس ٿي سلميٰ جي قبر تي ڪِري پيس ۽ قبر کي ياڪر ۾ ڀري دانهون ڪري روئڻ لڳس.

# اداري جا ڇپيل ڪتاب

## لطيفيات

| ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|
| شاهه جو رسالو (الف- ب وار) | ڊاڪٽر محمد عالم سومرو | 300/= |
| شاهه جو رسالو (ٽيئي جلد گڏ) | هوتچند گربخشاڻي | 300/= |
| شاهه جو رسالو (مڪمل) | ڪلياڻ آڏواڻي | 200/= |
| شاهه جو رسالو | غلام محمد شاهواڻي | 300/= |
| شاهه لطيف جي شاعري | تنوير عباسي | 120/= |
| مقدمه لطيفي | هوتچند گربخشاڻي | 30/= |
| گربخشاڻيءَ وارو شاهه جو رسالو منهنجي نظر ۾ | پيرومل مهرچند آڏواڻي | 70/= |

## صوفي بزرگن جو ڪلام

| ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|
| شاهه ڪريم جو ڪلام | ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | 90/= |
| سچل جو رسالو (سنڌي ڪلام) | عثمان علي انصاري | 200/= |

## شاعري

| ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|
| ڌرتي ڏين ڌرم | ابراهيم منشي | 55/= |
| گوندر ويندا گذري | ابراهيم منشي | 75/= |
| سمنڊ جاڳي ٿو | ادل سومرو | 90/= |
| زندگي زندگي | استاد بخاري | 100/= |
| نه ڪم نبريو - نه غم نبريو | استاد بخاري | 120/= |
| ولولو ۽ ووڪ | استادي بخاري | 75/= |
| ميلا ملهالا | استاد بخاري | 75/= |
| لهري لهري ۾ لالاڻ | استاد بخاري | 125/= |
| گلدستي ۾ گيت | استاد بخاري | 300/= |

## ناول

| ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|
| سنڌ باد جو سفر | علي بابا | 50/= |
| درد جو درياهه | موهن ڪلپنا | 55/= |
| ساهه منن ۾ | ماڻڪ | 55/= |
| ٽي ناوليٽ | ماڻڪ | 55/= |
| غدار | ڪرشن چند/ ولي رام ولڀ | 30/= |
| ڏونگر منجهه ڏيئو | بورس پوليوائي/ پرويز | 100/= |
| ماءُ | ميڪسم گورڪي/ گوبند مالهي | 60/= |

| | | |
|---|---|---|
| پرين پڳهہ چوڙيا | شهيدالله قيصر غلام نبي ناشاد | 65/= |
| ڏاريو | البيرڪاميو/ ولي رام وليپ | 65/= |
| رهجي ويل منظر | طارق عالم ابڙو | 70/= |

## ڪهاڻيون

| | | |
|---|---|---|
| نسيم کرل جون ڪهاڻيون | نسيم کرل | 80/= |
| منهنجون ڪهاڻيون (جلد ١) | علي بابا | 150/= |
| پاڻ ۾ وينا آهيون | نجم عباسي | 65/= |
| حويليءَ جا راز | ماڻڪ | 55/= |
| پاڇا پوئين پهر جا | انور بلوچ | 50/= |
| دل جي دنيا | امر جليل | 55/= |
| سڄاڻپ جي ڳولا ۾ | طارق عالم ابڙو | 90/= |

## سفرنامہ

| | | |
|---|---|---|
| چار گهڙيون چين ۾ | احمد علي رند | 27/= |

## جبرانيات

| | | |
|---|---|---|
| بغاوت | خليل جبران/يوسف سنڌي | 22/= |
| ڏوهاري | خليل جبران/يوسف سنڌي | 22/= |
| ڪنوار جي سيج | خليل جبران/ زيب سنڌي | 25/= |
| موت ۽ زندگي | خليل جبران/گل محمد | 22/= |
| سودائي | خليل جبران/ گل محمد | 22/= |
| پيغامبر | خليل جبران/گل محمد | 22/= |
| پڳل ڪنيڙاتيون | خليل جبران/ عبدالرسول | 25/= |
| مرشد جو پيغام | خليل جبران/ مسعود جمالي | 22/= |
| خليل جبران جي جيون ڪٿا | سنڌيڪار: زيب سنڌي | 22/= |
| غلامي | خليل جبران/ عطاءالله ابڙو | 25/= |

## تحقيق/ تنقيد

| | | |
|---|---|---|
| سنڌي نثر جي تاريخ | منگهارام ملڪاڻي | 90/= |
| سنڌي ادب جي مختصر تاريخ | عبالجبار جوڻيجو | 75/= |
| ڀڳوت گيتا "هڪ اڀياس" | سنڌيڪار:ولي رام وليپ | 51/= |
| نيڻ مهڻي خيال جاڳيا | تاج جويو | 60/= |
| شاهہ- سچل- سامي | محمد ابراهيم جويو | 55/= |
| سنڌي ٻهاڪا ۽ محاورا | مرلي ڌر جيٽلي | 70/= |

| | | |
|---|---|---|
| سنڌي ادب جو تنقيدي اڀياس | ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | 210/= |

## جيون ڪٿا/جيون ڪهاڻي

| | | |
|---|---|---|
| لينن جي انقلابي ڪهاڻي | سنڌيڪار: نجم عباسي | 50/= |
| منهنجي ڪهاڻي | جواهر لال نهرو/ رتن مل ملڪاڻي | 100/= |
| اسان زنده رهنداسين | ليليٰ خالد/ زيب سنڌي | 35/= |
| بک، عشق ۽ ادب | موهن ڪلپنا | 100/= |

## فلسفو

| | | |
|---|---|---|
| فلسفي جو ابتدائي ڪورس | سنڌيڪار: محمد ابراهيم جويو | 75/= |
| ڏاهيون ڏک ڏسن | افلاطون/ ڊاڪٽر گل | 80/= |
| دوستي | افلاطون/ ڊاڪٽر گل | 55/= |

## تاريخ

| | | |
|---|---|---|
| سنڌ ڪهاڻي | ڪيول ملڪاڻي/ تاج جويو | 80/= |
| نئين سنڌ لاءِ جدوجهد | جي ايم سيد | 100/= |

## سياسيات

| | | |
|---|---|---|
| ترقيءَ جو غير سرمائيدارانہ رستو | لال چارڻ | 15/= |
| سوويت جمهوريت اصول ۽ عمل | چرننڪو/ منير | 15/= |
| چتگانگ جا عظيم انقلابي | ڪلپنا دت/ سرواڻ | 30/= |
| مظلوم قومن جو مستقبل | جام ساقي | 30/= |
| انقلاب جي وات | ابو جبران | 30/= |
| بين الاقوامي انقلابن جو راهِ عمل | سنڌيڪار: رشيد ڀٽي | 30/= |
| پرسترائيڪا | گورباچوف/ گهنشام پرڪاش | 125/= |
| تاريخ مون کي بيڏوهي قرار ڏيندي | فيڊريل ڪاستوررو انو | 25/= |
| تاريخ اسان سان انصاف ڪندي | گل محمد جکراڻي | 20/= |
| عورت ۽ قومي آزاديءَ جا انقلاب | آزاد قاضي | 32/= |
| پيءُ جا ڌيءَ ڏي خط | جواهر لال نهرو/ پرويز | 30/= |

## ڊڪشنري

| | | |
|---|---|---|
| The New Scientific Dictionary English to Sindhi | DR. Shamsuddin Tunio | 550/= |

**ارپنا**

پنهنجي شهيد ڀيڻ مريم جي نالي.

**– يوسف**

[1]

شيخ عباس أتر لبنان جي هڪ ڳوٺ ۾ رهندو هو. سندس حڪم غريب ۽ مسڪين ڳوٺاڻن تي ايئن هلندو هو. جيئن بادشاهه جو حڪم رعيت تي هلندو آهي. هن جو گهر ننڍين ننڍين ڪکائين جهوپڙين جي وچ ۾ ايئن لڳندو هو، ڄڻ ڪو قدآور راڪاس ڄامڙن جي وچ ۾ بيٺو هجي. هن جي رهڻي ڪهڻي ۾ ايترو فرق هو جيترو هڪ غريب ۽ امير ۾ هوندو آهي. شيخ عباس هنن غريب ۽ ستايل هارين کي جيڪو به حڪم ڏيندو هو، سو ڪو بهانو ڪري نتائڻ بدران هو هڪدم مڃي وٺندا هئا. ڇهڙوڪر سندن عقل جون قوتون حڪم مڃڻ لاءِ اڳ ۾ ئي تيار بيٺيون هجن، ۽ شيخ جي زبان هنن جي ترجماني ڪري رهي هجي. شيخ عباس جيڪڏهن هنن کان ناراض ٿيندو هو ته هو سزا جي ڀؤ کان ڪنبڻ لڳندا هئا ۽ هن جي سامهون ايئن ڀڄڻ جي ڪوشش ڪندا هئا، جيئن ڪڏهن وڻ جا ڇٽيل پن هوا تي هيڏانهن هوڏانهن اُڏرڻ لڳندا آهن.

هو جيڪڏهن ڪنهن جي ڳل تي چمات هڻندو هو ته مار کائڻ وارو چپ چاپ ۽ بُت بڻيو بيٺو هوندو هو. هو ڄڻ ته آسماني مخلوق هجي، جنهن جي اڳيان اک کڻي نهارڻ به ڪفر جي برابر هجي. پر جيڪڏهن هو ڪنهن سان ڪڏهن ڪو کلي ڳالهائيندو هو ته سڀ چوندا هئا: ”هي نوجوان ته ڏاڍو

خوش قسمت آهي، جو شيخ عباس بہ هن تي مهربان آهي."

هنن غريبن ۾ شيخ عباس جي پيرويءَ ڪرڻ جو اهو جذبو ۽ سندس ڪنورتا جو ايتري قدر پئو، اُن ڪري ڪونہ هو تہ ڪو شيخ عباس طاقتور هو ۽ هو هيٺا هئا. پر ان جو هڪڙو بيو ڪارڻ بہ هو ۽ اهوئي اهم ڪارڻ اِهو هو تہ هو غريب هئا ۽ شيخ جي هٿ هيٺ هئا. جن زمينن ۾ هو پوک پوکيندا هئا، جن جهوپڙين ۾ هو رهندا هئا، اهي سڀ شيخ عباس جي ملڪيت هئا. جنهن کي اها سموري ملڪيت پنهنجي وڏڙن کان ورثي ۾ ملي هئي. جهڙيءَ طرح هنن غريبن کي محتاجي ۽ بدبختي ورثي ۾ ملي هئي. هو هن جي نظرداري هيٺ زمين کيڙي، ٻج پوکيندا هئا، ۽ وري شيخ جي نظرداريءَ هيٺ لابارو ڪندا هئا. پر ان سموري محنتِ ڏُکن ڏولائن جو اُجورو هنن کي ڇا ملندو هو؟ صرف ٿورا اَن داڻا، جيڪي هنن کي بُک کان بچائي نہ سگهندا هئا. انهن مان گهٽو ڪري ٿورن ڏينهن کان پوءِ ان ڪٽي لاءِ پيا واجهائيندا هئا. ۽ هڪ دينار يا هڪ سير ڪڻڪ اُڌاري وٺڻ لاءِ شيخ عباس جي پويان آزيون نيزاريون منٿون ميڙون پيا ڪندا هئا. شيخ عباس اُنهن کي وڏي خوشيءَ سان قرض ڏيندو هو. هن کي پَروڙ هئي تہ ايندڙ فصل تي هڪ دينار جا ٻہ دينار ۽ هڪ سير ڪڻڪ بدران ڪڻڪ جا ٻہ سير ملندا.

اهڙيءَ طرح هو مصيبتن جا ماريل، قسمت جا ستايل، هميشہ شيخ عباس جا قرضي هوندا هئا. ۽ ان جي سامهون هٿ ڊگهيرڻ تي مجبور هوندا هئا. هو هن جي ڪاوڙ کان ڪَنبندا هئا، ۽ هميشہ هن جي راضپي جا طلبگار رهندا هئا.

## [2]

سياري جي مُند، طوفان ۽ برفباري پاڻ سان گڏ کڻي آئي، ٻنين ۽ ماترين ۾ ڪانگن جي ڪانءُ ڪانءُ ۽ پنن کان خالي ٽيل وڻن کان سواءِ ٻيو ڪجهه به باقي ڪين بچيو هو. غريب ٻُوناٽن شيخ عباس جا گودام ان سان ۽ مٺَ انگوري رس سان ڀري ڇڏيا هئا، ۽ پاڻ مانڙيءَ ڪيو پنهنجن گهرن ۾ وينا رهيا. هنن کي هاڻ ڪوبه ڪم ڪونه هو، سواءِ اُن جي ته باهه جي مچ جي چوڌاري ويهي پُراڻيون ڪهاڻيون ۽ قصا بيان ڪري ۽ هتان هُتان جون ڳالهيون مُهاڙيون هڪٻئي کي ٻڌائي زندگيءَ جاَ ڏينهن پورا ڪن.

ڊسمبر جو مهينو فضا ۾ پويان پساهه پورا ڪري، پُراڻي سال کي پنتي ڇڏي ويو ۽ اِها رات به اچي ويئي جنهن ۾ زمانو نئين سال جي ٻالڪ کي سونهري تاج پارائي آٽي تخت تي ويهاريندو آهي.

هلڪي روشني گُم تي ويئي، ۽ اونداهه ماترين اندر ڇانوٽيون هٽڻ لڳي. برف ڏادي زور سان وسڻ لڳي، ۽ هوا برف کي پاڻ سان گهليندي ٽڙندي ٽابڙندي ٽڪري جي اتهائين چوٽيءَ تان هيٺ لهڻ لڳي، جيئن ماترين جي خالي حصن کي ڀري ڇڏي. ميدانن ۾ بيٺل وڻ برف جي دهشت کان ڪَنبڻ لڳا ۽ زمين اُن جي قدمن ۾ تڙپڻ لڳي.

هوا جو زور اُتر کان ڏينهن رات وسندڙ برف کي هيٺ مٿي ڪري ڇڏيو هو، ايتري قدر جو ميدان، ماٿريون، چوٽيون ۽ رستا اُن ڍڳهي سفيد پني وانگر ٿي ويا، جنهن تي موت جي ملائڪ ڪجهه لکي وري ڊاهي ٿي ڇڏيو. برفباري ماٿريءَ جي ڪناري تي پکڙيل ڳوٺن کي هڪٻئي کان ڪٽي ڇڏيو. گهرن ۽ جهوپڙين جي درين مان ايندڙ جهڪيون روشنيون لڪي ويون. هارين تي دهشت ڇانئجي ويئي. مال وٿاڻن ۾ چاري جي آهرن جي ويجهو ٿي وينو، ڪُتا پنهنجي ٻرن ۾ وڃي لڪيا ۽ زوزات ڪندڙ هوا کان سواءِ، جيڪا غارن جي ڪنن ۾ گونجي رهي هئي، باقي ڪجهه به ڪونه بچيو هو. اُن جو ڀوائتو آواز ماترين جي گهراين مان نڪري، پهاڙن جي بُلند چوٽين سان ٽڪرائجي واپس ٿي وريو. ايئن پئي لڳو ڄڻ فطرت پوڙهي سال جي موت تي ڪاوڙيل هجي ۽ جهوپڙين ۾ لڪيل زندگيءَ کان بدلو وٺڻ لاءِ اُٿي کڙي ٿي هجي. پارو ۽ سردي هن جا هٿيار هجن، جن سان هوءَ دشمن تي حملو ڪري رهي هجي. ان ڀوائتي ۽ سخت سرد ۽ ٻاٽ انڌيري رات ۾ هڪ ٻاويهن سالن جو نوجوان، ان چڙهائيءَ تي چڙهي رهيو هو. جيڪا قُذحيا جي ديول[1] کان شيخ عباس جي ڳوٺ طرف ويندي هئي. سيءَ هن جو 'سند سند' سڪائي وڌو هو.... بُک ۽ پوءِ هن جا لڱ ڪانداري ڇڏيا هئا ۽ هن جي سموري قوت ختم ڪري ڇڏي هئي. برف هن جي ڪارن ڪپڙن کي اهڙيءَ طرح ڍڪي ڇڏيو هو. جو ڄڻ ڪيس موت کان اڳ موت جو ذائقو

1. هي لبنان جو مشهور ۽ سڀ کان گهڻو مالدار ديول آهي. جنهن جي آمدني هزارين دينار آهي. اُن ۾ هزارين پادري رهن ٿا. جن کي "يلد" جي نالي سان ڪوٺيو وڃي ٿو. قذحيا سرياني لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي "زندگيءَ جي جنت."

چڪائڻ چاهيندي هجي. هن وڪ اڳتي تي وڌائي تہ هوا هن کي پٺتي ڌڪي ٿي ڇڏيو، ڄڻ هوا نہ ٻي چاهيو تہ هن کي جيئري مخلوق جي گهر ۾ ڏسي. اٽانگو رستو هن جا پير پڪڙي رهيو هو. ٻہ چار وکون هلي وري ٿابڙجي ڪري ٿي پيو ۽ وري اُٿيو ٿي ۽ مدد لاءِ پڪارڻ لڳو ٿي. سرديءَ سبب هن جو آواز بہ نہ ٻي نڪتو ۽ هو سخت ڪوشش ڪان پوءِ مس اُٿي ٿي بيٺو. ڄڻ ڪنهن جنگ ۾ شڪست کاڌل جي حيثيت ۾ جنهن کي ڏک ۽ مايوسي ۾ بہ اُميد جو آخري ڪرڻو نظر ايندو آهي. ٻين لفظن ۾ تہ هو ڄڻ ڪو پٿر هو، جيڪو دريا ۾ ڪري پيو هو ۽ ڇوليون هن کي هيٺ تهہ ۾ ڪٽي پئي ويون، نوجوان هلندو رهيو.... موت کي پنهنجي پويان لڳائي.... ۽ آخرڪار هن جي همت جواب ڏيئي ويئي، رت رڳن ۾ ڄمي ويو ۽ هو ساٿو ٿي برف تي ڪري پيو.... ۽ ٻوائتي آواز ۾ رڙيون ڪرڻ لڳو. جيڪا هن جي جسم جي رهيل آخري قوت هئي... هيءُ آواز ان خوفزده انسان جو هو، جيڪو موت کي سامهون بيٺل ڏسي ڏڄي رهيو هو ۽ ان مايوس مرڻ واري جو هو، جنهن کي اوندهہ فنا ڪري رهي هئي ۽ طوفان ڪيس جهنم جي تري ۾ ڦٽو ڪرڻ لاءِ گهلي رهيو هو.

## [3]

اُن ڳوٺ جي اتر طرف ٻنين ۾ هڪڙو ننڍڙو ڪکائون گهر هو. جنهن ۾ راحيلہ نالي هڪ عورت پنهنجي ڌيءَ مريم سان رهندي هئي، نيرين نيرين اکين، ڳاڙهن ڳلن ۽ ڊولائتي جسم واري مريم جي عمر اٽڪل ارڙهن سال کن هئي. راحيلہ جي مڙس جو نالو سمعمان هو، جيڪو پنج سال اڳ جهنگل ۾ مئل حالت ۾ لڌو ويو هو. ڪيس ڪنهن قتل ڪري ڇڏيو. پر قاتل جي اڄ ڏينهن تائين ڪابہ پروڙ ڪانہ پئي هئي. راحيلہ بہ ٻين بيوه عورتن وانگر زندگيءَ جا باقي ڏکيا سکيا ڏينهن محنت مزدوري ڪري بسر ڪندي هئي. لاباري جي ڏينهن ۾ هوءَ گهر مان نڪري ٻنين ۾ وڃي ڪڻڪ جا ٻچيل سنگ ميڙي ايندي هئي. سرءُ جي مند ايندي هُئي تہ باغن ۾ وڃي ڇٽيل ميوو چوندبيندي هئي ۽ سردين ۾ وري چرخو ڪتيندي هئي. يا ڪجهہ پئسن يا سير سوا جَوَن جي عيوض ڪپڙا سبندي هئي. پاڻ سمورو ڪم همت، صبر ۽ ڏيان سان ڪندي هئي.

سندس ڌيءَ مريم نهايت سلڇڻي ۽ سٻاجهي طبيعت جي مالڪ هئي. گهرو ڪم ڪار ۾ هو ماڻس جو هٿ ونڊائيندي هئي.

اِن پوائتي ۽ سرد رات راحيلہ پنهنجي ڌيءَ مريم سان گڏ

جهوپڙيءَ ۾ آتشدان جي پرسان ويٺي هئي. جنهن جي گرمائش تي سردي غلبو حاصل ڪري چڪي هئي ۽ جنهن دڪندڙ ڪوئلن کي رک ۾ دٻائي ڇڏيو هو. هن جي پير ۾ هڪ وڏي پٿر تي ڏيئو ٻري رهيو هو، جنهن جي هلڪي روشني اوندهہ جي دل ۾ تير وانگر ڪُپي رهي هئي، جنهن جي سڪون جا اولڙا هن غمزده ۽ مفلس عورت لاءِ دعا گهري رهيا هئا.

رات اڌ کان بہ وڌيڪ گذري چڪي هئي، ٻئي ماءُ ڌيءَ ويٺيون هوا جي زوزاٽن جو گوڙ ٻڌي رهيون هيون. ڇوڪريءَ هر هر اُٿي ننڍڙي دري کولي ٻاهر پکڙيل اوندهہ ۾ ڪجهہ ڏسڻ جي ڪوشش تي ڪئي ۽ ٻجهيو وري دري بند ڪري موٽي اچي پنهنجي جڳهہ تي ٿي ويٺي. اوچتو هوءَ ڇرڪ ڀري اُٿي، جهڙوڪر گهري ننڊ مان ڪو ڀوائتو سپنو ڏسي جاڳي پئي هجي. هن ماٿس ڏانهن ڪنڌ ورائي ڏٺو ۽ گهبرائجي جهيڻي آواز ۾ چيائين:

"امان! ٻُڌ تہ، جهڙوڪر ڪو ماڻهو سڏي رهيو آهي."

ماٿس ڪنڌ مٿي کنيو ۽ گهڙي کن لاءِ ڪن ڏيئي ڌيان سان ڪجهہ ٻڌڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي ۽ پوءِ چيائين:

"نہ ڌيءَ! مون کي تہ هوا جي زوزاٽ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ٻڌڻ ۾ نٿو اچي."

ڇوڪريءَ وراڻيو:

"مون اجان هينئر ئي هڪ ٻيو آواز ٻڌو آهي، جيڪو هوا جي زوزاٽ کان بہ گهڻو تکو ۽ طوفان جي گوڙ کان بہ وڌيڪ سخت آهي."

اُهو چئي هوءَ اُٿي ۽ دري کولي گهڙي کن ڪن لائي

ڪجهه ٻڌڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي ۽ پوءِ چيائين: ”امڙ! مون کي وري به اُهو آواز ٻڌڻ ۾ آيو آهي.“

ماٽس بي چين ٿي دريءَ ڏانهن وڌي ۽ چوڻ لڳي، ”ها! هاڻ مون به ٻڌو آهي.... اڄ دروازو پٽي ڏسون، دري بند ڪري ڇڏ، متان ڏيئو نه وسامي وڃي.“

اهو چئي هن هڪ ڍڳهي چادر اوڍي ۽ دروازو کولي همت ۽ احتياط سان ٻاهر نڪتي. مريم دروازي تي بيهي رهي، هوا جون لهرون هن جي وارن سان کيڏڻ لڳيون.

راحيله برف کي پيرن هيٺان ڏڪيندي ڪجهه وکون اڳيان وڌي جو بيهي زور سان چوڻ لڳي، ”هي ڪير پيو رڙيون ڪري؟.... ڪٿي آهي، مدد لاءِ سڏڻ وارو.“

ڪنهن به جواب ڪونه ڏنو، هن ٻه ٽي دفعا وري به ساڳيا لفظ چيا. پر هوا جي شور ڪان سواءِ ٻي ڪابه ورندي ڪانه مليس ته هوا جي تيز ۽ سخت ٿڦڙن کان پنهنجو چهرو بچائيندي. هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳي ۽ دل ٻڌي اڳتي وڌڻ لڳي. راحيله تير وانگر تکي هلڻ لڳي. هن برف تي ڪنهن جي پيرن جا نشان ڏٺا ۽ پوءِ ٽيس ته متان هوا انهن کي ڊاهي نه ڇڏي، سو اِنهن پيرن جي نشانن جي ڪڍ تکي هلڻ لڳي. انتظار ۽ خوف جي عالم ۾ هوءَ نهايت احتياط سان پيرن جي نشانن سان گڏ هلڻ لڳي. ٿورو پريرو وڃي هن ڏٺو ته هڪ جسم برف تي ايئن پيو هو، جيئن سفيد ڪپڙي تي ڪاري چٽي لڳل هجي. اِهو ڏسي هوءَ اڳيان وڌي ۽ اُن وجود تان برف هٽائڻ لڳي.... ۽ هن جي مٿي کي پنهنجي گوڏن جو سهارو ڏيئي پنهنجا هٿ هن جي سيني تي رکيائين. اهو ڏسي ته هن

جي دل آهستي آهستي ڌڙڪي رهي آهي هوءَ جهوپڙيءَ ڏانهن
مُنهن ڪري زور سان مريم کي سڏڻ لڳي.

”مريم ڏيءَ! جلدي منهنجي مدد لاءِ اچ، مون سڏڻ واري
کي ڳولي ورتو آهي.“

مريم گهر مان نڪتي، سيءَ ۽ ڀؤ کان ڪنبندي ماڻس
جي پيرن جا نشان وٺي هلڻ لڳي، جڏهن هوءَ اتي پهتي ۽ هڪ
نوجوان کي اتي بي هوش پيل ڏسي هڪ ٿڌي آهـ ڀري
سڏڪڻ لڳي.

راحيلہ اجنبيءَ جي ٻنهي ٻغلن ۾ هٿ وجهندي چيو،
”ڊڄ نہ ڌيءَ! هي جيئرو آهي، هن جون ٽنگون پڪڙ تہ هن کي
گهر کڻي هلون.“

ٻنهي عورتن نوجوان کي کنيو، هوا هنن کي اڳتي وڌڻ
کان روڪي رهي هئي ۽ برف هنن جا پير پڪڙي رهي هئي، پر
هو هلنديون رهيون. گهر پهچي هنن هن کي آتشدان جي ويجهو
ليٽائي ڇڏيو. ماڻس هن جا هٿ پير مهٽڻ لڳي ۽ ٻي سڌ
عضون کي گرمائش پهچائڻ لاءِ مالش ڪرڻ لڳي ۽ ڌيڻس
پنهنجا ڀنل پانچا نپوڙڻ لڳي. ڪجهہ دير کان پوءِ هن ۾
زندگيءَ جا آثار ظاهر ٿيڻ لڳا ۽ هو ڇُرڻ پرڻ لڳو.... اکيون
پٽي هڪ ڊگهو ساهہ کنيائين تہ جڻ ٻن دُکي عورتن جي دلين ۾
صحت ۽ سلامتيءَ جو اُميد پيدا ٿي پئي.

مريم هن جي ڦاٽل جُتيءَ جا ڪشا کوليا ۽ ڀُنل جُبو لاهي
چوڻ لڳي، ”امان ٿورو هن جي ڪپڙن کي تہ ڏس، پادرين جي
ڪپڙن سان ڪيترا نہ ملن ٿا.“

راحيلہ ڪجهہ سڪل ڪاٺيون آتشدان ۾ وڌيون ۽ هن

ڏانهن ڏٺو ۽ حيرت مان چوڻ لڳي ”پادري تہ ههڙي پوائتي رات ۾ ديول مان ٻاهر ڪونہ نڪرندا آهن. پوءِ هن کي ڪهڙي ڪتيءَ ڪنيو هو جو پنهنجي زندگي خطري ۾ وڌائين.“

اِن تي ڇوڪري پنهنجا پهريان شڪ شبها دور ڪندي چوڻ لَڳي. ”امڙ! هن جي ڏاڙهي مُڇَ بہ ڪانهي، پادرين جون گهاٽيون مُڇيون ڏاڙهيون هونديون آهن.“ ماڻس هن نوجوان ڏانهن ڏيان سان نهاريو، مادرانہ شفقت هن جي اکين ۾ چلڪڻ لڳي ۽ پوءِ هڪ ٿڌو ساهہ ڪڍندي چيائين، ”ڌيءَ! هن جا پير اگهي چڏ، پوءِ پلي پادري هجي يا ڪو ڏوهاري.“

راحيلہ ڪاٺ جي الماڙي کولي، اُن مان هڪ ننڍي بوتل ڪڍي، جيڪا شراب سان پريل هئي، هن ٿورڙو شراب هڪ نڪرَ جي پيالي ۾ وڌو ۽ ڌيڻس کي چوڻ لڳي.

”مريم! ٿورو هن کي سهارو ڏي، آئون هن کي ٿورو شراب پياريان تہ، جيئن هن جو بدن ڪجهہ گرم ٿئي.“

راحيلہ پيالو هن جي چپن تي رکيو ۽ شراب جا ڦڙا لڳاتار هن جن نڙيءَ ۾ لهڻ لڳا.

نوجوان پنهنجون وڏيون اکيون پٽيون ۽ پهرين نگاهہ پنهنجي بچائڻ وارن ڏانهن وڌائين پر غمگين نظر سان، اها نظر ان شخص جي هئي جيڪو موت جي چنبي مان نڪري زندگيءَ جو حصو بنجي چڪو هو.... صفا نااميديءَ کان پوءِ اميد جي دنيا ۾ موٽي آيو هو.... گهڙي کن لاءِ هن پنهنجو ڪنڌ جهڪايو ۽ ڏکندڙ چپن سان ڪجهہ لفظ چيا:

”خدا اوهان ٻنهي کي برڪت عطا ڪري.“ راحيلہ هن جي ڪلهي تي هٿ رکيو ۽ مادارانہ شفقت سان چيو، ”پُٽ

ڳالهائي دل جو بار هلڪو نہ ڪر خاموش رهہ..... اجان تو ۾ ايتري سگهہ ڪانهي."

مريم چيو، "ويهاڻي جو سهارو وٺ ۽ سگريٽ جي ويجهو ٿي."

نوجوان هڪ ٿڌو ساهہ کنيو ۽ ويهاڻي جو سهارو ورتو. ٿوري دير کان پوءِ راحيلہ شراب جو گلاس پري هن کي پياريو ۽ ڏيٽس ڏانهن منهن ڪري چوڻ لڳي، "هڻ جي جُبو سُڪڻ لاءِ سگريٽ جي ويجهو ڪري رک."

مريم جُبو باهہ جي ويجهو ڪري رکيو. پوءِ پيار ۽ همدرديءَ سان هن ڏانهن ڏسڻ لڳي، ڄڻ پنهنجي نگاهن جا زهريلا تيرَ هن جي ڪمزور جسم ۾ ٽنبڻ ٿي چاهيائين.

راحيل بہ مانيون ۽ ماکيءَ سان پريل پيالو کڻي آئي، جنهن ۾ ٿورو سڪل ميوو بہ هو، ۽ هن جي پر ۾ ويهي ننڍا ننڍا گرهہ ناهي، هن کي کارائڻ لڳي، جيئن ماءُ پنهنجي ٻار کي کارائيندي آهي کائڻ کان واندو ٿي، جڏهن نوجوان پاڻ ۾ ڪجهہ قوت محسوس ڪئي تہ فرش تي پلٿي ماري ويٺو، هن جي نيري چهري تي باهہ جي لالاڻ پي پئي. هن جي اکين ۾ جوت هئي، مٺو ڏوڙيندي هوريان چوڻ لڳو، "رحم ۽ بي رحمي انسان جي اندر ۾ ايئن وڙهندا رهن ٿا، جيئن هن طوفاني ۽ اونداهي رات ۾ بہ مخالف قوتون هڪٻئي خلاف سينو سپر ڪريو بيٺيون آهن. آخرڪار رحمدلي، بي رحميءَ تي غالب پئجيو وڃي ٿي، ڇو تہ هوءَ خدائي صفت مان آهي ۽ رات جو پؤ بہ صبح ٿيڻ تي ختم ٿيو وڃي."

نوجوان گهڙي کن لاءِ خاموش ٿي ويو ۽ پوءِ دبيل آواز ۾

جيڪو ڏکيائيءَ سان ٻڌڻ ۾ ٿي آيو چوڻ لڳو، ”انساني هٿن مون کي موت جي منهن ۾ ڌڪي ڇڏيو ۽ انساني هٿن ئي وري مون کي موت جي منهن مان بچايو. ڪيتري نه سخت آهي انساني سنگدلي ۽ ڪيتري نه بي پناهه آهي ان جي شفقت.“
راحيله اهڙي آواز ۾ چيو جنهن ۾ مادارانه شفقت جي ميناج ۽ محبت شامل هئي، ”پُٽ! ههڙي پوائتي رات ۾ تون ديول مان کهڙي ڪارڻ ڪري نڪتو آهين، جڏهن ته ٻگهڙ به ڊپ کان غارن ۾ لڪي ويا آهن، باز به ٽڪرين جي چوٽين تي وڃي لڪا آهن.“

نوجوان پنهنجون اکيون پوري ڇڏيون، نيٽن مان وهندڙ نيرن کي دل جي گهراين ۾ جذب ڪرڻ ٿي چاهيائين، ”لومڙين لاءِ دڙا آهن، پکين لاءِ آکيرا آهن، پر آدم جي اولاد لاءِ مٿو لڪائڻ لاءِ ڪوبه ٺڪاڻو ڪونهي.“
راحيله وراڻيو، ”اهائي ڳالهه يسوع مسيح پنهنجي باري ۾ چئي هئي، جڏهن سندس هڪڙي ساٿيءَ هر حالت ۾ ساڻس گڏ رهڻ جي موڪل گهري هئي.“
نوجوان ورندي ڏني، ”اها ڳالهه هر اهو شخص چوندو، جيڪو هن ڪوڙي ۽ پاپي سنسار ۾ حق ۽ انصاف جي پيروي ڪرڻ چاهيندو.“

راحيله خاموش ٿي ويئي ۽ انهن لفظن جو مطلب سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي ۽ پوءِ ڏکويل لهجي ۾ چيائين، ”پر ديول ۾ ته وڏا وڏا ڪمرا هوندا آهن، سون ۽ چانديءَ جا خزانا، ان سان پريل گودام، مڌ (شراب) سان ڀريل مٽ، ٿلهيون متاريون رڍون، چوپائي مال جا وٿاڻ، پوءِ اهڙي کهڙي

ڳالھ آھي جنھن جي ڪري اھي سڀ شيون ڇڏي ھھڙي ٻوائتي رات ۾ تون ديول مان نڪتو آھين؟“

نوجوان ٿڌو ساھ کڻندي چيو، ”آءٌ انھن سيني کي تياڳي ديول مان نڪري آيو آھيان.“

راحيل چيو، ”راھب جي ديول ۾ اھا حيثيت آھي جيڪا جنگ جي ميدان ۾ سپاھيءَ جي ھوندي آھي، ان جو سردار ڪيس ڀلي ڪيترو بہ گھٽ وڌ ڇو نہ ڳالھائي، ھو ڪنڌ نوائي بيٺو ھوندو ۽ ڪيس جيڪو بہ حڪم ملندو آھي، ان جي ھڪدم تعميل ڪندو آھي، پر مون تہ اھو بہ ٻُڌو آھي تہ ڪوبہ شخص تيستائين راھب ٿي نٿو سگھي، جيستائين ھو پنھنجي نفسياتي خواھشن کي نٿو ماري ۽ اھو بہ ٻُڌو اٿم تہ بشپ (وڏو پادري) پنھنجي ماتحتن کان اھڙو ڪوبہ ڪم ڪونہ وٺندو آھي، جيڪو انھن جي پھچ کان ٻاھر ھجي. پوءِ قذحيا جي بشپ توکي اھو حڪم ڪيئن ڏنو تہ پنھنجي زندگي طوفان ۽ برفباريءَ جي نذر ڪري ڇڏ؟“

نوجوان ورندي ڏني، ”ڪوبہ شخص تيستائين راھب ٿي نٿو سگھي جيستائين ھو ٻاڻ ۾ انڌي ۽ ٻوڙي جا گُڻ پيدا نٿو ڪري، جنھن ۾ نہ ٻڌڻ جي سگھہ ھجي نہ ڳالھائڻ جي... ان کي جيڪو بہ حڪم ڏنو وڃي سو سواءِ ڪنھن اعتراض جي مڃي وٺي.... ۽ آءٌ ديول مان ان ڪري نڪتو آھيان تہ جيئن انڌو، ٻوڙو ۽ بي زبان نہ ٿيان، پر ٻڌڻ ۽ ڏسڻ وارو انسان ٿيان.“

راحيل ۽ مريم ڏيان سان ھن جون ڳالھيون ٻُڌي رھيون ھيون ۽ ھن جي منھن ۾ نھاري رھيون ھيون، ڄڻ ھنن ھن جي

منهن تي ڪو ڳجهو راز لڪيل ڏنو هجي، جنهن ڪي هن هر حال ۾ لڪائڻ ٿي چاهيو. ٿوري دير کان پوءِ راحيلہ حيران ٿيندي پڇيو، ”ڇا ڪو ڏسڻ ۽ ٻُڌڻ وارو انسان ههڙي پوائتي رات ۾ نڪري سگهي ٿو، جيڪا اکين کان انڌو ۽ ڪنن کان ٻوڙو ڪري ڇڏي؟“

نوجوان ٿڌو ساهہ کنيو ۽ ڪنڌ جهڪائيندي چيو، ”مون کي ديول مان ڪڍيو ويو آهي.“ راحيلہ ڪنبندي پڇيو، ”ڇا.... ڪڍيو ويو آهي.“ ۽ اهڙا لفظ مريم بہ چيا.

نوجوان ڪنڌ مٿي کنيو، ٻنهي جي اڳيان حقيقت ظاهر ٿيڻ تي، هن کي اهو ڊپ هو تہ متان هن جي حال تي هنن جي مهرباني، نفرت ۽ حقارت ۾ نہ بدلجي وڃي. پر هن ڏٺو تہ هنن جي اکين ۾ مهرباني ۽ پيار جو درياهہ ڇوليون هڻي رهيو هو. هن گهٽيل آواز ۾ چيو، ”ها! مون کي ڪڍيو ويو آهي ان لاءِ تہ منهنجي دل ڪوڙ ۽ مڪرَ کان بيزار ٿي چڪي هئي، ان لاءِ تہ منهنجو نفس فقيرن ۽ مسڪينن جي مال مان عيش ڪرڻ کان بيزار ٿي چڪو هو، ان لاءِ تہ منهنجو روح جهالت جي زنجيرن ۾ جڪڙيل قومن جي خيرات کي پنهنجي خوشيءَ خاطر خرچ ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو.... مون کي ديول مان ڪڍيو ويو ان لاءِ تہ منهنجو جسم انهن آرام ده ڪمرن ۾ راحت ماڻي نہ سگهيو جنهن کي جهوپڙين ۾ رهڻ وارن تعمير ڪيو هو، ان لاءِ تہ منهنجي زبان مان ان دعا لاءِ فقط لفظ نہ نڪتا جيڪا بشپ چند روپين جي عيوض وڪڻندو هو.... مون کي ديول مان ناپاڪ پٿر وانگر ڌڪي ڪڍيو ويو، ڇاڪاڻ تہ آءٌ راهبن ۽ پادرين کي ان مقدس ڪتاب جون آيتون پڙهي

ٻڌائيندو هئس، جنهن هنن کي راهب ۽ پادري بنايو آهي.“

نوجوان خاموش ٿي ويو، راحيلہ ۽ مريم کيس ڏسنديون رهيون، هو هنن جي ڳالهين تي ڏاڍيون حيران هيون. هنن جون نگاهون هنن جي سهڻي ۽ حيرت انگيز چهري تي ڄميل هيون، هن هَر هَر هڪبئي ڏانهن تي ڏٺو، جڻ زبان جي استعمال ڪرڻ کان سواءِ ان انوکي ڪارڻ بابت هڪبئي جا خيال معلوم ڪنديون هجن.... انهن ڪارڻن بابت جنهن جي ڪري هي جوان هنن وٽ پهتو هو. آخرڪار ماٿس جي دل ۾ وڌيڪ ڪجهہ ڄاڻڻ لاءِ شوق ڪافي حدتائين وڌي ويو ۽ هن پيار ڀرين نگاهن سان هن ڏانهن ڏسندي چيو، ”پُٽ! تنهنجا ماءُ پيءُ ڪٿي آهن.... اهي جيئرا بہ آهن يا....؟“

نوجوان ورندي ڏني، پر سخت صدمي ڪارڻ لفظ هن جي نڙيءَ مان اٽڪي ٽي نڪتا، ”منهنجو هاڻ نہ ڪو مِٽ آهي نہ مائٽ، نہ ماءُ اٿم نہ وري پيءُ نہ ئي وري وطن اٿم.“

راحيلہ متاثر ٿي هڪ ٿڌو ساهہ کنيو ۽ مريم پنهنجن انهن گرم لڙڪن کي لڪائڻ خاطر، جيڪي هاڻ هن جي ڳلن تي پهچي چڪا هئا، پنهنجو منهن ٻي طرف ڪري ڇڏيو، نوجوان ٻنهي ڏانهن ڏٺو، جهڙي طرح هارايل پنهنجي بچائڻ واري کي ڏسندو آهي، هن جو روح احساس جي شدت کان تڙپڻ لڳو، جهڙي طرح ٽڪرين تي جهومندڙ گل ان وقت ٿڙي پون ٿا، جڏهن سحر جي ديوي هنن جي دلين تي ماڪَ جا ڦڙا اڇليندي آهي. هن ڪنڌ مٿي کنيو ۽ چيو، ”اجان ستن ورهين جو بہ ڪونہ ٿيو هئس تہ ماءُ پيءُ فوت ٿي ويم، آءٌ جنهن ڳوٺ ۾ ڄائو هئس، ان ڳوٺ جي هڪ شخص مون کي ڦڌحيا جي

ديول جي حوالي ڪيو، راهب ڏاڍا سَرها ٿيا ۽ مون کي ديول جي مال جو ڊراڙ مقرر ڪيائون. جڏهن آءٌ پندرهن ورهين جو ٿيس تہ انهن مون کي هي ڪارو ٿلهو جُبو پائڻ لاءِ ڏنو ۽ قربان گاهہ جي سامهون وني چيائون، "الله ۽ ان جي جاهہ جلال جو قسم کڻي اقرار ڪر تہ سدائين مفلسي، اطاعت ۽ پاڪبازيءَ جي زندگي گذاريندس." مون هنن جا چيل لفظ ساڳئي نموني ورجايا، ان ڪان اڳ جو انهن لفظن جي معنيٰ ۽ مفهوم ڪان واقف ٿيان، مفلسي، اطاعت ۽ پاڪبازيءَ کي حقيقت سمجهان، ان ڪنن ۽ سخت رستي کي ڏسان جنهن تي هنن مون کي هلائڻ چاهيو ٿي، هنن منهنجو نالو خليل رکيو ۽ پوءِ سڀ راهب مون کي "ڀاءُ مبارڪ" سڏڻ لڳا، پر هنن ڪڏهن بہ مون سان ڀائراڻون سلوڪ نہ ڪيو. هو مزي سان پڳل ڪڪڙ، قورما، پلاءُ ۽ چاشنيون وغيره کائيندا هئا، پر مون کي ڀاروٽي ۽ بدبودار ماني کائڻ لاءِ ڏيندا هئا، پاڻ خوشبودار شرابن سان مزو ماڻيندا هئا، پر مون کي فقط سادو پاڻي پيئڻ لاءِ ڏيندا هئا. جنهن ۾ ڪڏهن ڪڏهن منهنجي نيڻن مان وهندڙ نير بہ شامل ٿي ويندا هئا.... هو پاڻ نرم گاديلن ۽ پلنگن تي سمهندا هئا، پر مون کي سوئرن جي واڙي جي ڀرسان هڪ پراڻي ۽ اونداهي ڪمري ۾ سمهاريندا هئا. آءٌ گهڻو ڪري سوچيندو رهندو هئس تہ آخرڪار آءٌ ڪڏهن راهب ٿيندس، جو هنن خوشنصيبن جي خوشين ۾ شامل ٿيندس ۽ انهن عيشن ۽ آرامن ۾ حصو وني سگهندس، منهنجي دل انهن خوشبودار طعامن ڪان محروم نہ رهي، شراب جون رنگينيون منهنجي دل نہ سازين ۽ بشپ جي آواز ڪان منهنجو

روح نہ ڪنبي، پر منهنجون سموريون خواهشون، منهنجا سمورا سپنا اڌورا رهجي ويا، آءٌ لڳاتار جهنگ ۾ مال چاريندو رهيس ۽ ڳرا ڳرا پٿر ڍوئيندو رهيس ۽ پنهنجي هٿن سان زمين کوٽيندو رهيس.... آءٌ اهو سڀ ڪجهہ ماني جي ٽڪر خاطر ڪندو هئس، هڪ اونداهي ٽڪاٽي لاءِ جو تہ مون کي اها پروڙ ڪانہ هئي تہ ديول کان سواءِ ٻي بہ ڪا جڳهہ آهي، جتي آءٌ رهي سگهان ٿو. راهبن پنهنجي زندگيءَ کان سواءِ هر شيءِ کي ڪفر ٿي ٻڌايو ۽ مون کي اطاعت لائق بڻايو هئائون، ڇو جو آءٌ سمجهندو هئس تہ هي سڄو سنسار غم ۽ بدبختيءَ جو مها ساگر آهي ۽ ديول سک ۽ سلامتيءَ جو ساحل آهي."

خليل سنئون ٿي ويٺو، هن جي مرجهايل چهري تي ٻاجهہ جون ريکائون نظراچڻ لڳيون، هو اهڙي طرح ڏسڻ لڳو، چڻ جهوپڙيءَ ۾ ڪا حسين شيءِ هن جي سامهون بيٺي هجي، پر راحيلہ ۽ مريم اچا وينيون، هن کي گهوري رهيون هيون، ڪن پل رکي هن وري چوڻ شروع ڪيو: "قدرت الاهي جنهن مون کان منهنجا والدين کسي ورتا ۽ مون کي يتيم ۽ ڇورو ڇنو ڪري ديول موڪليو هو.... هاڻي ان قدرت جي اها تقاضا نہ رهي هئي تہ آءٌ سڄي ڄمار ان انڌي وانگر گذاري ڇڏيان، جيڪو خطرناڪ راهن تي هلي رهيو هجي، الله اهو گوارا نہ ڪيو تہ حياتيءَ جي آخري گهڙيءَ تائين هڪ چمڪندڙ روشنيءَ مون کي ڏيکاءُ ڏيڻ لڳي ۽ حقيقت جو آواز منهنجي ڪنن ۾ پرڻ لڳي ويو."

خليل ڪنڌ ڌوڻيو ۽ چوڻ لڳو، منهنجي بدن ۾ همت پيدا ٿي، هڪ جولان جاڳيو، آءٌ راهبن وٽ پهچي ويس،

جيڪي ديول جي باغيچي ۾ ڏؤ ڪيل بگهڙن وانگر اوگرايون ڏيئي رهيا هئا. آءُ پنهنجا خيال انهن جي سامهون بيان ڪرڻ لڳس ۽ مقدس ڪتاب مان اهي آيتون پڙهڻ لڳس. جن مان هنن جي گمراهيءَ جو اظهار ٿيو ٿي، مون هنن کي چيو، ”اسين هن هيڪلائيءَ ۾ پنهنجي حياتي فقيرن ۽ مسڪينن جي ڏنل خيرات تي ڇو گذاريون؟ هنن جي لڙڪن ۽ نرڙ جي پگهر مان ڳوهيل اَني جون مانيون مزي سان ويهي ڪائون؟ انهن کان کَسيل زمين جي اناج مان عيش ڇو ڪريون؟ اسين ايئن سست ۽ بيڪار بنجي جيئرا ڇو رهون؟ انهن قبيلن کان ڇو پري ٿي ويهون جيڪي معرفت جا محتاج آهن؟ ملڪ کي پنهنجي نفس جي طاقت ۽ ٻانهن جي سگهہَ کان ڇو محروم رکون؟ يسوع مسيح اسان کي بگهڙن ۾ ٻگهڙ بنائي موڪليو هو، پوءِ اِها ڪهڙي شيءِ آهي، جنهن انسان کي رڃ ٻڌائي ڇڏيو آهي؟ اسين انسانن کان الڳ ٿلڳ ڇو ٿا رهون، جڏهن تہ خدا اسان کي انسان بنايو آهي، جيڪڏهن اسين انهن کان اُتم آهيون تہ اهو اسان جو فرض آهي تہ انهن وٽ وڃي انهن کي تعليم ڏيون، جيڪڏهن هو اسان کان اُتم آهن تہ انهن منجهہ رِلي مِلي ڪانئن تعليم پرايون! حيرت جهڙي ڳالهہ آهي تہ اسين محتاجيءَ کان دڄون ٿا ۽ اميرن وانگر زندگي گذاريون ٿا. اطاعت کان پڄون ٿا. پاڪدامنيءَ کان بچون ٿا. اسان جون دليون نفسياتي خواهشن سان ڀريل آهن. اسين پنهنجي حسن تي جبر ڪريون ٿا. پر حقيقت ۾ پنهنجي روحن کي ڪچليون ٿا. اسين پاڻ کي دنيا وارن کان مٿاهون ظاهر ڪريون ٿا، پر اصل ۾ سڀني کان هيچ آهيون... اچو! اسين ديول جون هڙئي زمينون مسڪينن ۽

محتاجن کي موٽائي ڏيون ۽ سموري مايا مان انهن جا کيسا ڀري ڇڏيون، جيڪا اسان انهن کان حاصل ڪئي آهي، اچو! اسان ملڪ جي هر حصي ۾ تڙي پکڙي وڃون، جيئن پکين جا وَلر هڪبئي کان ڌار ٿي ويندا آهن ۽ انهن هيٺين قبيلن جون خدمتون ڪريون، جن جي خيرات تي اسين پلجون ٿا. ان بدقسمت قوم کي سچ جي روشنيءَ لاءِ مرڪڻ سيکاريون، آسماني نعمتن، زندگي ۽ آزاديءَ جي اهميت کان کين واقف ڪريون، جيڪا نصرانيت جي صحيح پيروي آهي، اهي تڪليفون ۽ ڏک جيڪي انسانن ۾ رهي، اسان کي پلئہ پوندا سي، هن عيش ۽ آرام جي زندگيءَ کان وڌيڪ لذت ڀريا هوندا، ان مهربانيءَ ۽ همدرديءَ، جنهن سان اسان ڪنهن عزيز جي دل پنهنجن هٿن ۾ کڻنداسين، سا هن فضيلت کان مٿاهين هوندي، جيڪا ديول جي ڪنڊن ۾ لڪيل آهي. سک ۽ شانتيءَ جو اهو ڪلمون، جيڪو اسان ڪنهن هيٺي ڏوهاريءَ ۽ ڏکويل کي چونداسين سو هنن ڊگهين نمازن کان به مقدس هوندو، جيڪي اسين ديول ۾ هَر هَر پڙهون ٿا." اهو چئي خليل ساهي کڻڻ لاءِ گهڙي کن لاءِ رُڪيو پوءِ راحيلہ ۽ مريم ڏانهن ڏسڻ لڳو ۽ پُرسڪون لهجي ۾ چيائين، "اهي ۽ ان سان ملندڙ جلندڙ ڳالهيون آءٌ راهبن جي اڳيان بيان ڪري رهيو هئس ۽ هو ٻڌي رهيا هئا، حيرت جون ريکائون هنن جي چهرن تي ظاهر هيون، هنن کي يقين نہ ٿي آيو تہ مون جهڙو نوجوان انهن جي سامهون بيهي اهڙي قسم جون ڳالهيون ڪري سگهي ٿو. ايستائين جو آءٌ خاموش ٿي ويس تہ انهن مان هڪ راهب اُٿيو ۽ منهنجي ويجهو اچي ڏند ڪرٽيندي چوڻ لڳو، "اڙي

ڪميڻا! تنهنجي ايتري همت جو اسان جي سامهون اهڙي قسم جون ڳالهيون ٿو ڪرين.“

ٻيو ٻيو آيو، جنهن ٽوڪ واري لهجي ۾ چيو، ”ڇا؟ تون اها حڪمت ردن ۽ ٻڪرين ڪان سکي آهي، ڇن سان گڏ تو عمر گذاري آهي.“ آخر ۾ هڪ ٻيو آيو جنهن چيو، ”ڪمينا سرڪش! ڏسج تہ توسان ڪهڙو ٿا سلوڪ ڪريون.“

پوءِ هو اُتان ايئن ڀڄڻ لڳا، جيئن ڪو چڱو ڀلو شخص ڪوڙهہ جي مرض ڪان دور ڀڄندو آهي، انهن مان ڪي بشپ (وڏي پادري) ڏانهن ويا ۽ ان کي دانهن ڏنائون. سج لهڻ ڪان پوءِ بشپ مون کي گهرايو ۽ سختيءَ سان گهڻ وڏ ڳالهائڻ ڪان پوءِ راهبن کي حڪم ڏنائين تہ مون کي ڪوڙا لڳايا وڃن، هنن مون کي ايترا تہ ڪوڙا هنيا جو منهنجو سَند سَند سور ٿيڻ لڳو. جڏهن هنن ڪوڙا لڳائي ورتا تہ هنن مون کي سڄو هڪ مهينو قيد جي سزا ڏني، راهب خوش ٿيندا ٽهڪڙا ڏيندا، مون کي هڪ اونداهي ڪوٺيءَ ۾ وني ويا.... هڪ مهيني تائين آءٌ ان ۾ قيد رهيس، ان حالت ۾ مون کي سهائيءَ ڪان محروم رکيو ويو. ڪيڙن ماڪوڙن جي هلڻ ڪان سواءِ مون کي ٻيو ڪجهہ بہ محسوس نہ ٿيندو هو. مٽيءَ ڪان سواءِ ڪابہ ٻي شيءِ ڇهڻ لاءِ ويجهي ڪانہ هئي. خبر ڪونہ پوندي هيم تہ رات ڪڏهن گذري، سج ڪنهن مهل اُڀربو؟ راهب جي پيرن جي آواز ڪان سواءِ ڪوبہ ٻيو آواز ٻڌڻ ۾ ڪونہ ايندو هو، جيڪو ايندو هو سو سڪل ماني ۽ پاڻيءَ جو گلاس رکي ويندو هو. جڏهن آءٌ قيد مان آزاد ٿيس ۽ پادرين منهنجي ڏٻري ۽ سڪل جسم کي ڏٺو، هيڊ جهڙو پيلو چهرو ڏٺائون تہ هنن

سمجهيو شايد منهنجي ذهن ۾ جيڪي دهرياپڻ جا خراب نظريا پئدا ٿيا هئا، سي گهڻي ڀاڱي ختم ٿي چڪا آهن. بڪ ۽ اُڃ جي تڪليف هن جي پاونئن کي ڪچلي ڇڏيو آهي.

ڏينهن راتين جي نقش قدم تي گذرندا رهيا، آءٌ نوبڪلائيءَ جو وقت پنهنجي ذهني قوتن کي انهن شين جي سوچڻ سمجهڻ لاءِ صرف ڪندو هئس، جيڪا راهبن کي نئين راهه ڏيکاري سگهي، پر منهنجي اها سڄي سوچ بيڪار ثابت ٿي، ڇاڪاڻ ته انهن جي اکين تي اندَ جا ڪوپا ڊگهي عرصي کان چڙهيل هئا، تن کي هڪ ٻن ڏينهن ۾ لاهڻ ممڪن نه هو ۽ جيڪو جهالت جو شيهو پگهرائي هنن جي ڪنن ۾ وجهي ڇڏيو هو، تنهن کي نرم ۽ نازڪ آڱريون پگهرائي نٿي سگهيون.

ٿڌا ساهه کڻندي مريم ماڻس ڏانهن ڏٺو. ايئن پئي لڳو ڄڻ ماڻس کان هن اجنبيءَ سان ڳالهائڻ جي موڪل گهري رهي هجي ۽ پوءِ غمگين نگاهن سان هن خليل ڏانهن ڏٺو ۽ پڇيو، "ڇا تو راهبن اڳيان وري به اهڙي قسم جون ڳالهيون ڪيون هيون، جو هنن ههڙي پوائتي رات ۾ توکي ديول مان ڌڪي ڪڍي ڇڏيو جيڪا دشمن کي به مهربانيءَ جو سبق ڏي ٿي؟"

نوجوان ٿڌو ساهه کنيو ۽ هوريان هوريان چوڻ لڳو، "اڄ شام جو جڏهن طوفان زور ورتو، فضا ۾ به قوتون هڪبئي خلاف سينو تاڻي بيٺيون ته آءٌ انهن راهبن کان هٽي پريان ٿي وينس، جيڪي باهه جي مچ جي چوڌاري وينا هڪبئي سان کل ڀوڳ ڪري رهيا هئا ۽ آءٌ هڪ پاسي ويهي انجيل مقدس

کولي ان جي آيتن تي وچار ڪرڻ لڳس، جيڪي پاڻ ڏانهن
ڇڪي قدرت جي غضب ۽ سنگدليءَ کان بي ڊپو ڪن ٿيون.
جڏهن راهبن ڏنو تہ آءٌ پريان ڪنڊ ۾ نويڪلو وينو آهيان تہ
انهن منهنجي نويڪلائيءَ کي مذاق جو موضوع بنائي ورتو،
انهن مان بہ چار اُٿي اچي منهنجي سامهون بينا ۽ اکيون ڇنڀي
کلڻ لڳا ۽ مون ڏانهن اشارا ڪري مون تان مذاق اڏائڻ لڳا پر
مون هنن جي پرواهہ نہ ڪئي، ڪتاب بند ڪري دريءَ کان
ٻاهر نهارڻ لڳس، منهنجي ان بي پرواهيءَ تي هو سخت
ڪاوڙجي پيا ۽ انهن مون ڏانهن کائڻ واري نظرن سان ڏٺو، پر
منهنجي ماٺ هنن جي ڪاوڙ کي ٿڌو ڪري ڇڏيو، انهن مان
هڪ مون کي ٺوڪ هڻندي چيو:

"سرڪار جن ڇا پڙهي رهيا آهن؟"

مون ٺوڪ هڻندڙ ڏانهن نهاريو بہ ڪونہ ۽ انجيل کولي
هڪ آيت وڏي سڏ پڙهڻ لڳس، جنهن ۾ هو انهن ماڻهن کي
مخاطب ٿي رهيو هو جيڪي بپتسمہ لاءِ اچي هيا هئا:

"اي نانگن جا اولاد! جيڪڏهن ڪو توهان کي ايندڙ
تباهيءَ کان بچڻ جي تعليم ڏي تہ توهان اهڙا ڪم ڪريو
جيڪي توبهہ جي لائق هجن ۽ اوهان پنهنجي دل ۾ اهو بہ نہ
سوچيو تہ توهان جو پيءُ ابراهيم عہ آهي، آءٌ اوهان کي ٻڌايان
ٿو تہ الله انهن پٿرن مان بہ اولاد ابراهيم پيدا ڪرڻ تي قادر
آهي، جيڪي رستن تي ايئن پيا ٿڏجن، هاڻ تہ ڪهاڙي وڻ جي
پاڙ وٽ رکي ويئي آهي ۽ هر اهو وڻ جيڪو سُٺو ڦل نہ ڏيندو
اهو وڍي باهہ ۾ وڌو ويندو."

ماڻهن ان کان پڇيو:

”پوءِ پلا اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟“

هن ورندي ڏني، ”جنهن وٽ ڪپڙا هجن ان کي گهرجي تہ جنهن وٽ ڪپڙا نہ هجن ان کي ڏيئي ڇڏي ۽ جنهن وٽ ماني هجي تہ اهو اها ماني بکايل کي کارائي.“

جڏهن مون اهي آيتون پڙهيون تہ راهب گهڙي کن لاءِ خاموش ٿي ويا، ڄڻ ڪنهن غيبي قوت هنن جا روح نپوڙي وڌا هجن، پر هو وري اصلوڪي حالت ۾ اچي ويا ۽ ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳا. انهن منجهان هڪڙي چيو، ”اسان اهي آيتون ڪئين ڀيرا پڙهيون آهن ان لاءِ اسان ڪنهن ٻراڙ جا محتاج ڪونہ آهيون تہ هو اسان کي ٻڌائي.“

مون وراڻيو، ”جيڪڏهن اوهان اهي آيتون پڙهيون آهن تہ پوءِ هن برف ۾ دٻيل ڳوٺ جا رهاڪو سيءَ کان ڇو پيا ڏڪن؟ بک کان ڇو پيا تڙپن؟ ۽ اوهين هتي ويٺا انهن جي ڏنل خيرات تي عيش ڇو پيا ڪريو؟ ۽ انهن جي انگورن جي رس مان گلاس ڀري ڇو پيا پيو؟ انهن جي وهٽن جو گوشت ڇو پيا کائو؟“

اجا اهي لفظ منهنجي زبان مان نڪتائي مَس هئا تہ هڪ پادريءَ مون کي چماٽ واهي ڪڍي، ڄڻ تہ جيڪي ڪجهہ مون چيو سو سڀ چرپائپ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ڪونہ هو، پوءِ ٻي مون کي لت هنئي ۽ ٽي ڄڻي مقدس ڪتاب منهنجي هٿ مان کسي ورتو ۽ چوٿون رڙيون ڪري بشپ کي سڏڻ لڳو. هو تکيون وکون کڻندو آيو ۽ جڏهن پادرين واتان مرچ مسالا مليل سڄي ماجرا ٻڌائين تہ ڪاوڙ مان تپي ڻامڻي ٿي ويو ۽ بُلند آواز ۾ چيائين، ”هن بدمعاش سرڪش! کي ڳچيءَ مان

جهلي ديول مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو تہ جيئن قدرت هن کي اطاعت ۽ فرمانبرداريءَ جي تعليم ڏئي، هن کي ان تڏ ۽ اونداهيءَ ۾ ڌڪي ڇڏيو تہ جيئن فطرت جا اصول هن تي خداوندِ الاهي جي حڪم جي تعميل ڪن. تنهن کان پوءِ هن ڪفر جي تباهيءَ کان پنهنجا هٿ ڌوئي ڇڏيا ۽ جي هي وري موٽي اچي، روئي پٽي، آزاربون نيزاربون ڪري، توبہ تائب ٿئي تہ بہ ديول جو در نہ کوليو، ڇو تہ جي نانگ کي پنجري ۾ بند ڪيو تہ هو ڪو ڪبوتر ٿي ڪونہ پوندو ۽ باغ ۾ ڪيلي جو وڻ پوکي ان مان انجير جي اميد اجائي آهي."

"اهو ٻُڌي پادرين مون کي ڪٽي سوگهو ڪيو ۽ ٽنگوٽالي ڪري ديول کان ٻاهر ڦٽو ڪيائون، دروازو بند ڪرڻ کان اڳ، انهن مان هڪ ڄٽي ڪلندي ٺوڪ هٽندي چيو، "ڪلهہ تائين تون بادشاهہ هئين ۽ ريون، ٻڪريون توڙي شيطان تنهنجي رعيت هئي، پر هاڻ اسان توکي معزول ڪري ڇڏيو آهي، ان لاءِ تہ تون حڪومت جو نظام پنهنجي مرضيءَ مطابق هلائڻ ٿي چاهيو ۽ هاڻي وچ ۽ وڇي ٻڪايل ٻگهڙن ۽ اُڏندڙ ڪانگن تي حڪومت ڪر ۽ انهن کي ٻُڌاءِ تہ هو غارن ۽ آکيرن ۾ پنهنجي زندگي ڪيئن گذارين."

خليل هڪ اونهو ساهہ کنيو ۽ ڪنڌ ورائي ٻاهہ کي ڏٺائين، جيڪا چلهہ اندر ٻري رهي هئي، هڪ اهڙي آواز سان چوڻ لڳو، جنهن ۾ ميناج جي باوجود بہ سختي هئي، "اهڙي طرح مون کي ديول مان ڌڪي ڪڍيو ويو ۽ پادرين ڏٺي واٺي مون کي موت جي حوالي ڪري ڇڏيو، مجبوراً آءٌ هلڻ لڳس اهڙي حالت ۾ جڏهن ڪوهيڙو منهنجي نگاهن کي روپوش

ڪري رهيو هو، طوفان جا زوردار جهٽڪا منهنجا ڪپڙا چني رهيا هئا. آسمان مان وسندڙ برف منهنجا پير پڪڙي رهي هئي، ايتريقدر جو منهنجي قوت جواب ڏيئي ويئي ۽ آءٌ بي ستو ٿي برف تي ڪري پيس ۽ ان مايوس انسان وانگر پڪارڻ لڳس، جنهن کي اهو محسوس ٿي رهيو هو ته سندس پڪارَ سواءِ ڊيڄاريندڙ موت ۽ اونداهين غارن جي ٻيو ڪوبه ڪونه ٻيو سُٽي، پر برف ۽ طوفان جي پويان، اونداهين ۽ ڪڪرن جي پويان پولار ۾، تارن جي پويان هڪ شڪتي، جنهن جي معرفت ۽ رحمت سان منهنجي پُڪار ٻُڌي، هن نه پي چاهيو ته آءٌ جيون جا رهيل اسرار سمجهڻ کان اڳ ئي مري وڃان، سو اُن مهان شڪتيءَ اوهان ٻنهي کي منهنجي مدد لاءِ موڪليو، ته جيئن مون کي بدبختيءَ جي گهراين مان ڪڍي اچو."

نوجوان خاموش ٿي ويو ۽ ٻئي عورتون ڪيس ڏيان، پيار ۽ پابوهہ سان ڏسي رهيون هيون، جڻ هنن جا روح هن جي ذهني اسرارن کان واقف ٿي ويا هجن ۽ حق ۽ سچ جي شعور ۾ هنن سان شامل ٿي ويون هجن. گهڙي کن کان پوءِ راحيله غير ارادي طور پنهنجو هٿ ڊگهيريو ۽ عزت، احترام سان هن جي هٿ کي چهي چيو، "جڏهن ڪيس خدا حق ۽ سچ جي راهہ لاءِ چوندِ ڪندو آهي ته پوءِ دنيا جي ڪابه قوت ان کي فنا ڪري نٿي سگهي، برفباري ۽ طوفان ۾ بہ هو محفوظ رهي ٿو." مريم سرہات ڪندي چيو، "برفباري ۽ طوفان گلن کي ته فنا ڪري سگهن ٿا، پر ٻج کي نه...."

سڪون ۽ راحت خليل جي مرجهايل چهري کي روشن ڪري ڇڏيو هو، ايئن جيئن صبح جي سج جا ڪرڻا، رات جي

ڪاري چادر جو سينو چيري ڇڏيندا آهن.

هن چيو، ”اوهين جيڪڏهن مون کي باغي ۽ ڪافر نٿيون سمجهو، جيئن پادرين پئي سمجهيو ۽ جنهن جي ڪري ئي آءٌ ان بدسلوڪيءَ جو نشانو بڻيس، ان شروعات ڏانهن هڪ اڻ لکو اشارو آهي، جيڪو معرفت جي اعليٰ رتبي تائين پهچڻ کان اڳ، قومن کي پيش ايندو آهي ۽ هيءَ بات اونداهي رات جنهن ۾ شايد آءٌ موت جي ڪاڄ بنجي وڃان ها، انهن باغيانہ هنگامن جي تصوير هوندي، جيڪا آزادي ۽ برابريءَ کان اڳ ظاهر ٿيندي آهي، ان لاءِ حساس عورت جي دل منجهان انساني جذبو ڦٽي نڪري ٿو ۽ اُن پويتر روح جي سوچن مان انساني اُڌما جنم ونن ٿا.“

اهو چئي هُن ويهاڻي جو سهارو ورتو، ماءُ ۽ ڌيءُ ڪجهہ وڌيڪ ڳالهائڻ مناسب نہ سمجهيو. هنن محسوس ڪيو تہ هُن جي نيڻن ۾ ننڊ واسو ڪري رهي آهي، جيڪا جهجي ٿڪاوٽ کان پوءِ سڪون ۽ آرام لاءِ وجود ۾ جنم وٺندي آهي. ڪجهہ گهڙين کان پوءِ خليل اکيون پوري ڇڏيون ۽ ان ٻارڙي وانگر سمهي رهيو، جيڪو ماءُ جي محبت ڀريءَ هنجَ ۾ بي فڪر سمهندو آهي، راحيلہ ۽ مريم آهستگيءَ سان اُٿي ويون ۽ پنهنجن پنهنجن بسترن تي ليٽي پيون ۽ نوجوان کي گهوري ڏسڻ لڳيون، جڻ هن جي مُرجهايل منهن ۾ ڪا ڪشش هئي، جيڪا هنن جي روحن کي هن ڏانهن مائل ڪري رهي هجي ۽ هنن جي دلين ۾ هن لاءِ محبت پيدا ڪري رهي هجي. گهڙي کن کان پوءِ ماءُ سرٻات ڪري ڌيءُ کي ڪن ۾ چيو، ”هن جي اکين ۾ عجيب ڏيا آهي، جيڪا سانت هوندي بہ روحن

کي سجاڳ ڪري رهي آهي.“

ڏيءُ ورندي ڏنيس، ”امڙ! هن جا هٿ مسيح عہ جي ان تصوير جهڙا آهن جيڪا ديول ۾ ٽنگيل آ.“

ماءُ سرٻات ڪندي چيو، ”هن جي غمگين منهن مان عورت جي نرمي ۽ مرد جي قوت بَڪي رهي آهي.“

ننڊ جي ديوي هنن ٻنهي روحن کي نوجوان جي دنيا ڏانهن اُڏائي ويئي. باهہ ڦلهيار ۾ تبديل ٿي چڪي هئي، ڏيئي جو تيل ختم ٿي ويو هو ۽ هوريان هوريان وٽ بہ وسامي رهي هئي ۽ خوفناڪ طوفان اڃان بہ گوڙ ڪري رهيو هو.

# [4]

ان رات کي پريا ٻہ هفتا گذري ويا، ڪڪرن سان ڀريل فضا ڪڏهن سانتيڪي ٿي پئي ويئي تہ ڪڏهن ڪروڌ ۾ اچي ماٿرين کي ڪوهيڙي ۽ ڌُنڌ سان ڀري ٿي ڇڏيائين ۽ ٽڪرين کي برف جو ڪفن پارائي ٿي ڇڏيائين. خليل ان دوران ٿي پيرا ساحل ڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪيو، پر هر ڀيري راحيلہ پيار ۽ ٻاجھہ سان ايئن ڇڻي ڪيس روڪي ٿي وڌو تہ، ”پُٽ! پنهنجي زندگي کي بيھر انڌيري جي حوالي نہ ڪر، هتي رهي پئہ، جيڪا ماني ٻن ڄڻن جو پيٽ ڀري سگهي ٿي، سا ٽن ڄڻن لاءِ بہ ڪوڙ ٿي سگهي ٿي ۽ هن سگريءَ جي ٻاجھہ تنهنجي وڃڻ کان پوءِ بہ ٻرندي رهندي، ايئن جيئن تنهنجي اچڻ کان اڳ ٻرندي هئي.“

”پُٽ! اسين محتاج ضرور آهيون، پر ٻين عام انسانن وانگر زندگي گذاريون ٿا. ڇو تہ خدا اسان کي بہ ايئن ئي رزق پهچائي ٿو، جيئن ٻين کي.“

مريم نماڻا نيڻ کڻي، ٿڌن شوڪارن سان منٿون ڪندي هن کي نہ وڃڻ لاءِ چوندي هئي. خليل جڏهن زندگي ۽ موت جي بہ واٽي تان موٽي، هن جهوپڙيءَ ۾ پهتو هو تہ ڪيس پنهنجي ذات ۾ هڪ اهڙي بلند قوت جو وجود محسوس ٿيڻ لڳو هو. جيڪا هن جي دل کي زندگيءَ جي روشنيءَ سان

منور ڪري ۽ هن جي روح جي گهرائين ۾ هڪ نئين ۽ دلڪش جذبو پيدا ڪري رهي هئي. هن پنهنجي سڄي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرون اهڙو اُدمو محسوس ڪيو هو، جيڪو حسينہ جي معصوم من کي گلاب جي اُن گُل وانگر بنائي ڇڏيندو هو، جنهن جي خوبي آهي تہ ماڪ جا ڦڙا ٻي ماحول ۾ سرهاڻ ڦهلائي.

انسان جي باطن جي ڪابہ پاونا، اَنَ ڳجهيءَ پاونا کان گهٽي پاڪ ۽ پوتر ڪونهي، جيڪا پاڻ اربي ڇڏڻ دوران حسينہ جي دل تي اثرانداز ٿي، هن جي سيني جي خال کي طلسمي گيتن سان ڀري ۽ ان جي ڏينهن کي شاعر جي سپنن ۽ راتين کي پيغمبرن جي خيالن وانگر بنائي ڇڏي. فطرت جي رازن مان ڪو راز حسن کان سگهارو ۽ حسين ڪونهي، جيڪو حسينہ جي روح جي سڪون کي مستقل حرڪت مان بدلائي پنهنجي عزم سان تهندڙ ڏينهن جي ياد کي فنا ۽ پنهنجي ايندڙ زماني جي اميدن کي جيئرو ڪري ڇڏي ٿو.

جذبات جي قوت ۽ احساس جي اعتبار کان لبناني حسينہ هر قوم جي حسينہ کان مٿاهين آهي. لبناني حسينہ اُن چشمي وانگر آهي، جيڪو زمين جي سيني مان ڦٽي هيٺاهين حصي ڏانهن وهي ٿو، پر ان کي رستو نٿو ملي تہ جيئن هو نديءَ جي شڪل ۾ راڳ ڳائيندو سمنڊ سان وڃي ملي ۽ پوءِ هو خاموش ڍنڍ جي صورت اختيار ڪندو آهي، جنهن ۾ چنڊ ۽ تارن جي سهائي سمايل هوندي آهي.

خليل بہ محسوس ڪيو تہ مريم جو 'روح' هن جي 'روح' جي پرپاسي ۾ پتڪي رهيو آهي، هن کي جاڻ پئي تہ

اها مقدس باهہ. جيڪا هن جي دل تي دڪي رهي آهي سا مريم جي دل کي بہ وڪوڙي چڪي آهي. پهريائين تہ هو خوشيءَ مان ٽڙي پيو، جيئن گم ٿيل ٻار ماءُ ڀيءُ کي ڏسي ٽڙندو آهي. پر وري جلدي هن کي ڪو خيال آيو ۽ هو پنهنجي جلد بازيءَ تي پاڻ کي ملامت ڪرڻ لڳو. هن کي ڌڪ ٿيو تہ متان روحن جو ميلاپ ڪوهيڙي وانگر فنا نہ ٿي وڃي. جڏهن زماني جو بي رحم هٿ هن کي ڳوٺ کان ڌڪي ٻاهر ڪيندو. هو اڪثر دل ۾ چوندو هو، ”هي ڪهڙو ڳجهو اسرار آهي. جيڪو اسان تي ظاهر ٿي رهيو آهي ۽ اسين ان کان اڻ ڄاڻ آهيون.“

اهي ٻيڙيون ڪٿي آهن. جيڪي ڪڏهن اٿانگي رستي ڏانهن وني وينديون آهن ۽ اسين اطاعت ۽ فرمانبرداريءَ سان، ان تي هلندا رهندا آهيون ۽ ڪڏهن سج جي سامهون بيهاريو تہ اسين خوشيءَ سان ان جي سامهون بيهي رهون ٿا. جيڪا اسان کي جبل جي چوٽيءَ تي پهچايو ڇڏي ۽ اسين خوشيءَ منجهان مرڪڻ لڳون ٿا ۽ ڪڏهن وري ماترين جي گهراين ۾ ڦٽو ٿي ڪري، تہ اسين تڪليف کان رڙيون ڪرڻ شروع ڪريو ٿا ڏيون، هيءَ زندگي ڇا آهي. جيڪا هڪ ڏينهن تہ اسان سان دوست ٿي گلي ملي ٿي، تہ ٻي ڏينهن ڦريو دشمن ٿيو منهن واري چماٽ واهيو ڪدي؟ ڇا ڪالهہ تائين آءٌ ان تڪليف جي خاطر جنهن کي الله منهنجي سيني ۾ پيدا ڪيو آهي، تنهن لاءِ مون ڏک وئيندڙ زيادتي برداشت ڪونہ ڪئي؟ ڇا مون پادرين کي ڪونہ چيو تہ انساني سعادت ۾ خدا جي مرضيءَ شامل آهي؟ ٻوءِ هي پؤ ڇا جو؟ آءٌ پنهنجون اکيون جو ٻوٽي ڇڏيان ۽ ان روشنيءَ کان پنهنجون منهن ڇو موڙي ڇڏيان، جيڪا ان

حسينہ جي نيڻن مان ڦٽي رهي آهي. آءٌ مرد آهيان ۽ فقير بہ، پر ڇا انسان فقط پيٽ خاطر جيئي ٿو؟ ڇا زندگي اطاعت ۽ فرمانبرداريءَ جو نالو ڪونهي؟ پر راحيلہ ڇا سوچيندي، جڏهن ڪيس خبر پوندي تہ سڪون ۽ مانار جي عالم ۾، ديول مان ڏڪاريل نوجوان جو روح، هن جي ڌيءُ جي روح سان ميلاپ ٿو چاهي ۽ ان ميلاپ هنن ٻنهي روحن کي الاهي نور جي آڏو ڪري ڇڏيو آهي، هوءَ ڇا چوندي تہ جنهن نوجوان کي هن موت جي منهن مان بچايو هو، سو چاهي ٿو تہ هن جي ڌيءَ هن جي جيون ساٿي بنجي وڃي ۽ هن ڳوٺ جا ابوجهہ ماڻهو ڇا سوچيندا، جڏهن انهن کي خبر پوندي تہ هڪ نوجوان، جيڪو ديول ۾ پليو نپنيو ۽ پوءِ اُتان ڏڪاريو ويو، سو هن ڳوٺ ۾ آيو ئي ان لاءِ تہ هڪ پريءَ جهڙي سهڻي من مُهڻيءَ جي گود ۾ زندگي بسر ڪري. ڇا هو ڪنن ۾ آڱريون ڪونہ وجهندا، جڏهن آءٌ کين چوندس تہ ان شخص جنهن هنن سان رهڻ خاطر ديول کي ڇڏيو، ان پڪيءَ مثل آهي، جيڪو اونداهين مان نڪري روشن ۽ آزاد فضا ۾ ساهہ کڻي ٿو. شيخ عباس جيڪو هنن غريب هارين ۾ اهڙي زندگي بسر ڪري ٿو، جيئن غلامن وچ ۾ بادشاهہ، سو ڇا سوچيندو، جڏهن منهنجي رام ڪهاڻي هن جي ڪنن تي پ[illegible]دي؟ ۽ ڳوٺ جو پادري مون سان ڪهڙو سلوڪ ڪندو، جڏهن ماڻهو هن جي سامهون اهي ڳالهيون ڪندا، جيڪي مون کي ديول مان ڪڍڻ جو ڪارڻ بڻيون آهن؟“

خليل دل ئي دل ۾ ويچاري رهيو هو ۽ آتشدان جي پر سان وينو شعلن کي گهوري رهيو هو، جيڪي هن جي پاوناڻن سان مليا ٿي، ٿورو پريان مريم ڊيان سان هن جي ڇهري جا خيال پروڙڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي ۽ پنهنجي سيني ۾ انڪار جون صدائون گونجندي ٻڌي رهي هئي ۽ وسوسن جا اولڙا پنهنجي دل جي ويجهو ڦرندي محسوس ڪري رهي هئي.

هڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي، جڏهن خليل دريءَ وٽ بيٺو هو، جيڪا ان ماڙيءَ ڏانهن کُلي ٿي، جتان نيڻ نهار تلئين وڻ ۽ ٽڪريون برف ۾ ايئن ڍڪيل نظراچي رهيون هيون، جڻ مُردا ڪفن پائي بيٺا هجن. مريم آئي ۽ هن جي پر ۾ مٿا ڪري بيهي رهي ۽ دريءَ مان ٻاهريون نظارو پسڻ لڳي، خليل هن ڏانهن نهاريو، جڏهن هن جون نگاهون مريم جي نگاهن سان مليون تہ هن ٿڌو ساهہ پريو ۽ منهن ٻي طرف ڦيري اکيون پوري ڇڏيون، جڻ هن جو روح جسم کان جدا ٿي، ڏاڍي تيزيءَ سان ابد جي گهراين ۾ وڃي رهيو هجي.... انهن جملن جي جستجو ڪندي، جن اڃا تائين لفظن جو روپ اختيار نہ ڪيو هجي.

مريم ٿوري دير کان پوءِ هن کان پڇيو، ”جڏهن برف پگهرجي ويندي ۽ رستا کُلي ويندا تہ پوءِ ڪيڏانهن ويندين.“

هن پنهنجون اکيون پٽي ٻاهر نظرون ڄمائيندي چيو.

”آءٌ ڪيڏانهن ويندس تنهن جي مون کي بہ خبر ڪانهي؟“

اهو ٻُڌي مريم جو روح ڏڪي ويو. هن ٿڌو ساهه کڻي چيو، ”تون هن ڳوٺ ۾ اسان سان گڏ رهي چو نٿو پوين.... ڇا هتي تنهنجي حياتي، اُن مفلسيءَ کان چڱي ڪانه گذرندي؟“

مريم جي لفظن جي نرمي ۽ آواز جي ميناج، خليل جي دل کي بهار بهار ڪري ڇڏيو. هن وراڻيو، ”هن ڳوٺ جا رهاڪو ديول مان ڌڪاريل شخص کي پنهنجو پاڙيسري بنائڻ قبول نه ڪندا. اهي اهو گوارا ڪين ڪندا ته آءٌ هن فضا ۾ آزاديءَ سان ساهه کڻان، جنهن ۾ هو غلاميءَ واري زندگي بسر ڪن ٿا. انهن جي ويجهو پادرين جو دشمن، ’خدا‘ ۽ ان جي ’نيڪوڪارن‘ جو دشمن آهي.“

مريم هڪ ٿڌو شوڪارو ڀريو ۽ چپ ٿي ويئي، حقيقت هن کي گونگو ۽ سُنُ ڪري ڇڏيو هو، هن ڪنڌ ڌوڻيندي چيو، ”مريم! هن ڳوٺ جي رهاڪن، پادرين توڙي پوڄارين، هر ان شخص جي خلاف ڪيني ۽ بغض جي تعليم ورتي آهي، جيڪو پنهنجي ذات بابت سوچي ٿو. تنهن ڪري هي سڀ انهن جي پيروي ڪن ٿا ۽ هر ان شخص کان پري رهن ٿا، جيڪو پنهنجي حياتي تقليد ۽ اطاعت بدران، تحقيق ۽ ڳولا ۾ گذارڻ گهري ٿو. ان لاءِ آءٌ جيڪڏهن ڳوٺ ۾ رهيس ۽ هتي جي رهاڪن کي چيم، يائرو! اچو اسين پادرين ۽ راهبن جي خواهش بدران، پنهنجي مرضيءَ مطابق عبادت ڪريون، ڇو ته خدا ان جاهل جو معبود نٿو ٿيڻ چاهي، جيڪو ٻين جي تقليد

ڪري ٿو.“ تہ هو چوندا، هي ملحد آهي جيڪو ان اقتدار جي مخالفت ڪري رهيو آهي، جيڪو الله پنهنجي نيڪ ٻانهن کي عطا ڪيو آهي.“ ۽ جيڪڏهن آءُ ڪين چوندس، ”ڀائرو! اُن آواز کي ڌيان ڏري ٻڌو، جيڪو اوهان جي دلين مان اچي رهيو آهي ۽ ان روح جي ارادي تي عمل ڪريو، جيڪو اوهان جي دلين جي گهراين ۾ موجود آهي.“ تہ هو چوندا، ”هي شيطان آهي ۽ اسان کي انهن وسيلن کان محروم ڪرڻ ٿو چاهي جيڪي ’خدا‘ زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ قائم ڪيا آهن.“

خليل ان مهل مريم جي اکين ۾ نهاريو ۽ چيو، ”پر مريم! هن ڳوٺ ۾ هڪ اهڙي شڪتي موجود آهي جنهن مون تي قابو پائي ورتو آهي ۽ منهنجي روح سان چهٽي رهي آهي.... هن مهان شڪتيءَ! جنهن منهنجي دل منجهان پادرين جي ڏاڍ ۽ ڏمر وارو عرصو خُرچي ڇڏيو آهي ۽ انهن جي سنگدلي منهنجي لاءِ خوش نصيبي ۾ تبديل ڪئي آهي، هن ڳوٺ ۾ مون موت کي سامهون ڏٺو ۽ هن ڳوٺ ۾ آءُ روح خداونديءَ سان منهان منهن مليو آهيان. هن ڳوٺ ۾ ئي ڪنڊن ۾ گهيريل هڪ گُل آهي، جيڪو مون کي پنهنجو واس ونڻ لاءِ پاڻ ڏانهن ڇڪي رهيو آهي ۽ جنهن جي سُرهاڻ منهنجي دل کي واسي ڇڏيو آهي. تہ ڇا آءُ ان گل کي ڇڏي ڏيان ۽ ان تعليم جي تبليغ ۽ تلقين ڪندو وڃان، جنهن جي ڪري مون کي ديول مان ڌڪاريو ويو آهي يا ان گل وٽ ويٺو هجان، جيڪو ڪنڊن جي وچ ۾ گهيريل آهي ۽ پنهنجي قول ۽ فعل لاءِ پاڻ ئي قبر کوٽيان....

مريم ٻڌاءِ مان ڇا ڪيان؟"

مريم اهي لفظ ٻُڌا ۽ هن جو جسم ڪنبڻ لڳو، جيئن صبح جي ٿڌڙي هيرَ لڳندي آهي ۽ گلاب جو گُل ٽڙي پوندو آهي، تيئن هن جي من جا ڪرٽا، هن جي ذهن ۾ چمڪڻ لڳا ۽ هن چيو، جيتوڻيڪ شرم ۽ حيا هن جي زبان پڪڙي رهي هئي، "اسين ٻئي هڪ عادل، مهربان ۽ اڻ ڄاتل قوت جي هٿَ وَس آهيون، اسان کي گهرجي ته پنهنجو پاڻ کي هن جي مرضيءَ تي ڇڏي ڏيون."

اُن گهڙيءَ خليل جا اُڌما مريم جي اُڌمن سان ملي هڪ ٿي، هڪ ٻڙڪندڙ شعلو بنجي ويا، جنهن مان روشني پکڙي رهي هئي، جنهن جي چوڌاري دل نيائيندڙ سُرهاڻ هئي.

## [5]

دنيا ۾ شروع کان وٺي اڄ سوڌي اهو دستور هلندو پيو اچي تـہ موروثي شرافت سان چهٽيل خاندان قوم جي خلاف پادرين ۽ مذهبي پيشوائن سان ڳٺ جوڙ ڪري هڪٻئي جي مدد ۽ حمايت ڪندا رهيا آهن. اهو هڪ وڏو روڳ آهي، جنهن انساني سماج جي ڳچيءَ ۾ پنهنجا چنبا کپائي رکيا آهن، هي روڳ ايستائين ختم نہ ٿي سگهي جيستائين هن دنيا مان جهالت جو خاتمو ٿي، هر مرد جو عقل حڪمران، ۽ عورت جي دل ميڻ نٿي ٿئي.

موروثي شريف زادا پنهنجي محلن جي تعمير ڪمزور فقيرن جي جسمن سان ڪندا آهن ۽ پادري ديول جو بنياد پيروي ڪندڙ اهل ايمان جي قبرن تي رکندا آهن. شاهوڪار ويچاري هاريءَ کي جڪڙي ٿو ۾ پادري پنهنجو هٿ ڪيسي ڏانهن وڌائي ٿو. حاڪم هارين کي نرڙ تي گهنج پائي ڏسي ٿو ۽ پادري انهن ڏانهن لوپي ۽ جوفي نگاهن سان ڏيان ڏي ٿو. نتيجي ۾ چيتي جهڙي تيزي ۽ بگهڙ جهڙا ڏند ڪڍڻ سان رڍَ ويچاريءَ جو ڪم پورو ٿيو وڃي.... حاڪم قانون جي تعميل ڏانهن سڏي ٿو ۽ پادري مذهب جي پيرويءَ ڏانهن سڏي ٿو ۽ انهن ٻنهي جي وچ ۾ جسم فنا ٿي وڃي ٿو.

لبنان جو واڀاسو علائقو جيڪو سج جي روشنيءَ جي

لحاظ کان تہ امير آهي پر نور معرفت جي لحاظ کان محتاج آهي. اُتي خانداني شريف زادا ۽ پادري ان ڪمزور ۽ مفلس شخص خلاف ڳڍ ٿي ويا آهن، جيڪو بني پوڪي ۽ لٽي ٿو. فقط ان لاءِ تہ پنهنجي ڏبري جسم کي تلوار جي لعنت کان بچائي سگهن.

لبنان جا موروثي شريف زادا پنهنجي حويلين جي درن تي بيهي وڏي سڏ لبنان جي رهاڪن کي چون ٿا، ”سلطان اسان کي توهان جي جسمن جو حاڪم بڻايو آهي.“ ۽ پادري قربان گاهہ جي سامهون بيهي چوي ٿو، ”الله مون کي توهان جي روحن جو سرپرست مقرر ڪيو آهي.“

لبنان جا رهواسي خاموش رهيا آهن، ڇو تہ جنهن دل جي مٿان مٽيءَ جا تهہ ڄميل هوندا آهن سا ٿُتي نٿي سگهي. مردا ڪڏهن بہ روح راڙو نہ ڪندا آهن. شيخ عباس هن ڳوٺ جو حاڪم ۽امير هو، هن کي ديول جي پادرين سان محبت هئي ۽ هو انهن جي مدي خارج رسمن ۽ رواجن جي حفاظت ڪندو هو، ان جي بدلي پادري هن جي ٻنين ۽ باغن جي سنڀاليندڙن ۾ اطاعت ۽ فرمانبرداريءَ جو جذبو پيدا ڪرڻ ۾ هن جو ساٿ ڏيندو هو.

ان ڏينهن شام جو جڏهن خليل ۽ مريم محبت جي مندر جي ويجهو پهچي چڪا هئا ۽ راحيلہ هنن ڏانهن محبت ڀرين نظرن سان نهاري رهي هئي. بلڪل ان مهل ڳوٺ جو پادري الياس سهڪندو شيخ عباس جي حويليءَ ۾ پهتو ۽ هن کي اطلاع ڏنائين تہ نيڪ سيرت راهبن هڪ باغي ۽ دهريي نوجوان کي ديول مان ڪڍي ڇڏيو آهي ۽ اهو ملحد ګذريل ٻن ڏينهن

ڪان هن ڳوٺ ۾ موجود آهي ۽ هو هن مهل شمعان جي وڏوا راحيلہ جي گهر موجود آهي.

پادري الياس، شيخ عباس کي اهاخبر ٻڌائي بس ڪانہ ڪئي پر تاڪيد ڪيائينس تہ، ”اهو شيطان جنهن کي ديول مان ڪڍيو ويو آهي سو هن ڳوٺ ۾ رهي فرشتو ٿي نٿو سگهي، انجير جو وڻ جنهن کي باغائي وڍي باهہ ۾ وجهي ڇڏي تہ اهو باهہ ۾ هوندي ميوو نٿو ڏيئي سگهي. ان لاءِ اسين جيڪڏهن چاهيون ٿا تہ هي ڳوٺ خطرناڪ وبائن ۽ الاهي آفتن کان محفوظ رهي تہ اسان جو فرض آهي تہ هن جوان کي ايئن پنهنجن گهرن ۽ باغن مان ڌڪي ڪڍون جيئن پادرين هن کي ديول مان ڌڪي ڪڍيو آهي.“

شيخ عباس عجب مان پڇيو:

”اوهان ڪيئن سمجهيو تہ هي جوان ڳوٺ ۾ خطرناڪ وبا وانگر رهندو! ڇا ايئن نٿو ٿي سگهي تہ اسان هن کي باغن جو مالي ۽ مال جو دراڙ مقرر ڪيون. اسان کي هن وقت ڪمي جي سخت گهرج آهي، ان لاءِ جيڪڏهن هڪ سخت جان نوجوان اسان کي هٿ چڙهي تہ اسان کي وڏي خوشيءَ سان ان کي رکڻ کپي ايئن نہ تہ هن کي ڌڪي ڪڍون.“

پادريءَ کلندي چيو، ”نہ.....“

هن جي ڪل ۾ نانگ جهڙي ڦوڪار هئي. هن پنهنجي ڊگهي سفيد ڏاڙهي تي هٿ ڦيريندي چيو، ”جيڪڏهن هي نوجوان ان ڪم لاءِ مناسب هجي ها تہ پادري هن کي ڇو ڌڪي ڪڍن ها. جڏهن تہ ديول جون زمينون وسيع آهن ۽ چوپايو مال جام آهي. ڪالهہ ديول مان هڪ شخص آيو هو جيڪو رات مون وٽ ٽڪيو هو، تنهن مون کي ٻُڌايو تہ هي

نوجوان پادرين جي سامهون ڪفر جا ڪلمه چوندو هو ۽ ان انقلابي لهجي ۾ چوندو هو جنهن ۾ جهالت ۽ غلاميءَ جي وڏي مخالفت ڪئي وجي ٿي، هن ڪئين دفعا پادرين جي وچ ۾ ٻيهي چيو، ”اچو! ديول جون زمينون، باغ ۽ سمورو مال متاع ڳوٺ جي غريبن ۾ ورهائي ڇڏيون ۽ دنيا جي مختلف حصن ۾ ٽڙي پکڙي وڃون، ڇاڪاڻ ته پرچار ڪرڻ هن نماز ۽ عبادت کان پلو ڪم آهي. ان شخص مون کي اهو ٻه ٻڌايو ته هن کي ڦٽڪن ۽ قيد جي سزا ٻه انهن خيالن جي پرچار کان باز رکي نه سگهي ۽ شيطان برابر هن جي دل ۽ دماغ تي حاوي رهيو.“

شيخ عباس هڪدم اُٺي ڪڙو ٿيو ان چيتي وانگر جيڪو حملي کان اڳ ٻه چار قدم پوئتي هٽي چست بڻندو آهي، ٿوري دير خاموش رهي پوءِ ڏند ڪرٽيندو ڪاوڙ منجهان ڪنبندو دروازي ڏانهن وڌيو ۽ نوڪرن کي سڏڻ لڳو. جهٽ پٽ ٽي خادم حاضر ٿي ويا ۽ هن جي سامهون ڪنڌ نوائي حڪم جو اوسيئڙو ڪرڻ لڳا. شيخ عباس گجگوڙ ڪندي چيو، ”واڏوا راحيله وٽ پادرين جي لباس ۾ هڪ نوجوان ٽڪيل آهي، اوهين وڃو هينئر جو هينئر ان کي جهلي منهنجي سامهون پيش ڪيو، جيڪڏهن راحيله رنڊڪ بڻجي ته ان کي چوٽيءَ مان جهلي برف تي گهيري وٺي اچجو، جيئن باغيءَ سان گڏ باغيءَ کي پناهه ڏيندڙ کي به سيکت ڏجي.“

خادم ڪنڌ نوائي پنهنجي آقا جي حڪم جي پوئيواري لاءِ روانا ٿيا ۽ شيخ عباس ۽ پادري الياس اُٺي ويهي باغي نوجوان ۽ راحيله بابت ڳالهه ٻولهه ڪندا رهيا ته انهن کي ڪهڙي سزا ڏجي.

# [6]

ڏينهن گم ٿي ويو، رات برف جي چادر اوڍي انهن جهوپڙين تي پکڙجي رهي هئي، ان ٿڌي ۽ اونداهي فضا ۾ تارا اهڙي طرح ظاهر ٿيا جهڙي طرح موت ۽ زندگيءَ جي تڪليف جو پردو بقا جي آرزو دل ۾ رکي ظاهر ٿئي ٿو، هاري پنهنجي گهرن جون دريون دروازا بند ڪري باهه جي چوڌاري مڙي وينا، رات جو انڌيرو انهن کان بي پرواهه ٿي انهن جي گهرن جي چوڌاري چڪر لڳائي رهيو هو، ان مهل جڏهن راحيل، ڊيٽس ۽ خليل تپائيءَ جي چوڌاري وينا رات جي ماني کائي رهيا هئا، دروازي جو کڙو کڙڪيو ۽ شيخ عباس جا نوڪر اندر داخل ٿيا، راحيل حيران ٿي انهن ڏانهن ڏٺو ۽ مريم پوائتي نظرن سان هن ڏانهن ڏسڻ لڳي پر خليل خاموش ويٺو رهيو، ڇڻ هن جو بزرگ روح انهن ماڻهن جي اچڻ جو اڳ ۾ اطلاع پائي هوشيار ٿي چڪو هو. انهن مان هڪ نوڪر اڳيان وڌيو ۽ ڏاڍي بيدرديءَ سان هن جي ڪلهي تي هٿ رکندي کهري لهجي پڇيو، ”ڇا تون اهوئي آهي جنهن کي ديول مان ڪڍيو ويو آهي.“

خليل ڏاڍي اطمينان سان ورندي ڏني، ”ها! آءٌ ئي آهيان ٻڌائي ڇا ڳالهه آهي؟“

ان تي خادم چيو، ”اسين توکي گرفتار ڪري شيخ

عباس جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ ٿا چاهيون، جيڪڏهن تو ڪابہ حرڪت ڪئي تہ اسين توکي ڪُنل رڍ وانگر برف تي گهيلي وٺي هلنداسين.“

اهو ٻڌي راحيلہ هڪدم اُٿي ڪڙي ٿي، هن جو چهرو هئڊبو ٿي ويو، نرڙ تي گهنج پئجي ويس ۽ ڪنبندڙ آواز ۾ پڇيائين، ”هن اهڙو ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي جو اوهان هن کي شيخ عباس جي سامهون پيش ڪرڻ ٿا چاهيو؟“ گهڙي ڪن ترسي وري مريم چوڻ لڳي، ”هي اڪيلو آهي ۽ اوهين پاڻ ۾ ٽي آهيو ان لاءِ توهان جو هن کي ذليل ڪرڻ ۽ ڪليف پهچائڻ ۾ هڪبئي جو ساٿ ڏيڻ بلڪل پاڙيائپ آهي.“

خادم جو منهن ڪاوڙ مان تپي ڳاڙهو ٿي ويو ۽ هن سختيءَ سان چيو، ”چپ! هن ڳوٺ ۾ ڪا اهڙي عورت بہ آهي جيڪا شيخ عباس جي حڪم جي پوئيواري نہ ڪري.“ اهو چئي هن ڪيسي ۾ هٿ وڌو ۽ هڪ رسي ڪڍي خليل جون ٻانهون ٻَڌڻ لاءِ اڳيان وڌيو، نوجوان بيٺو رهيو، هن جو چهرو ڪنهن بہ تاثر کان خالي هو، هن جو ڪنڌ مٿي ڪنيل هو، هن خادمن ڏانهن ڏيان سان ڏسندي چيو، ”ياٿرو! مون کي اوهان سان همدردي آهي، ان لاءِ تہ توهان هڪ ڪمزور اکين واري جي هٿ ۾ طاقتور پر انڌا اوزار آهيو، هو توهان تي ظلم ڪري ٿو ۽ توهان جي ٻانهن جي سگهہ سان هيٺن کي مارائي ٿو، توهين جهالت جا غلام آهيو ۽ جهالت شيديءَ جي منهن کان بہ ڪاري ۽ سيني شين کان وڌيڪ ڪنور دل ۽ فرمانبردار آهي. ڪلهہ سوڌي آءٌ بہ اوهان جهڙو هئس ۽ سپاڻي تائين اوهين بہ مون جهڙا ٿي ويندا، پر هن وقت منهنجي ۽ اوهان جي وچ ۾

هڪ اونهو ۽ پوائنتو غار آهي، جيڪو منهنجي آواز کي اوهان سودي پهچڻ نٿو ڏي ۽ اڌ ۾ ئي جذب ڪري رهيو آهي ۽ اوهان تي منهنجي حقيقت ظاهر ٿيڻ نٿو ڏي، اهوئي ڪارڻ آهي جو اوهين سُٺي نٿا سگهو، نہ ڏسي ٿا سگهو. اچو! آءٌ حاضر آهيان منهنجون ٻانهون ٻڌو ۽ جيڪو توهان کي وڻي سو مون سان سلوڪ ڪريو."

ايندڙن اهو ٻڌو ۽ انهن جون اکيون ڪليل ئي رهجي ويون هنن جي جسمن ۾ هڪ عجيب حرڪت پيدا ٿي ۽ هو ڪن پل لاءِ پنڊ پهڻ ٿي نوجوان کي حيرت ۽ ڏيان سان ڏسندا رهيا. جڻ هن جي اواز جي ميناج هنن جي جسمن جي حرڪت ڪسي ورتي هجي ۽ هنن جي بلند خيالن کي سجاڳ ڪري ڇڏيو هجي جيڪي هنن جي دلين جي گهراين ۾ ستا پيا هئا پر هو ڇرڪجي پيا جڻ شيخ عباس جو آواز هنن جي ڪنن ۾ گونجڻ لڳو هجي ۽ پنهنجو فرض ياد ڏياري رهيو هجي، جيڪو ڪين سونپيو ويو هو، سو هو اڳيان وڌيا ۽ نوجوان جون ٻانهون ٻڌي ڪيس وٺي خاموشيءَ سان گهر مان نڪتا، ڪين ايئن محسوس ٿيو هو تہ هنن جي دل جي هر حصي مان ڪنهن جاتل شئي جو آواز اچي رهيو هجي. راحيلہ ۽ مريم بہ هنن جي پويان هلڻ لڳيون، هو خليل جي پويان شيخ عباس جي گهر ڏانهن ايئن وڃي رهيون هيون، جيئن بيت المقدس جون ڇوڪريون مسيح ناصريءَ جي پويان پويان هيون.

## [7]

عام طور تي ٻالھ پلي ڪيتري بہ ننڍي ڇو نہ ھجي پر جيتريقدر ڳوٺ جو تعلق آھي تہ اھا اُتي ڏاڍي تيزيءَ سان پکڙجي ٿي. ۽ ٻالھ مان ٻالھوڙو بنجيو وڃي. جنھن جو ڪارڻ ھي آھي تہ غريب ھاري زندگيءَ جي گڏيل شغلن کان لڳاتار پري رھن ٿا ۽ اھا دوري نت نين ٻالھين ۽ واقعن جي تحقيق ۽ ڳولا ۾ رڌل رکي ٿي، جيڪي سندن پرپاسي ۾ رونما ٿين ٿا. سياري جي منڌ ۾ جڏھن بنيون ۽ باغ برف جا ڪمبل اوڍيو اگھور ننڊ ۾ ستل ھوندا آھن ۽ ڪنبندڙ پوائتي زندگي آتشدانن جي آسپاس پتڪندي رھندي آھي ۽ ڳوناٺن ۾ نين خبرن جي ڳولا جو شوق ۽ جستجو اجا بہ وڌي ويندو آھي تہ جيئن خالي خولي خبرن جي تاثرن کان پوائتيون ۽ سرد راتيون انھن تي تبصرو ڪرڻ ۾ گذري وڃن.

سو اجا شيخ عباس جي ماڻھن خليل کي گرفتار ٿي مس ڪيو تہ اھا خبر ڳوٺ ۾ باھ وانگر پکڙجي ويئي ۽ ڳوناٺن کي وڏيڪ جاڻ حاصل ڪرڻ جو شوق ڏياري ويئي. ھو پنھنجن گھرن مان نڪري منتشر فوج وانگر چئني طرفن کان ڊڪندا اچڻ لڳا. گرفتار ٿيل نوجوان اجان شيخ عباس جي محل ۾ پھتو ئي ڪونہ ھو، ان کان اڳ ھن جو شاندار ۽ ويڪرو ديوان خانو مردن، عورتن، ٻدن ۽ ٻارن سان پرجي ويو. تماشائي

شوق ۽ اوسيئڙي ۾ بار بار اوڏانهن بهارڻ لڳا ٿي. جتان قيدي نوجوان اچٹو هو ۽ هنن جي بار بار نهارڻ مان اهو ثابت پيو ٿيو تہ هو ديول مان ڪڍيل نوجوان کي هڪ نظر ڏسڻ لاءِ ڪيترا نہ آتا هئا ۽ واڌوا راحيلہ ۽ ڏيٽس کي بہ جن خبيث روحن ڳونن جي فضا کي جهنمي بيمارين سان پرڻ لاءِ هن نوجوان جو ساٿ ڏنو هو.

شيخ عباس هڪ مٿاهين ڪرسيءَ تي ويٺو هو ۽ هن جي پر ۾ پيل ڪرسيءَ تي پادري الياس پير رکي ويٺو هو. هاري ۽ خادم ادب مان اُتي بيٺا، هنن جون اکيون ٻانهون ٻڌل نوجوان تي ڄميل هيون، جيڪو انهن جي وچ ۾ ايئن ڪر ڪنيو بيٺو هو جيئن ماترين جي وچ ۾ مٿاهيون تڪريون. راحيلہ ۽ مريم هن جي پويان بيٺيون هيون. خوف هنن جي دلين تي طاري هو ۽ ماٺهن جون بي رحم نگاهون هنن جي روحن کي ڪچلي رهيون هيون. پر پؤ ان عورت جي جذبن تي ڪهڙو اثر ڪري سگهي ٿو، جيڪا حق کي ڏسي ان جي پويان آئي هجي ۽ بي رحم نظرون ان حسينہ جي دل تي ڪهڙو اثر ڪري سگهن ٿيون، جنهن محبت جو آواز ٻڌو ۽ سجاڳ ٿي ويئي.

شيخ عباس نوجوان ڏانهن گهوري ڏٺو ۽ ڪڙڪيدار آواز ۾ پڇيائين:

”تنهنجو نالو ڇا آهي؟“

هن ورائيو، ”خليل....“

شيخ عباس سوال ڪيو.

”تنهنجا مٽ مائٽ ڪهڙا آهن ۽ تنهنجو وطن ڪهڙو آهي؟

خليل هارين ڏانهن ڏٺو جيڪي هن کي نفرت ۽ حقارت

سان ڏسي رهيا هئا ۽ چيائين، ”هي مظلوم، مسڪين منهنجا مٽ مائٽ آهن ۽ هي وڏو ۽ ويڪرو ملڪ منهنجو وطن آهي.“

شيخ عباس ٺوڪ هڻندي چيس، ”جن ماڻهن کي تون پاڻ ڏانهن منسوب ٿو ڪرينءَ اهي توکي سزا ڏيارڻ ٿا چاهين ۽ جنهن ملڪ کي تون پنهنجو ديس ٿو چوين اهو توکي پنهنجو رهاڪو مڃڻ کان انڪار ٿو ڪري.“

نوجوان بي چين ٿي ورندي ڏني، ”جاهل قومون پنهنجي سپوتن کي جهلي ظالمن جي حوالي ڪنديون آهن ۽ نفرت ۽ حقارت سان پريل ملڪ پنهنجي مخلص ۽ عاشقن کي ظلم ۽ ستم جو نشانو بنائيندو آهي، پر ڇا نيڪ نينگر پنهنجي ماءُ کي ڇڏي ڏي، جڏهن هوءَ بيمار هجي، مهربان پاءُ پنهنجي پاءُ کي ڇڏي ڏي جڏهن هو بيروزگار هجي، هنن غريبن جن اڄ منهنجون ٻانهون ٻڌي مون کي اوهان جي حوالي ڪيو آهي، هي هاري جن ههڙي ذلت آميز طريقي سان مون کي اوهان جي سامهون پيش ڪيو آهي، اهي ئي اوهان جي زمين ۾ ٻج پوکين ٿا ۽ اوهان جي قدمن ۾ پنهنجو خون وهائين ٿا ۽ هيءَ زمين جيڪا مون کي پنهنجو رهاڪو نٿي مڃي اهائي زمين آهي جيڪا بي ايمان ۽ لالچين کي ڳڙڪائي وڃي ٿي.“

شيخ عباس ٺهڪ ڏنو ڄڻ هن نوجوان جو روح ٺهڪ جي گهراين ۾ غرق ڪرڻ ٿي چاهيو. ڄڻ اپوجهه تماشائين جي روحن سوڌي پهچڻ کان روڪي رهيو هجي. هن چيو، ” ”بدبخت! ڇا تون ديول جي مال جو ڌراڙ ڪونه هئين؟... ته پوءِ تون پنهنجي رعيت کي ڇو ڇڏيو ۽ ديول مان ڇو ڪڍيو وين، ڇا تون سمجهين ٿو ته قوم نيڪدل پادرين جي مقابلي ۾

توسان گهٽي همدردي ڪندي؟"

خليل ورندي ڏني، "آءٌ ڏراڙ هئس. ڪاسائي ته نه هئس، آءٌ مال کي سرسبز ميدانن ۽ چراگاهن ۾ وٺي ويندو هئس، نه ڪي سڪل ٺوٺ ٽڪرين تي، انهن کي صاف شفاف ۽ مٺن چشمن جو پاڻي پياريندو هئس نه ڪي ڪنو ۽ خراب پاڻي پياريندو هئس، آءٌ شام جو انهن کي وٿاڻن ۾ هڪلي ايندو هئس نه ڪي خونخوار جانورن جو شڪار ٿيڻ لاءِ ماٿرين ۾ ڇڏي ايندو هئس. آءٌ حيوانن سان اهو سلوڪ ڪندو هئس ۽ تون به جيڪڏهن هنن ڳوپ رڍن جي ڌڻ سان مون جهڙو سلوڪ ڪرينءَ ها ته تون ڪر هن عاليشان محل ۾ ڪونه رهين ها ۽ هنن کي نندڙين ۽ اونداهين جهوپڙين ۾ بک کان تڙپي تڙپي مرڻ لاءِ نه ڇڏينءَ ها؟ جيڪڏهن تون الله جي مايوس ۽ نامراد بندن تي اهڙي طرح رحم کائين ها جهڙي طرح آءٌ ديول جي مال تي کائيندو هئس ته تون هينئر نرم گاديلن واري تخت تي ويٺل نه هجين ها ۽ هي ماٿهو تنهنجي سامهون ايئن چو بيٺل هجن ها جيئن سخت هوا ۽ طوفان جي سامهون وڻ جون ٽاريون!"

شيخ عباس ڪاوڙ مان تپي ڳاڙهو ٿي ويو هن جي پيشانيءَ تي پگهر جا ڦڙا چمڪڻ لڳا ۽ هن جي ڪل ڪاوڙ ۾ بدلجي ويئي، پر هن پنهنجو پاڻ کي قابو ڪيو ته متان هن جو خوف ۽ پريشاني حاضرين تي ظاهر نه ٿي وڃي، ان لاءِ هن هٿ جو اشارو ڪندي چيو:

"بي ايمان! اسان توکي ان لاءِ گرفتار نه ڪرايو آهي ته هتي تنهنجي بڪواس ٻڌون، پر ان لاءِ گهرايو آهي ته هڪ

ڏوهاريءَ جي حيثيت ۾ توکي سزا ڏيئي سگهجي، توکي خبر هئڻ گهرجي تہ تون هن مهل ڳوٺ جي سردار جي سامهون بيٺو آهين جيڪو امير امين شهابيءَ[1] جو نمائندو آهي، پادري الياس جي سامهون بيٺو آهين جيڪو ان مقدس ڪليسا جو نمائندو آهي، جنهن ڪان تو بغاوت ڪئي آهي. ان لاءِ تو تي اهو واجب آهي تہ تون انهن الزامن جي ترديد ڪر جيڪي توتي لڳايا ويا آهن يا ندامت جو اظهار ڪر ۽ ان سان گڏ اسان ڪان پڻ معافي گهر ۽ هن ميڙ جي سامهون ڪنڌ جهڪائي ڇڏ، جيڪو توتي ڪلي رهيو آهي تہ اسين توکي معاف ڪري ڇڏيون ۽ ديول وانگر مال جو ڏراڙ مقرر ڪريون!"

نوجوان نهايت مطمئن ۽ باوقار لهجي ۾ جواب ڏنو، "هڪ ڏوهاريءَ جو فيصلو ٻيو ڏوهاري نٿو ڪري سگهي، بدمعاش، بدمعاش جي سامهون الزامن جي ترديد ڪرڻ لاءِ تيار ٿي نٿو سگهي جيڪي هن تي لڳايا ويا آهن." اهو چئي هن ماڻهن جي اُن ميڙ ڏانهن ڏٺو، جيڪي ديوان خاني ۾ گڏ ٿيا هئا ۽ هن وڏي آواز ۾ هنن کي مخاطب ٿيندي چيو، "پائرو! اوهان جي اطاعت ۽ فرمانبرداريءَ هن شيخ کي زمينن جو مالڪ بڻائي ڇڏيو آهي، هن مون کي ان لاءِ گرفتار ڪرايو آهي تہ جيئن توهان جي سامهون هن ديوان خاني ۾ پنهنجو فيصلو ڪري، جيڪو اوهان جي ابن ڏاڏن جي هڏين تي جوڙايو ويو آهي ۽ اهو شخص جنهن کي اوهان جي ايمان جي جذبي ديول جو پادري بڻايو آهي، سو مون کي تڪليف پهچائڻ ۽ ذليل ڪرڻ ۾ هن جو ساٿ ڏيڻ آيو آهي، پر اوهان؟.... اوهين

[1]. امير امين شهابي، سلطانہ بشير شهابيءَ جو پٽ جيڪو پنهنجي پيءُ جي وفات کان پوءِ لبنان جو حاڪم ٿيو.

چئني طرفن کان دوڙندا هتي آيا آهيو، جيئن مون کي تڪليف ۾ مبتلا ڏسي سگهو ۽ رحم جون فريادون ڪندي ٻڌي سگهو، توهان گرم آتشدانن جي قربت کي ڇڏي ڏنو ان لاءِ ته پنهنجي پاءُ کي رسين ۾ ٻڌل ڏسي سگهو. توهان دوڙندا آيا آهيو جيئن درندن جي چار ۾ قاتل تڪليف کان پڪاريندڙ شڪار کي ڏسي لطف اندوز ٿيو. توهان ان لاءِ دوڙندا آيا آهيو جيئن باغي ڏوهاريءَ کي حاڪمن جي سامهون بيٺل ڏسي سگهو، ڏسو! آءٌ آهيان اهو ڏوهاري، آءٌ آهيان، اهو باغي جنهن کي ديول مان ڪڍيو ويو آهي ۽ هڪ طوفان اُٿائي اوهان جي ڳوٺ ۾ ڦٽو ڪيو آهي. ڏسو آءٌ آهيان اهو بدمعاش، منهنجي پڪار ٻڌو! ۽ مون سان همدردي نه پر انصاف ڪريو، ان لاءِ ته همدردي صرف هيٺن ڏوهارين لاءِ جائز آهي، پر انصاف اها شئي آهي جنهن جو طالب هر بي گناهه هوندو آهي. آءٌ توهان کي پنهنجو قاضي مقرر ڪريان ٿو، ان لاءِ ته قوم جو ارادو هوندو آهي. پنهنجي دلين کي سجاڳ ڪريو ۽ منهنجي ڳالهه ڌيان ڌري ٻڌو ۽ پنهنجي ضمير جي روشنيءَ ۾ منهنجو فيصلو ڪريو. توهان کي چيو ويو آهي ته آءٌ سرڪش ۽ باغي آهيان، پر اوهان کي اها پروڙ ڪانهي ته منهنجو ڏوهه ڪهڙو آهي، پر منهنجي ڏوهه کان اڄا سوڌي توهان جا ڪن واقف ڪونه ٿيا آهن. ان لاءِ ته هن ملڪ ۾ ڏوهه ۽ گناهه جي حقيقت ڪوهيڙي ۾ لڪيل آهي، پر سزا ماڻهن ۾ اهڙي طرح ظاهر ٿئي ٿي جيئن رات جي اونده ۾ وڄ جو چمڪو.“

”پائرو! منهنجو ڏوهه اهو آهي ته مون کي اوهان جي بدبختي ۽ غلاميءَ جو احساس آهي. ڀينرون! منهنجو گناهه

اوهان ۽ اوهان جي ٻچن سان همدردي آهي، جيڪي اوهان جي سيني سان چهٽي موت جي ڪوڙاڻ چوسين ٿا. آءٌ به اوهان مان آهيان، منهنجا ابا ڏاڏا به انهن ئي ماترين ۾ پلجي وڏا ٿيا هئا. آءٌ به ان خدا تي ايمان رکان ٿو، جيڪو توهان جي ڏکويل روحن جي پڪار ٻڌي ٿو ۽ توهان جي ڏڙڪندڙ دلين کي ڏسي ٿو ۽ آءٌ به ان ڪتاب تي يقين رکان ٿو جنهن مون کي ۽ توهان کي پاءُ بنايو آهي. آءٌ ان تعليم تي به ايمان رکان ٿو جنهن مون کي ۽ توهان کي انسان جي بندگيءَ مان آزاد ڪرائي هن زمين تي کڙو ڪيو آهي، جيڪو ذات خداونديءَ جو وڏو ڪارنامو آهي. آءٌ ديول ۾ مال جو ڏراڙ هئس، پر منهنجي هيڪلائي، مانيٽو جهنگل، گونگن جانورن جي ساٿ جي باوجود به مون کي اڻ پوائتي حقيقت کان انڌو ڪونه ڪيو. جنهن جي ڪري توهان هر وقت پريشانيءَ ۾ مبتلا رهو ٿا. مايوسيءَ جي ان پڪار ٻڌڻ لاءِ منهنجا ڪن اجا ٻوڙا نه ٿيا آهن جيڪي جهوپڙين جي ڪنڊن ۽ بازيگرن مان اُٿن ٿا. مون پاڻ کي ديول ۾ ڏٺو ۽ توهان کي ٻنين ۾ رڍن جي ڌڻ وانگر، ايئن جيئن خونخوار بگهڙ جي پويان غار ڏانهن وڃي رهيون هجن، آءٌ وچ رستي ۾ بيهي مدد لاءِ پڪارڻ لڳس، هي ڏسو بگهڙ مون تي حملو ڪري مون کي گهائي ڇڏيو آهي ۽ پوءِ ڏاڍي مڪاريءَ کان ڪم وٺندي مون کي ڌڻ کان ڌار ڪري ڇڏيو نه متان منهنجون پڪارون ٻڌي رڍن جو ڌڻ سجاڳ نه ٿي پوي ۽ انهن جي دلين ۾ بغاوت جام اُدما نه پيدا ڪري ڇڏي ۽ پوءِ رڍن جي ڌڻ کي هيڏانهن هوڏانهن تيزي پکيڙي رات جي انڌيري ۾ اُڇيو، بکيو ڇڏي ڏنائين.... مون ان حقيقت کي اوهان جي

سامهون آڻڻ لاءِ قيد، بکون، اُجون ۽ بيون عقوبتون سٺيون آهن، توهان جون پڪارون جيڪي پولار ۾ پڙاڏو بنجي گونجن ٿيون، انهن جي ڪري بيون بہ ڪيتريون ئي عقوبتون سٺيم، پر هيٺي نہ بوليم ۽ نہ ئي دلشڪستو ٿيس، ان لاءِ تہ توهان جون فريادون مون سان همراهي هيون ۽ ورَ ورَ ڏيو منهنجي سگهہ ڪي اُپاري مون کي منهنجي لاءِ وٺندڙ بڻائي رهيون هيون. اوهان هن وقت اهو سوچي رهيا هوندؤ تہ اسان مان اهو ڪهڙو شخص آهي، جنهن وات کولڻ جي همت ڪئي آهي ۽ پنهنجي مظلوميءَ جي فرياد ڪئي آهي؟ پر آءٌ اوهان کي چوان ٿو تہ اوهان جا روح هر روز مظلوميءَ جي عالم ۾ فرياد ڪندا رهن ٿا، پر اوهان پنهنجن روحن جي پڪار نٿا ٻڌو ۽ نہ ئي پنهنجي دلين جي فريادن تي ڌيان ڌريو ٿا، مرڻ وارو پنهنجي سيني ۾ ٿيندڙ خرخراهٽ ڪونہ ٻڌندو آهي، پر بستري جي ويجهو وينل ٻڌندا آهن. ڪُنل پکي تڪليف ڪارڻ ڦٿڪندو آهي، پر هوڪونہ ڄاڻندو آهي. ڏسڻ وارا ڄاڻندا آهن.... ڏينهن جو اها ڪهڙي گهڙي آهي، جنهن ۾ توهان جا روح درد جي ڪري بي چين ٿي آهون نٿا ڀرين؟ ڇا پرهہ ڦٽي مهل اوهان جي دلين ۾ جيئري رهڻ جا اُڌما پيدا ڪونہ ٿيندا آهن، توهان جي اکين تان ننڊ جا نقاب لاهي، ٻنين تي ڪم ڪرڻ لاءِ مجبور ڪونہ ڪيو ويندو آهي؟ يا ٻنپهرن جو جڏهن اوهان وڻن جي ڇانوَ ۾ ويهڻ جي آس ڪندا آهيو، جيئن سج جي تکن تيرن کان پاڻ بچائي سگهو، پر بچائي نٿا سگهو، ڇا شام ٽائي جڏهن اوهان بک ۽ اُڃ سبب جهوپڙين ڏانهن ورندا آهيو، پر اُتي اوهان کي سڪل ديودي ۽ گندي پاڻيءَ کان سواءِ بيو ڪجهہ بہ

نٿو ملي يا رات جو سڄي ڏينهن جي ٿڪاوٽ سبب پٽ تي ليٽو ٿا ۽ پاسا ورائيندي سمهي پئو ٿا، پر ننڊ اوهان جي نيڻن ۾ اجان واسو مس ٿي ڪري، تيسين اوهين خوفزده ٿي جاڳي پئو ٿا ۽ شيخ عباس جو آواز پنهنجن ڪنن ۾ گونجندو محسوس ڪريو ٿا. سال جو اهو ڪهڙو ڏينهن آهي جنهن ۾ اوهان جي دل مسرت سبب ماتم نٿي ڪري؟ ڇا بهار جڏهن فطرت جو نئون وڳو پائي ٿي ۽ اوهين ڦاٽل ٽٽل پراڻا ڪپڙا پائي، اُن کي ڍڪڻ لاءِ ٻاهر نڪرو ٿا يا جڏهن اوهين لاچارا ڪريو ٿا ۽ ڪرا، ٻڌايون ڪري پنهنجي مالڪ جا گدام ان سان ڀريو ٿا ۽ پنهنجي سموري محنت جي بدلي اوهان کي گاهه ۽ تُهه کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نٿو ملي، ڇا خزان جي مند ۾ جڏهن اوهين ميوو گڏ ڪندا آهيو ۽ انگورن جو رس ڪڍو ٿا، پر اُن ۾ توهان جو ذري برابر به حصو نه هوندو هو. سواءِ پنن ۽ ٽارين جي، يا سيارو جڏهن پوري جوڀن تي ايندو آهي، پارو وسندو آهي ۽ برف اوهان کي جهوپڙين ڏانهن ڀڄڻ تي مجبور ڪندي آهي، تڏهن اوهين باهه جي پر ۾ ويهي ڏکن ۽ تڪليفن سبب ڪجهندا آهيو ۽ طوفان جي زور کان ڏڄندا آهيو. فقيرو! اها آهي اوهان جي زندگي. اهو انڌيرو اوهان جي روحن تي خيما کوڙيو ويٺو آهي! محتاجو! اهو آهي توهان جي ذلت ۽ بدبختيءَ جو عڪس. نامرادو! اها آهي مستقل جي دکدائڪ فرياد جيڪا اوهان جي دلين مان نڪرندي ٻڌي اٿم ۽ سجاڳ ٿيو آهيان. اها پادرين جي خلاف منهنجي بغاوت آهي، انصاف جي نالي ۾ توهان جون تڪليفون سهڻ لاءِ اڪيلو آماده ٿي ويو آهيان، جنهن جي نتيجي ۾ پادرين مون کي دهريو ۽ باغي

قرار ڏيئي، ديول مان ڪڍي ڇڏيو آهي، ۽ هتي ان لاءِ آيو آهيان جيئن اوهان سان گڏ زندگي گذاري توهان جي بدبختين ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيان ۽ پنهنجا لڙڪ توهان جي لڙڪن سان شامل ڪيان. پر ماڻهن منهنجون ٻانهون ٻڌي مون کي توهان جي ان طاقتور دشمن حوالي ڪري ڇڏيو آهي جيڪو اوهان جي خيرات تي پلجي ٿو. توهان جي دولت سان ڪيڏي شاهانہ زندگي بسر ڪري ٿو ۽ توهان جي محنت جي اڻ ڪٿ خزاني مان پنهنجو پيٽ ڀري ٿو. ڇا اوهان ۾ اهي پوڙها ڪونهي جيڪي اوهان کي ٻڌائي سگهن تہ اهي ٻنيون جيڪي توهان جا ابا ڏاڏا پوک پوکيندا ۽ لڻندا هئا. ان جي باوجود بہ اوهين ان جي پيداوار کان محروم آهيو. دراصل اهي ٻنيون اوهان جون ئي هيون، جيڪي شيخ جي پيءُ حرفت هلائي اوهان جي وڏڙن کان ڦريون هيون، جڏهن قانون تلوار جي نوڪ تي لکيل هو؟ ڇا اوهان اهو ڪونہ ٻڌو آهي تہ پادرين اهي باغ ۽ زمينون چالاڪي ڪري اوهان جي وڏڙن کان کسي ورتيون، جڏهن انهن جي چپن تي دين جون آيتون لکيل هيون؟ ڇا اوهان کي اها پروڙ ڪانهي تہ مذهب جا ٺيڪيدار ۽ موروثي اميرزادا توهان کي ذليل ۽ خوار ڪرڻ ۽ توهان جي دلين جو خون چوسڻ لاءِ هڪٻئي جي مدد ڪن ٿا؟ اوهان ۾ اهو ڪهڙو شخص آهي، جنهن جو ڪنڌ پادريءَ، زميندار اڳيان نہ جهڪرايو هجي؟ توهان ۾ اها ڪهڙي عورت آهي جنهن کي زميندار دڙڪو داٻ ڪري پادريءَ جي چوڻ تي هلڻ لاءِ مجبور نہ ڪيو هجي؟.... توهان ٻڌو هوندو تہ الله انسان کي چيو هو، ”محنت ڪري کاڌو کائو.“ پر شيخ عباس اها مڃي ڇو

ٿو ڪائي، جيڪا غريبن جي پگهر پورهئي مان پچي ٿي ۽ اهو شراب چو ٿو پيئي جنهن ۾ اوهان جا لڙڪ شامل آهن؟ ڇا خدا هن شخص کي ماءُ پيٽان وڏائي ۽ عظمت جو مرڪز بڻائي موڪليو آهي يا نامعلوم ڏوهن جي ڪارڻ توهان کان ناراض ٿي، اوهان کي غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙي رکيو آهي، اوهين زمين جو سينو چيري ڦاڙي اَن اپايو ٿا، ماٽرين جا ڪنڊا لتاڙي پير زخمي ڪرايو ٿا. شاندار محل جوڙيو ٿا ۽ پوءِ بہ اوهين انهن ئي پڳل ٽٽل جهوپڙين ۾ رهو ٿا! اوهان ٻڌو هوندو تہ مسيح ناصري پنهنجي ساٿين کي چيو هو تہ، ”اوهان کي قدرت طرفان جيڪو ڪجهہ مليو آهي، سو مفت مليو آهي ان ڪري اوهين بہ جيڪو ڪجهہ ماڻهن کي ڏيو سو مفت ڏيو.“

”سون، چانديءَ جي صندوقن ۾ ٻاڻ کي قيد ڪري ذليل نہ ڪريو! تہ پوءِ اها ڪهڙي تعليم آهي، جنهن پادرين لاءِ اهو جائز ڪري ڇڏيو آهي تہ پنهنجون نمازون ۽ واعظ سون ۽ چانديءَ جي عيوض وڪڻن؟ توهان رات جي سانتيڪي ماحول ۾ دعائون گهرو ٿا تہ، ”اي پالڻهار! اسان کي ڏوَ تي ماني ۽ زندگيءَ جون بيون ضرورتون عطا ڪر!“ ۽ پروردگار توهان کي هيءَ زمين عطا ڪئي، جيڪا اوهان لاءِ ئي ماني ۽ زندگيءَ جون بيون ضرورتون عطا ڪري ٿي. ڇا الله ديول جي پادرين کي قوت ان لاءِ ڏني آهي تہ هو اوهان جي هٿن مان ماني کسي وٺن، توهان يهودا[1] تي لعنت وسايو ٿا، ان لاءِ تہ هن چانديءَ جي ڪجهہ سڪن جي عيوض پنهنجي دوست ۽ ساٿيءَ کي وڪڻي ڇڏيو. پر پوءِ اها ڪهڙي ڳالهہ آهي جنهن جي ڪري

1. يَهودا حضرت عيسيٰ عہ جو شاگرد هو. جنهن لالچ ۾ اچي حضرت عيسيٰ عہ کي گرفتار ڪرايو. (سنڌيڪار)

اوهان انهن ماڻهن کي مبارڪون ٿا ڏيو، جيڪي پنهنجي زندگيءَ ۾ هر روز اهوئي ڪمُ ڪن ٿا. بدبخت يهودا تہ پنهنجي غلطيءَ تي شرمسار ٿيو هو ۽ پاڻ کي گهٽو ڏيئي ختم ڪري ڇڏيائين، پر هي تہ ڍگهيون ۽ ويڪريون قبائون (جُبا) پهريو، ڪَر کنيو توهان سان هلندا وتن، توهان تہ پنهنجي پڇن کي مسيح سان ساڙ ۽ حسد رکندڙن ۽ ان جي تعليم ۽ شريعت جي مخالفن جي سامهون ٻاڏائڻ چو ٿا سيکاريو؟ توهان کي خبر آهي تہ مسيح عہ جا سپئي قاصد تلوار جو ٻَک بڻجي ويا هئا يا سنگسار ڪيا ويا هئا. فقط ان لاءِ تہ اوهان ۾ موجود مقدس روح مري نہ وڃي. پر ڇا اوهين ڄاڻو ٿا تہ پادري ۽ راهب اوهان جي روحن کي روز قتل ڪن ٿا. ان لاءِ تہ توهان جي ذَنل خيرات مان مزا ماڻين ۽ توهان جي روحن جي قيد ۽ بند جي اذيتن مان لطف اندوز ٿين.

"قسمت جا ستايلو! اها ڪهڙي شئي آهي، جيڪا اوهان کي ذلت ۽ حقارت سان پريل زندگيءَ جي فريب ۾ ڦاسائي ٿي ۽ ان پوائتي بُت جي سامهون سجدو ڪري ٿي، جنهن کي ڪوڙ، رياڪاريءَ توهان جي ابن ڏاڏن جي قبرن تي ڪوڙي ڇڏيو آهي، اها ڪهڙي مايا آهي، جنهن جي حفاظت اوهين اطاعت ۽ فرمانبرداريءَ جي وسيلي ڪريو ٿا. جيئن اها پنهنجي اولاد لاءِ ورثي ۾ ڇڏي وڃو."

اها ڪهڙي شئي آهي جنهن ڏانهن اوهان هي چئي اشارو ڪريو تہ "هي اسان جي آهي." اي ڪمزور غلامو! ڇا اوهان کي خبر آهي تہ انهن پادرين جا ڪرتوت ڪهڙا آهن، جن کان اوهين مرعوب آهيو، جن کي اوهين پنهنجي روحن جو مقدس

ترين امين بڻايو آهي؟ ٻُڌو آءٌ اوهان کي اُها ڳالهه ٻڌايان ٿو، جيڪا توهان محسوس ته ڪريو ٿا، پر ان جو اظهار نٿا ڪري سگهو. اهي بي ايمان آهن جن کي عيسائي مقدس ڪتاب ڏين ٿا ۽ هو هڪ ڄار اُٿي ان جي مال ۽ ملڪيت جو شڪار ڪن ٿا. هو مڪار ۽ دغاباز آهن جن کي اهلِ ايمان صليب عطا ڪن ٿا ۽ هو (پادري) اُن کي تلوار جي نوڪ بڻائي هنن جي مٿن ڪان ڇڪي وني ٿو، هو ظالم آهن جن جي حوالي ڪمزور پنهنجون سِريون ڪن ٿا ۽ هو انهن کي رسين سان ٻڌي پنهنجي فولادي چنبن ۾ جڪڙي ونن ٿا ۽ ايستائين نٿا ڇڏين، جيستائين هو مٽيءَ جي ٿانون وانگر پيسجي دز ٿي هوا ۾ اُڏامي نٿا وڃن. اهو پوائتو بگهڙ جڏهن واڙي ۾ داخل ٿيندو آهي، ته ڌنار کيس رڍ جو ٻچو سمجهي اطمينان سان سمهي پوندو آهي پر جڏهن رات جي اوندهه ڌينهن جي سهائيءَ تي غالب پوندي آهي ته هو واڙ ۾ ٽپي پوندو آهي ۽ واري واري سان رڍون ماريندو ويندو آهي. هو پيٽ پالو ڪتو آهي جيڪو لذيذ طعامن جي عزت ديول جي قربان گاهن کان وڌيڪ ڪندو آهي، لوپي آهي جيڪو دولت جي هوس ۾ جنن جي غارن تائين به پهچي ويندو آهي ۽ غلامن جو رت ايئن چوسيندو آهي، جيئن ريگستان برسات جي ڦڙن کي چوسي وٺندو آهي، ڪنجوس آهي، جيڪو پنهنجو نفس جي خواهشن جي پورائي ڪري ٿو ۽ اهي شيون ڦٻائي ٿو، جن جي هن کي گهرج ڪانه هوندي آهي. هو چور آهي جيڪو ديوارن جي سوراخن مان داخل ٿيندو آهي ۽ ايستائين نه نڪرندو آهي، جيستائين ان گهر کي ڊاهيو نٿو وڃي. هو سنگدل ڌاڙيل آهي، جيڪو يتيم کان

پئسو ڦرڻ ۾ بہ هبڪ محسوس نٿو ڪري. هو عجيب ۽ غريب آهي، جنهن جو وات ڳجهہ جهڙو، چنبا چيتي جهڙا، ڏند بگهڙ جهڙا ۽ ڦوڪار نانگ جهڙي آهي. اوهان هن کان ڪتاب ڪسي ونو. هن جا ڪپڙا ڦاڙي ليڙون ليڙون ڪري ڇڏيو، هن جي ڏاڙهي پٽي ونو، جيئن ڪپيو تيئن ڪريوس ۽ پوءِ هن جي هٿ تي بس هڪ دينار رکندؤ تہ هو اوهان کي معاف ڪري ڇڏيندو ۽ هن جي چپن تي محبت جي مرڪ ڪيڏڻ لڳندي. توهان هن جي ڳلن تي چماٽون هڻو، هن جي منهن تي ٿڪون هڻو، ڳلي مان جهلي ڌڪار ڏيوس، ناهوڪا ڪلا هڻوس ۽ تنهن کان پوءِ هن کي دسترخوان تي ويهاريو تہ هو سڀ ڪجهہ معاف ڪري ڇڏيندو، هن جو چهرو خوشيءَ کان ٻهڪڻ لڳندو ۽ هو توهان جي ماني کائڻ لاءِ ڪمربند ڍرو ڪري اچي ويهندو. توهان ڀلي هن جي معبود کي گهٽ وڌ چئو، هن جي عقيدت تي لعنت وجهو، هن جي ايمان تان ٺٺوليون ڪريو ۽ پوءِ کيس هڪ دلو شراب جو يا هڪ پليٽ ميوي جي اُماڻي ڏيو تہ هو اڳوڻيون ڳالهيون وساري ڇڏيندو ۽ اوهان کي خدا جو نيڪ بندو قرار ڏيئي ڇڏيندو. هو عورت کي ڏسيو منهن ڦيريو ڇڏي ۽ بلند آواز ۾ چوي ٿو:

”مون کان هٽي پري ٿي بيهہ بابل جي ڌي!“

پر دل ۾ چوي ٿو:

”ازدواجي زندگي تجربي کان بهتر آهي.“

هو نوجوان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي، پريم ۽ مست هٿڙو هٿ ۾ ڏيو هلندي ڏسي ٿو تہ آسمان ڏانهن منهن ڪري چوي ٿو، ”هي ٻاطلن جو باطل آهي،.هن آسمان جي هيٺان هر

شئي باطل آهي.“ پر نويڪلائيءَ ۾ تڏا ساهه ڪٽندي چوندو آهي، ”خدا ڪري هي قانون فنا ٿي وڃن، هي ريتون رسمون برباد ٿي وڃن جيڪي مومن کي دنياوي خوشين کان پري رکن ٿيون ۽ زندگيءَ جون لذتون مون تي حرام ڪن ٿيون.“

هو ماڻهن کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

”توهان ڪنهن جا حاڪم نه ٿيو، متان اوهان کان ان جو بدلو نه ورتو وڃي پر پاڻ ڏادي بي رحميءَ سان فيصلا ڪندو آهي، جيڪا هن جي مڪاريءَ جي ڪڙي آهي ۽ هن جي روح کي جهنم ۾ موڪلي ٿو ان کان اڳ جو موت هن کي زندگيءَ کان محروم ڪري ڇڏي، هو هر هر آسمان ڏانهن هٿ اُڀا ڪري اوهان سان ڳالهائي ٿو، پر هن جا خيال نانگ وانگر اوهان جي چؤطرف ڦرندا رهن ٿا. هو اوهان کي، ”منهنجا ٻچا، منهنجا پٽ.“ ڪري سڏي ٿو، پر شفقت کان صفا اڻ واقف هوندو آهي. هن جا چپ ٿج پياڪ ٻار لاءِ ڪڏهن به نه ٿا مرڪن ۽ هو ڪڏهن به ٻار کي پنهنجي گود ۾ نٿو کڻي. فقط ڪنڌ ڌوڻي، ڪوڙي مرڪ ڪلندي اوهان کي چوندو رهندو آهي ته، ”اسان کي ڪائنات جي هر شئي کان بلند هئڻ گهرجي، پوءِ پلي اسان جو جيون ڪوهيڙي وانگر فنا ٿي وڃي ۽ اسان جا ڏينهن راتين جي انڌيري وانگر گذري وڃن.“ پر جيڪڏهن توهان ڏيان سان ڏسندا ته هو اوهان کي گند جي ڪنهن ڍير وانگي بدبودار، ڪالهه جي گذري وڃڻ تي پڇتائڻ وارو، ڏينهن جي تيزيءَ منجهان بيزار، سياڻيءَ جي اچڻ جي اوسيئڙي ۾ نظر ايندو. هو اوهان منجهان احسان جي اميد رکي ٿو، جڏهن ته هن وٽ گهٽي دولت آهي، جيڪڏهن اوهين

هن جي طلب پوري ڪندؤ تہ هو اوهان جي لاءِ رحمت ۽ برڪت جي دعا ڪندو ۽ جيڪڏهن تاري ويندؤ تہ دل ئي دل ۾ توهان تي لعنت وجهندو. ديول ۾ هو اوهان کي فقيرن ۽ محتاجن جي پرگهور لهڻ جي تلقين ڪري ٿو، جڏهن تہ هن جي گهر جي چوڌاري بکايل ريهون ڪندا ٿا رهن ۽ هن جي اکين جي سامهون مايوسين ۽ نامرادن جا هٿ ڦهلجندا رهن ٿا، پر هو نہ انهن ڏانهن نهاريندو آهي ۽ نہ ئي انهن جي ٻڌندو آهي، هو پنهنجون دعائون وڪڻندو آهي ۽ جيڪو انهن کي خريد نٿو ڪري ان کي هي خدا جو منڪر ۽ باغي قرار ڏي ٿو. هن جي خلاف جنت ۽ ان جي لذتن کان محروميءَ جون فتوائون جاري ڪري ٿو.

عيسائيو! هيءَ اها مخلوق آهي جيڪا اوهان کي ڊيڄاري ٿي، فقيرو! هي اهي پادري آهن جيڪي اوهان جو رت چوسين ٿا، هي اهي شخص آهن جيڪي ڪابي هٿ سان صليب جو نشان ناهي ۽ ساڄي هٿ سان اوهان جي دلين کي نپوڙين ٿا، هي اُهي آهن جن کي اوهان خدمت لاءِ مقرر ڪريو ٿا، پر هو آقا بنجي وڃن ٿا، اوهان ڪيس مقدس پادري بڻايو ٿا پر هو شيطان جي صورت اختيار ڪريو وٺن. جنهن کي اوهان عزت جو اُچو مرتبو بخشيو ٿا، پر هو هبچي ۽ لالچي بنجيو وڃن، هي اهوئي پاڇو آهي جيڪو هن جهان ۾ اچڻ کان وٺي ابديت تائين اوهان جي پويان لڳو وتي، هي اهو شخص آهي جيڪو اڄ مون کي سزا ڏيڻ ۽ خوار ڪرڻ آيو آهي، ان ڏوهہ ۾ تہ منهنجي روح مسيح ناصري جي دشمن خلاف بغاوت ڪئي آهي، جيڪو اوهان سان محبت ڪري ٿو، جيڪو اوهان کي

پنهنجو ياءُ سڏي ٿو ۽ اوهان جي خوشيءَ ڪاڻ مرڪندي سوريءَ چڙهيو.“

قيدي جوان جو منهن ٻهڪڻ لڳو، هن محسوس ڪيو ته ٻڌندڙن جي دلين ۾ روحاني سجاڳي ڪَرَ موڙي رهي آهي، جڏهن هن ڏٺو ته ٻڌڻ وارن جي چهرن تي سندس تقرير جو اثر ظاهر ٿيو آهي. هن جو آواز پهرينءَ کان بلند ٿي ويو ۽ هن ڪلام جو سلسلو جاري رکندي چيو:

”ڀائرو! اوهان ٻڌو هوندو ته امير امين شهابيءَ شيخ عباس کي هن ڳوٺ جو سردار مقرر ڪيو آهي ۽ اوهان کي اها ٻه سڌ هوندي ته هن ملڪ جي بادشاهه، امير امين شهابيءَ کي هن ڪوهستاني علائقي جو حاڪم مقرر ڪيو آهي، پر ڇا اوهان ان قوت بابت ڪجهه ٻڌو يا ڏٺو آهي جنهن شهنشاهه کي هن ملڪ جو والي بنايو؟ اوهان ان غيبي قوت کي نٿا ڏسي سگهو ۽ نه ئي ان سان ڳالهائي سگهو ٿا، پر پنهنجي روح جي گهرائين ۾ ان جي وجود کي محسوس ڪريو ٿا. نهايت انڪساري سان ان جي سامهون سجدو ڪريو ٿا ۽ اهو چئي ڪيس سڏيو ٿا. ”اسان جو پيءُ جيڪو آسمان ۾ آهي!!“ ها اهوئي توهان جو آسماني پيءُ، جيڪو شهنشاهه ۽ اميرن کي مقرر ڪري ٿو، هو هر شيءِ تي قادر آهي، پر ڇا اوهان جو عقيدو اهو آهي ته اوهان جو پيءُ جيڪو اوهان سان محبت ڪري ٿو ۽ پنهنجي موڪليل پيغمبرن جي وسيلي اوهان کي حق ۽ سچائيءَ جي راهه ڏسي ٿو، سو چاهي ٿو ته اوهان مظلوم ۽ محڪوم بنجي جيئو؟ ڇا اوهان جو عقيدو اهو آهي ته خداوند پاڪ جيڪو ڪڪرن مان مينهن وسائي ٿو، اَن

اُپائي ٿو ۽ گل ۽ ميوا پيدا ڪري ٿو، سو اهو چاهيندو ته اوهان پيٽ بکيا ۽ انگ اگهاڙا هجو ته جيئن اوهان منجهان ڪو هڪ شخص غرور ۽ شان واري حياتي گذاري ۽ دنيا جي هر لذت مان مزو ماڻي؟ ڇا اوهان جو عقيدو اهو آهي ته سرمدي روح جيڪو زال سان محبت، اولاد سان پيار ۽ پاڙوهه توڙي مائٽن سان پيار ۽ نوڙت جو سلوڪ ڪرڻ سيکاري ٿو، سو اوهان تي هڪ بي رحم حاڪم مقرر ڪري، جيڪو اوهان تي ظلم ۽ ڏاڍ ڪري ۽ اوهان جي ڏينهن توڙي راتين کي قيد ڪري وٺي؟ ڇا اوهان جو عقيدو اهو آهي ته شروعاتي مشهوري جيڪا نور حيات کي اوهان وٽ محبوب بنائي ٿي، اوهان کي هڪ اهڙي عطيي سان نوازي ٿي جيڪو موت جي انڌيري کي اوهان لاءِ وڻندڙ بڻائي ٿو؟ ڇا اوهان جو عقيدو اهو آهي ته فطرت اوهان جي جسمن ۾ جيڪا سگهه سمائي آهي، اها ان لاءِ آهي ته اوهين ڪمزوريءَ جي سامهون ڪيس خوار ڪريو؟ نه! اوهان انهن شين تي اعتقاد نٿا رکو، ڇو ته جيڪڏهن اوهان انهن تي اعتقاد رکيو ته خداوند انصاف جي پوئيواري ڪندو، جيڪو سڀني انسانن لاءِ آهي، ته پوءِ اها ڪهڙي شئي آهي، جنهن جي ڪري اوهان پنهنجي نفس جي خلاف بي ايمانن جو ساٿ ڏيو ٿا ۽ ان خداوندي حڪم کان ڇو ٿا ڊڄو، جنهن اوهان کي هن جهان ۾ آزاد ڪري موڪليو آهي؟ پوءِ اوهان غلاميءَ جو طوق پنهنجي ڳچيءَ ۾ ڇا لاءِ ٿا وجهو؟ اوهان ڪهڙي طرح خداوند قهار ڏانهن نگاهه ڪري ڪيس پيءُ ڇئي پڪاريو ٿا ۽ هيٺن انسانن اڳيان ڪنڌ جهڪائي ڪيس پنهنجو معبود تسليم ڪريو ٿا. خدا جا پٽ، انساني غلاميءَ تي ڪيئن

راضي رهي سگهن ٿا؟ ڇا اوهان کي مسيح پنهنجو پاڻ ڪري نه سڏيو آهي. پوءِ اوهين شيخ عباس کي پنهنجو آقا ڇو ٿا سڏيو. ڇا مسيح ناصري اوهان کي حق ۽ روح جي روشنيءَ ۾ آزاد ڪونه ڪرايو آهي، پوءِ ڪو امير توهان کي ظلم ۽ فساد لاءِ ڪيئن غلام بنائي ٿو؟ ڇا مسيح ناصري اوهان جا ڪنڌ آسمان ڏانهن بُلند ڪونه ڪيا هئا. پوءِ اوهان انهن کي زمين طرف ڇو ٿا جهڪايو؟ ڇا مسيح اوهان جي دلين ۾ جوت ڪونه جلائي هئي پوءِ اوهان اونده اونداڪار ۾ ڇو پيا جيئو؟

خداوند! اوهان کي پٽ ۽ ڌيئرون عطا ڪيون، جيئن اوهان انهن جي حق جي راهه پاسي رهنمائي ڪريو، وجود جي گيتن سان انهن جا سينا لبريز ڪرايو ۽ اها زندگيءَ جي اها ميراث انهن لاءِ ڇڏي وڃو. پوءِ اوهان انهن کي زماني جي هٿن ۾ مردن وانگر ڇڏي، ديس ۾ پرديسي بنائي، ڪين دنيا سامهون بدبخت ۽ نامراد ڪري مرو ٿا. ڇا اهو پيءُ جيڪو پنهنجي آزاد پٽ لاءِ ميراث ۾ غلاميءَ ڇڏي ٿو، ان پيءُ وانگر ڪونهي جنهن کان پٽ ماني گهُريو گهري ته هو ان کي پٿر جو ٽڪر هٿ ۾ ڏئي؟ ڇا اوهان ڪونهي ڏٺو ته باغن ۾ جهرڪيون ٻچن کي اڏامڻ سيکاريندڙيون آهن. پوءِ اوهان پنهنجي اولاد کي غلاميءَ جو طوق پائڻ جو سبق ڇو ٿا ڏيو؟ ڇا اوهان ڪونه ڏٺو آهي ته ماٿريءَ جا گل پنهنجن ٻجن کي سج جي روشني حوالي ڪن ٿا، پوءِ اوهان پنهنجن ٻچن کي ٻاٽ انڌيري حوالي ڇو ٿا ڪريو؟"

خليل گهڙي کن لاءِ خاموش ٿي ويو. ايئن پئي لڳو ڄڻ هن جي فڪر ۽ جذبن ۾ ايتري گهرائي پيدا ٿي ويئي هئي،

جنهن کي هو لفظن جو ويس ڍڪائي نٿي سگهيو. ٿوري دير کان پوءِ هوريان هوريان چوڻ لڳو:

”اها ڳالهہ جيڪا هينئر اوهان مون کان ٻڌي آهي، اُن ئي ڳالهہ جي ڪري پادري منهنجا دشمن ٿي پيا ۽ هنن مون کي ديول مان ڌڪي ڪڍيو ۽ اهو روح جنهن کي اوهان پنهنجي دلين ۾ ڪر موڙيندي محسوس ڪريو ٿا، اهوئي روح آهي جنهن منهنجون ٻانهون ٻڌي اوهان جي سامهون آڻي بيهاريو آهي، هاڻي جيڪڏهن اوهان جي ڳوٺ جي سردار يا ديول جي پادريءَ مون تي حملو ڪيو ۽ مون کي ماري وڌو تہ آءٌ ڏاڍي سڪون، شان ۽ مانَ سان مرندس. ان لاءِ تہ مون سچي سچائي اوهان اڳيان بيان ڪري ڇڏي آهي، اها سچائي جنهن کي ظالم ناقابل معافي ڏوهہ سمجهي ٿو ۽ بس مون پنهنجي پروردگار جي منشا پوري ڪري ڇڏي.“

خليل جي تقرير جاري هئي، هن جي بُلند آواز منجهہ هڪ طلسمي گيت جهڙو ميناج پريل هو، جنهن جي اثر ڪري ٻڌڻ وارن جي دلين ۾ بي چيني پيدا ٿي ويئي هئي. اُن غير معمولي واقعي وانگر، جيئن انڌي کي هڪدم ٻئي اکيون موٽي ملڻ تي خوشي ٿيندي آهي. ان جي ميناج عورتن توڙي مردن جون دليون ڪٽي ورتيون، ۽ هو جيڪي ڳوڙهن هاڻين اکين سان بينا هن کي گهوري رهيا هئا، پر شيخ عباس ۽ پادري الياس گهٽي ڪاوڙ ڪارڻ ڏکي رهيا هئا، ڪندن جي سيج تي ويٺا هر هر پاسو بدلائي رهيا هئا ۽ انهن ٻنهي چاهيو ٿي تہ نوجوان تقرير بند ڪري، پر اهو هنن جي وس کان ٻاهر هو ڇو تہ هو ميڙ کي ان آسماني سگهہ سان مخاطب ٿي رهيو هو، ۽ پنهنجي

ارادي تي پهاڙ وانگر پختو بيٺل هو.

جڏهن خليل ڳالهه پوري ڪئي ته پوءِ هو به چار قدم هٽي پويان ٿي بيٺو. فضا ۾ سانت ڇانيل هئي. ايئن پئي لڳو ڄڻ هن جو روح جيڪو ويڪري ميدان ۾ ڦري رهيو هو، تنهن ڳوناٺن جي سوچ جو منهن هڪ ڏورانهن مقام ڏانهن ڦيري ڇڏيو آهي، شيخ عباس ۽ پادريءَ جي روحن جي فڪر ۽ ارادي جي سموري سگهه ڪسي، انهن جي ڪنبندڙ دلين ۾ وسوسن کي سامهون اچي بيهاريو آهي.

آخرڪار شيخ عباس پاڻ تان ماٺ جو منڊ لاٿو. هن جون مٺيون ڪلڻ ۽ بند ٿيڻ لڳيون، هن جو منهن هئڊو ٿي ويو، هن پنهنجي گهٽيل آواز ۾ چوڌاري بيٺل ماڻهن کي للڪاريو، "ڪتا! توهان کي ڇا ٿي ويو آهي؟ ڇا اوهان جون دليون زهر سان پرجي چڪيون آهن ۽ اوهان جا جسم ٿڌا ٿي چڪا آهن، جو اوهان هن ڪافر کي جيڪو اسان جي مقدس مذهب ۽ حڪومت تي ٺٺوليون ڪري رهيو آهين کي ڳيا ڳيا ٽڪرا ڪري ڇڏيو.... ڇا هن شيطان جي روح اوهان جي روحن کي به وڪوڙي ورتو آهي ۽ پنهنجي جهنمي طلسم مان اوهان جي ٻانهن کي جڪڙي ڇڏيو اٿس جو اوهان هن تي هٿ ٽڪا ڪٽو."

هن ايئن چئي مياڻ مان چڪي تلوار ڪڍي، جيڪا هن جي چيلهه ۾ ٻڌل هئي ۽ نوجوان ڏانهن وڌيو ته جيئن هن کي ڏک سان پورو ڪري ڇڏي. اڃان هن به ٿي وڪون مس کنيون ته ميڙ مان ٿلهو متارو شخص اڳيان وڌيو ۽ چوڻ لڳو:

"پنهنجي تلوار واپس مياڻ ۾ رک ڇو ته تلوار جو بدلو تلوار سان ڏنو وڃي ٿو."

شيخ عباس ڪنبي ويو. تلوار هن جي هٿ مان ڇڏائجي ويئي ۽ زور سان رڙ ڪري چيائين، ”چا! ڪمزور غلام پنهنجي مالڪ جي دلي خواهشن جي اڳيان رڪاوٽ بڻجي سگهي ٿو.“

هن ورندي ڏني، ”نيڪ خادم پنهنجي مالڪ جي ظلمن ۽ شرارتن ۾ هن جو ساٿ نٿو ڏيئي سگهي، هن نوجوان سواءِ سچ جي ٻيو ڪجهه به نه چيو آهي ۽ جيڪو ڪجهه اسان جي سامهون چيو اٿس. سو سڀ سچ آهي.“

ٻيو شخص اڳيان وڌيو ۽ چوڻ لڳو، ”هن نوجوان ڪابه اهڙي گٿي ڳالهه ڪانه ڪئي آهي، جنهن جي ڪري هن کي سزا ڏجي، پوءِ تون هن تي ظلم ڪرڻ چو ٿو چاهين.“

هڪ عورت اڳيان وڌي بلند آواز ۾ چيو، ”هن نه ته مذهب لاءِ گهٽ وڌ ڳالهايو آهي ۽ نه ئي خدا کي گهٽ وڌ چيو اٿس، پوءِ تون چو ٿو هن کي ڪافر چوين.“

اهو سڀ ڪجهه ٻڌي راحيل جي همت وڌي ۽ اڳيان وڌي چيائين، ”هن نوجوان جيڪو ڪجهه چيو آهي، اهو اسان جي زبان سان چيو آهي، هن اسان جي مظلوميت جي ترجماني ڪئي آهي، جيڪر ان لاءِ هن سان ڪو زيادتي ڪندو ته اهو اسان جو دشمن ليکبو.“

شيخ عباس ڏند ڪرٽيندي چيو، ”بدبخت ٻيوهه! توکي سرڪشيءَ جي همت ڪيئن ٿي، ڇا تون وساري ڇڏيو آهي ته اج کان پنج سال اڳ مون سان بغاوت ڪرڻ جي ڏوهه ۾ تنهنجي مڙس جو ڪهڙو حشر ٿيو هو.“

اهو ٻڌي راحيل ڇرڪي پئي ۽ ان شخص وانگر ڊپ کان

ڏڪڻ لڳي. جنهن کي ڪو پوائتو راز معلوم ٿيو هجي، هيءَ ميڙ ڏانهن منهن ڪري بلند آواز ۾ چوڻ لڳي، ”اوهان ٻڌو! قاتل ڪاوڙ ۾ آپي کان ٻاهر نڪري، پنهنجي ڏوهہ جو قبولدار ٿي رهيو آهي، ڇا اوهان کي ياد ڪونهي تہ منهنجو مڙس پنين ۾ مٿل حالت ۾ لڌو ويو هو، اوهان قاتل جي ڳولا ۾ زمين آسمان هڪ ڪري ڇڏيو هو، پر هو نہ مليو، ڇاڪاڻ تہ هو ان چؤديواريءَ اندر روپوش هو، جيڪا غريبن سخت محنت ڪري اڏي آهي. ڇا اوهان کي ياد ڪونهي تہ منهنجو مڙس هڪ دلير شخص هو؟ ڇا اوهان هن کي شيخ عباس جي مڪارين جو ذڪر ڪندي، هن جي بداعمالن جو پاندو کوليندي ۽ هن جي سنگدليءَ کان بغاوت ڪندي ڪونہ ٻڌو ۽ ڏٺو هو. خدا اوهان جي پاڙيسري ۽ پاءُ جي قاتل جي چهري تان پردو لاهي، اُن کي اوهان جي سامهون آڻي بيهاريو آهي، هن ڏانهن ڏسو هن جو ڏوهہ هن جي هڏڪي منهن مان ٻڪي رهيو آهي، ڏسو! ڪيترو نہ بي چين نظر اچي رهيو آهي، ڌيان سان ڏسو! هن پنهنجو منهن ٻنهي هٿن ۾ لڪائي ڇڏيو آهي، ان لاءِ تہ متان هن جون نگاهون اوهان جي نگاهن سان نہ ملن، جيڪي هن تي ڪتل آهن، ڏسو طاقتور آقا ويڙيل ٿاريءَ وانگر ڏڪي رهيو آهي، ڏسو عظيم الشان سردار اوهان جي سامهون ڏوهاريءَ جي حيثيت ۾ بيٺو ڪنبي رهيو آهي. توقع جي خلاف الله هن قاتل جو راز فاش ڪري ڇڏيو، جنهن کان اوهين ڊڄو ٿا ۽ اوهان سڀني کي هن جي بڇڙاين کان واقف ڪري ڇڏيو، جنهن مون کي سهاڳڻ مان ڏهاڳڻ بنائي ڇڏيو ۽ منهنجي نياڻيءَ کي يتيم....“

راحيلہ زور زور سان فرياد ڪري رهي هئي، هن جا لفظ

هٿوڙي وانگر شيخ عباس جي مٿي تي وسي رهيا هئا. ماڻهن جون رڙيون، عورتن جون دانهون باهہ جي شعلن وانگر هن جي چوڌاري پڙڪي رهيون هيون تہ پادري اُٿيو ۽ شيخ عباس کي ٻانهن کان جهلي ڪرسيءَ تي ويهارڻائين ۽ ڪاوڙ مان ڪنبندڙ آواز ۾ خادمن کي حڪم ڏيندي چيائين تہ، ”هن عورت کي جهليو جيڪا اوهان جي سردار تي ڪوڙو الزام هڻي رهي آهي ۽ ڪافر نوجوان کي جهلي اونداهي ڪوٺيءَ ۾ بند ڪريو، جيڪو بہ اوهان کي ايئن ڪرڻ کان روڪيندو سو ان ڏوهہ ۾ برابر جو شريڪ سمجهيو ويندو ۽ هن وانگر مقدس ڪليسا منجهہ داخلا کان محروم رهجي ويندو.“

خادم پنهنجي جاين تان ذرو بہ ڪونہ چُريا ۽ نہ ئي پادريءَ جي حڪم جي پيروي ڪيائون، پر بي سُڌ بيٺا رهيا ۽ ٻانهون ٻڌل خليل، راحيل ۽ مريم کي گهوريندا رهيا. جيڪي خليل جي سڄي ۽ کٻي بيٺيون هيون، ڄڻ ٻن پَرن وانگر هجن کي هو اُڏامڻ لاءِ ۽ ڪڪرن تائين پهچڻ لاءِ کولي رکيو هجي.“

ان وقت پادريءَ جي اها حالت هئي جو سندس ڏاڙهي ڪاوڙ ڪري ڪنبي رهي هئي ۽ ان حالت ۾ هن چيو، ”ڪميڻو! ڇا اوهان پنهنجي مالڪ جي رحمت ۽ برڪت کان انڪار ڪريو ٿا. هڪ ڪافر ۽ ڏوهاري نوجوان ۽ بدڪار رنڊ جي حڪم جي مڃتا ٿا ڪريو.“

هڪ خادم جيڪو عمر ۾ ٻين کان وڏو هو تنهن چيو، ”اسين اَتي، لٽي ۽ اَجهي عيوض شيخ عباس جي خدمت ڪندا هئاسين. سندس زرخريد ٻانها ڪين هئاسين.“

هن پنهنجي وردي ۽ شال لاهي شيخ جي سامهون رکي ۽

چيائين، ”آئون هنن چيچڙن سان پنهنجي جسم کي ڍڪڻ نہ ٿو چاهيان، جنهن جي ڪري منهنجو روح قاتل جي گهر ۾ عذاب ۾ مبتلا آهي.“

ٻين خادمن بہ هن جي پيروي ڪئي ۽ هارين جي ميڙ سان وڃي مليا. سندن چهرن تي آزاديءَ جي جوت جلي رهي هئي.

جڏهن پادري الياس ڏٺو ۽ محسوس ڪيو تہ هن جو ڪوڙو اقتدار ختم ٿي چڪو آهي تہ ان گهڙيءَ کي ٻرو ٻَلو چوندو ان هنڌان روانو ٿي ويو ۽ ان پاسي وڃڻ لڳو جتان ڪان خليل ڳوٺ ۾ گهڙيو هو.

ان مهل ميڙ مان هڪ شخص اڳيان وڌيو. هن خليل جون رسيون ڪولي ڇڏيون ۽ پوءِ شيخ عباس ڏانهن ڏٺائين، جيڪو بي سَڌ ٿيو ڪرسيءَ تي پيو هو. عزم ۽ ارادي سان ڀرپور هن شيخ عباس کي مخاطب ٿيندي چيو:

”جنهن نوجوان کي گرفتار ڪري تو اُن لاءِ گهرايو هو تہ جيئن تون هڪ ڏوهاريءَ وانگر ڪيس پنهنجي ظلم جي نشانو بنائي سگهين، تنهن اسان جي دلين کي روشن ڪري حق ۽ صداقت جي راهہ ڏانهن ڦيري ڇڏيو آهي ۽ هيءَ بدقسمت وڏوا جنهن کي تون بدڪار ۽ ڪوڙو ٿو ڪوٺين‍ءَ، تنهن اسان جي اڳيان اهو پوائتو راز فاش ڪري ڇڏيو آهي، جيڪو پنجن ورهين کان اسان جي اکين کان اوجهل رهيو. اسين ان لاءِ ڊوڙندا آياسين تہ هڪ بي گناهہ کي سزا ملندي ڏسي سگهون ۽ انصاف پسند تي ظلم ڪريون، پر هاڻي اسان جون اکيون کُلي چڪيون آهن ۽ خدا پاڪ تنهنجا ڳجها گناهہ ۽ ڀيانڪ ظلم اسان تي پڌرا ڪري ڇڏيا آهن. اسين توکي اڪيلو ڇڏي

ٿا ڏيون ۽ توکان کوبہ بدلو کونہ ٿا وٺون، تنهنجي انسانيت سوز حرڪتن کي نظرانداز ڪري، توکي خدا جي منشا موجب اڪيلو ڇڏي، توکان ڌار ٿي ٿا وڃون.“

چئني طرفن کان مردن، عورتن، ٻُڍن ۽ ٻارن جا آواز بلند ٿي رهيا هئا، ڪو چئي رهيو هو تہ، ”اچو تہ هن گناهہ مان ڀريل جڳهہ مان نڪري پنهنجن پنهنجن گهرن ڏانهن موٽي هلون.“

ڪو چئي رهيو هو تہ، ”اچو! هن نوجوان سان گڏ راحيلہ جي گهر هلون، منا ۽ ڏاهن ڀريا گفتا ٻڌون.“ ڪو وري وڏي واڪ چئي رهيو هو، ”اسان کي خليل جي مرضيءَ موجب هلڻ کپي ڇو تہ هو اسان جي ضرورتن کان چڱي طرح واقف آهي ۽ اسان جي مطالبن کي چڱي طرح سمجهي ٿو.“

ڪو وري راءِ ڏيئي رهيو هو تہ، ”جيڪڏهن اسان انصاف چاهيون ٿا تہ اسان کي کپي تہ اسين سپائي امير وٽ هلون ۽ کيس شيخ عباس جي ڏوهن کان پوري طرح واقف ڪريون ۽ ڪانئس مطالبو ڪريون تہ هن کي سخت سزا ڏئي.“ ڪو وري رڙيون ڪري چئي رهيو هو، ’اسان کي کپي تہ امير جي خدمت ۾ حاضر ٿي گذارش ڪريون تہ خليل کي هن ڳوٺ جو سردار مقرر ڪري.‘ ڪو وري چئي رهيو هو، ’اسان کي بشپ وٽ وڃي پادري الياس جي شڪايت ڪرڻ کپي تہ هو بہ شيخ عباس سان سندس ڏوهن ۾ ڀاڱي ڀائيوار آهي.‘

چئني طرفن کان ڀانت ڀانت جا آواز اچي رهيا هئا ۽ تيز رفتار تير بنجي شيخ عباس جي سيني ۾ چبي رهيا هئا، تہ خليل پنهنجو هٿ مٿي کڻي اشارو ڪري، ميڙ کي خاموش ٿيڻ

لاءِ چيو:

”ڀائرو! ڏسو ۽ سوچيو! آئون اوهان کي پنهنجي محبت جو واسطو ٿو ڏيان ته تڪڙ نه ڪريو ۽ امير وٽ نه وڃو، هو شيخ عباس کي سزا ڪونه ڏيندو، ڇو جو درندا هڪ ٻئي کي شڪار نه ڪندا آهن. بشپ سان به پادريءَ جي شڪايت ڪرڻ اجائي آهي، ڇو جو ڪيس خبر آهي ته اهڙي طرح هن جو پنهنجو گهر برباد ٿيندو ۽ امير کي اها گذارش به نه ڪريو ته هو مون کي ڳوٺ جو سردار مقرر ڪري ڇو ته امانت دار خادم بي ايمان آقا جي اعانت نٿو ڪري سگهي. جيڪڏهن آئون اوهان جي ڏيان ۽ محبت جو لائق آهيان ته مون کي پاڻ سان گڏ رهڻ جي اجازت ڏيو ته جيئن آءُ ڏکن توڙي سکن ۾ اوهان سان گڏ هجان. ٻنيءَ جي ڪمن ڪارين، گهر جي سک ۽ سانت ۾ ڀاڱي ڀائيوار هجان ڇو ته جيڪڏهن آءٌ اوهان مان هڪ جي به ڪم نه آيس ته انهن مڪارن جي مثل هوندس، جيڪي شرافت جو چوغو پهريو بدمعاشيون ڪندا ٿا وتن. هاڻي ڪهاڙي وڻ جي پاڙ تي رکي ويئي آهي. اچو! شيخ عباس کي اُن خدا جي دربار ۾، جنهن جو سج بُري ڀلي ٻنهي جي لاءِ لهي اُڀري ٿو، خود ڪيس سندس ضمير جي عدالت ۾ ڇڏي هليا هلون.“

اهو چئي هو اُتان هلڻ لڳو، ميڙ به هن جي پويان پويان هلڻ لڳو، ايئن پي لڳو ڄڻ هن جي شخصيت ۾ هڪ طلسمي ڇڪ هئي، جنهن جيڏانهن به منهن ٿي ڪيو، نگاهون پاڻمرادو اوڏانهن کڄي ٿي ويون. هاڻي شيخ عباس هڪ ڊنل قلعي وانگر اداس ۽ اڪيلو رهجي ويو. هو هڪ شڪست کاڌل سپهه سالار

وانگر پيڙا ۾ مبتلا هو. جڏهن هي ميڙ ديول جي اڱڻ ۾ پهتو تہ چنڊ پنهنجي پوري جوڀن سان چمڪي رهيو هو ۽ پنهنجا روشن ڪرڻا آسمان جي بلنديءَ ۽ زمين جي گهراين ۾ پکيڙي رهيو هو. خليل مڙي پويان ڏٺو، هن جون نگاهون انهن مردن ۽ عورتن جي چهرن تي پيون، جيڪي هن کي ايئن تکي رهيا هئا، جيئن ريڍون پنهنجي ڌنار کي تکينديون آهن، هن جي روح ۾ هڪ جوش جنم ورتو. ايئن پي لڳو ڄڻ انهن غريب ڳوٺاڻن منجهہ هن کي مظلوم قومن جي تصوير نظر اچي رهي هجي ۽ چميل برف سان ڍڪيل ننڍين ننڍين جهوپڙين ۾ ذلت ۽ بي وسيءَ سان لبريز پاڇو ڏسڻ ۾ پي آيو. هو بيهي رهيو، ان پيغمبر وانگيان جيڪو قومن جون آهون ۽ دانهون ٻڌندو هو. هن جي اکين ۾ گهرائي پيدا ٿي ويئي، ڄڻ هن جو روح اوير جي سيني قومن جي ڳچيءَ ۾ غلاميءَ جو ڳٽ پاتل ڏسي رهيو هجي. هن پنهنجو هٿ آسمان ڏانهن کنيو ۽ بلند آواز ۾ جيڪو چولين جي گوڙ جهڙو هو، چيو:

"اي آزاديءَ جي ديوي! اسين انهن بستين جي گهراين مان توکي سڏي رهيا آهيون. اسان جي 'سڻ! هن انڌيري جي هر ڪنڊ مان اسان جا هٿ توڏانهن وڌي رهيا آهن. انهن کي ڏسي، اسين برف جي چپن تي، تنهنجي سامهون سجدا ٿا ڪريون. اسان تي رحم ڪر، تنهنجي عظمت ڀريءَ حضور ۾ اسين پنهنجي ابن ڏاڏن جو اهو اوچڻ ڦهلائي بيٺا آهيون، جيڪو انهن جي رت ۾ رڱيل آهي، پنهنجي شعور کي انهن قبرن جي مٽيءَ سان گڏي رهيا آهيون، جن ۾ اسان جي بزرگن جون هڏيون دفن ٿيل آهن، هو تراروں ڪٽي بيٺا آهن، جيڪي انهن

جي اکين ۾ تنبيون ويون هيون، هو نيزا اُپا ڪريو بيٺا آهن، جيڪي انهن جي سينن ۾ تنبيا ويا هئا ۽ اهي زنجيرون لٽڪائي رهيا آهن، جن سان انهن جا پير جڪڙيا ويا هئا. اسان جي زبان تي اڄ بہ اهائي دانهہ آهي، جنهن جي ڪري انهن جا گلا ويهي ويا هئا. اسان جي زبان تي بہ اهي ئي لفظ آهن، جن انهن لاءِ قيدخانن جو انڌيرو ويتر پوائتو بنائي ڇڏيو هو. اسان جي دلين مان بہ اهي ئي صدائون نڪري رهيون آهن، جيڪي انهن جي دردن ماريل دلين منجهان نڪرنديون هيون. اي آزاديءَ جي ديوي! اسان جي سڏ تي ڌيان ڌر ۽ اسان جي التجا کي قبوليت جو شرف عطا ڪر.... نيل جي مهاڙ کان وٺي فرات جي ڇوڙ تائين، تو لاءِ ماڻهن جون دانهون، دوزخ جي رڙين وانگر بلند ٿي رهيون آهن. بيٺن جي پاسن کان وٺي لبنان جي دل تائين، موت جي ظلمن کان ڪنبندڙ هٿ تو ڏانهن وڌي رهيا آهن. اي آزادي! اسان ڏانهن ڌيان ڏي ۽ اسان کي ڏس!.... ذلت ۽ محتاجيءَ جي پاڇي ۾ بيٺل جهوپڙين جي ڪنڊن ۾، تنهنجي سامهون سينو ڪُٽي رهيا آهن. اي آزادي! هي سڀ ڪجهہ ڏس ۽ اسان تي رحم ڪاءِ.... اسڪولن ۽ مدرسن ۾ توکي نامراد جواني سڏي رهي آهي، مسجدن ۽ ڪليسائن ۾ فراموش ڪيل ڪتاب، تو ڏانهن جهڪي رهيا آهن، عدالتن ۽ مجلسن ۾ تذيل قانون توکي دانهين رهيا آهن. اي آزادي رحم ڪر! اسان کي چوڌڪارو ڏيار! اسان جي تنگ ۽ تاريڪ بازارن ۾ واپاري زندگي وڪٽي ٿو تہ جيئن ان جو ملهہ اولهہ جي ڌاڙيلن جي حوالي ڪري، ڪير بہ ڪونهي جيڪو ان کي سمجهائي تہ اسان جي ٻنين ۾ هاري هٿن سان زمين کوٽي ٿو ۽ ان منجهہ

پنهنجي دل جو بح بوکي، ان کي پنهنجن لڙکن سان سيراب ڪري ٿو، پر ڪيس ڪندن کان سواءِ ڪجهه به ڪين ٿو ملي ۽ ڪو به ڪونهي جيڪو هن کي ٻڌائي ته اسان جي ويران ميدانن ۾ 'ٻدو' اگهاڙن پيرن ۽ ننگن جسمن سان هلندو آهي، ڪو به ڪونهي جيڪو هن تي مهرباني ڪري ۽ پنهنجا چپ چوري، اي آزادي اسان کي ٻُڌاءِ! ابتدا ڪان اڄ تائين. رات جو انڌيرو اسان جي روحن تي ٿاڦيل آهي. آخر صبح ڪڏهن ٿيندو؟ اسان جا جسم هڪ قيد مان پئي قيدخاني ۾ هليا وڃن ٿا ۽ قومون اسان تان ٺٺوليون ڪنديون، اسان جي پر مان لنگهيو وڃن ٿيون، آخر ڪيستائين اسين قومن جون ٺٺوليون سهنداسين، اسان جا ڪنڌ ڳري بار ڪري جهڪندا ٿا وڃن ۽ دنيا جون قومون پريان بيٺيون، اسان کي ڏسي ٺهڪ پيون ڏين. آخر ڪيستائين اسين انهن جي ٺهڪن تي صبر ڪنداسين؟ اسان جا پير هڪ ڪوڙڪيءَ مان نڪرپو ٻي ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسي ٿا پون ۽ اهي ڪوڙڪيون ڪٿن ئي ڪونه ٿيون ۽ نه ئي اسين انهن جي وچ مان نڪري پار پهچي ٿا سگهون. آخر ڪيستائين اسين ايئن جيئندا رهنداسين؟ مصرين جي غلاميءَ کان وٺي بابل جي قيد ۽ بند تائين، ايرانين جي سنگدليءَ کان وٺي يونانين جي خذمتگاريءَ تائين. روم جي ڏاڍ کان وٺي مغلن جي ظلم تائين، فرنگين جي لوڀ ۽ لالچ تائين.... آخر اسين ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيون. آخر هن اٿانگي واٽ جي پڇاڙي ڪڏهن ۽ ڪٿي ٿيندي؟

فرعون جي گرفت کان وٺي بنو نصر جي ڄار تائين، سڪندر جي گهوڙن جي سنبن کان وٺي هيروڊس جي تلوارن

تائين، نيرو، جي جهبن کان وٺي شيطان جي ڏندن تائين.... آخر اسين ڪنهن جي هٿ ڏانهن وجي رهيا آهيون؟ آخر اسين موت جي قبضي ۾ ڪڏهن پهچنداسين ته جيئن ابدي ننڊ ۽ سڪون سان سمهي سگهون؟ ماڻهن پنهنجن ديوتائن جي تعظيم ۽ عبادت لاءِ اسان جي ٻانهن جي طاقت سان ديول ۽ قربان گاهون جوڙايون آهن. انهن ديوارن ۽ قلعن جي اڏاوت لاءِ اسان پنهنجن ڪلهن تي پٿر ۽ مٽي ڍوئي آهي، انهن اسان جي جسمن جي قوت سان اهرام جوڙيا ته جيئن انهن جو نالو سدائين جي لاءِ جيئرو رهي. آخر ڪيستائين اسين پنهنجي ٻانهن جي ٻل تي ٻين جي لاءِ محل ۽ حويليون اڏيندا رهنداسين ۽ خود غارن ۽ جهوپڙين ۾ پناهه وٺندا رهنداسين؟ ڪيستائين انهن جون تجوريون پئسن سان ڀريندا رهنداسين؟ ڪيستائين انهن جي لاءِ ريشم ۽ اُن اُڻيندا رهنداسين ۽ خود ڦاٽل ٽٽل ڇيڇڙا پائيندا رهنداسين؟

انهن جي مڪارين ۽ دغابازين ڪارڻ گهر گهر ڦوٽ پئي، خاندان هڪ ٻئي کان نفرت ڪرڻ لڳا ۽ قبيلا پاڻ ۾ وڙهڻ لڳا! آخر ڪيستائين اسين بي رحم واچوڙي جي سامهون رک جي ڍير جيان اُڏامندا رهنداسين ۽ ان سڙيل لاش وانگر بکايل ڳجهن وانگر انهن جي تن ۽ دولت لاءِ هڪٻئي سان وڙهندا رهنداسين. انهن جي دلين جي اعتماد لاءِ درزي[1] عربن جي خلاف هٿياربند ٿي ويا آهن. ڪرد، بدر کي ڪهڻ لاءِ تيار آهن. احمدي، عيسائين سان مقابلي لاءِ تيار ٿي ويا آهن. آخر ڌرتي ماتا جي سيني تي هڪ ڀاءُ ٻئي ڀاءُ سان ڪيستائين وڙهندو

1. درزي: اسلامي فرقو جيڪو اسماعيلن سان ملندڙ جلندڙ آهي ۽ شام جي ڪوهستاني علائقن ۾ آباد آهي.

رهندو؟ محبوبہ جي قبر جي پر ۾ هڪ پاڙيسري بي پاڙيسريءَ
کي ڪيستائين ڏيڃاريندو رهندو. خدا جي اکين جي سامهون
هلال ۽ صليب ڪيستائين وڙهندا رهندا؟

اي آزادي اسان جي سڌ تي ڌيان ڌر! ۽ ٻڌ! اي زمين جي
رهاڪن جي امڙ! اسان ڏانهن منهن ڪر ۽ ڏس! اسين تنهنجو
ماٽيجو اولاد نہ آهيون. اسان مان ڪنهن هڪ فرد سان ڪلام
ڪر. سڪل ڪکن ۽ پنن جو ڍڳ هڪ ئي چڻنگ سان پنييت
ٿجي ٿو. پنهنجي ٻانهن جي ڦڙڪائڻ سان اسان مان ڪنهن
هڪ مرد کي سجاڳ ڪر، ڇو تہ ڪکر هڪ ئي ٽڪري مان
وڄ وراڪو ڪري ٿي ۽ ڪن پل ۾ ماٿرين جي گهراين ۽
ٽڪرين جي چوٽين کي روشن ڪري ٿي ڇڏي. پنهنجي همت
۽ ارادي سان ڪارن ڪڪرن کي هٽائي ڇڏ ۽ وڄ وانگر
ڪري، منجنيق وانگر انهن شاهي تختن جي پاين کي ڊاهي پٽ
ڪري ڇڏ جيڪي خون ۽ لڙڪن ۾ ٻڌل هڏين ۽ کوپڙين تي
قائم آهي ۽ هن تي ٽيڪس ۽ رشوتن جي آمدنيءَ جون سون
چڙهيل آهي:

”ٻُڌ! اي آزادي! رحم ڪر! اي اٿينس جي نياڻي اسان
کي ڇوٽڪارو ڏيار! اي رومتہ الڪبريٰ جي ڀيڻ اسان جي مدد
ڪر! اي محمد صہ جي محبوبہ! اسان ۾ سوچڻ ۽ سمجهڻ جو
مادو پيدا ڪر! اي يسوع مسيح جي ڪنوار اسان جي دلين کي
سگهہ عطا ڪر تہ جيئن اسين جيئرا رهي سگهون يا اسان تي
دشمن جي پڪڙ وڌيڪ سخت ڪر جيئن اسين مري وڃون ۽
هن عذاب کان ڇٽي پئون.“

خليل، الله کي ٻاڏائيندو رهيو ۽ هارين جون اکيون هن تي

جميون پيون هيون. هنن جا أڌما هن آواز جي لئہ تي نچي رهيا هئا. انهن جا روح هنن جي ساهہ سان گڏ سهڪي رهيا هئا ۽ هنن جا سينا هن جي دل جي ڌڙڪن سان گڏ ڌڙڪي رهيا هئا. ان وقت خليل جي انهن ماڻهن ۾ اها حيثيت هئي جيڪا جسم جي روح ۾ هوندي آهي. دعا ختم ڪرڻ کان پوءِ هنن ڏانهن ڏيان ڏنائين ۽ پرسڪون لهجي ۾ چوڻ لڳو:

”اڄ جي رات، اسان کي شيخ عباس جي گهر ۾ ان لاءِ گڏ ڪيو ويو هو تہ جيئن اسين ڏينهن جي روشني ڏسون، ۽ ظلم اسان کي ٿڌي فضا جي سامهون اُن لاءِ بيهاريو هو تہ جيئن اسين هڪٻئي جا دوست بنجي، جهرڪيءَ جي ٻچن وانگيان سرمدي روح جي ٻانهن هيٺان گڏ ٿي وڃون، سو هاڻ اسان کي کپي تہ پنهنجن پنهنجن بسترن ۾ ان اميد سان وڃي سمهي پئون تہ سڀاڻي پنهنجن پائرن سان ٻيهر ملنداسين.“

اهو چئي هو راحيلہ ۽ مريم جي ٻوپان سندن جهوپڙيءَ ڏانهن روانو ٿي ويو. تنهن کان پوءِ ميڙ بہ ٽڙي پکڙي ويو ۽ هر شخص پنهنجي پنهنجي گهر ڏانهن انهن ڳالهين تي ويچاريندو روانو ٿي ويو جيڪي هن ڏنيون ۽ ٻڌيون هيون ۽ هڪ نئين زندگيءَ جا آثار محسوس ڪرڻ لڳو.

اجان ڪلاڪ بہ ڪونہ گذريو هو جو جهوپڙين ۾ ٻرندڙ ڏيئا وسامي ويا. خاموشيءَ پنهنجي چادر ڳوٺ تي وجهي ڇڏي ۽ خوابن شيخ عباس جي روح کي ڇڏي ڏنو، جيڪو رات جي پاڇن سان گڏ جاڳي رهيو هو ۽ پنهنجي وسوسن جي ڄار ۾ بي وس پيو هو ۽ هارين جي روحن کي هڪ طلسمي دنيا ۾ وٺي ويو.

# [8]

ٻہ مهينا ٻيا ٻہ گذري ويا. خليل برابر پنهنجي روح جي اسرارن کان ڳوناٺن کي واقف ڪندو رهيو. انهن جي حقن ۽ واجبن جا نازڪ پاسا انهن جي سامهون بيان ڪندو رهيو. لالچي پادرين جي زندگيءَ جو نقشو انهن جي اڳيان پيش ڪندو رهيو. ظالم حاڪمن جا قصا انهن جي سامهون ورجائيندو رهيو. پنهنجن ۽ هنن جي اُذمن ۾ هڪ مضبوط رابطو پيدا ڪندو رهيو. جيڪي ان سرمدي قانون سان ملندڙ جلندڙ هئا، جن جي خصوصيت اها آهي تہ هڪ جسم کي ٻئي جسم سان ٻڌي ڇڏي ٿو. هاري هن جون ڳالهيون ٻڌي ايئن سرها ٿيندا هئا جيئن اُڃايل ٻني مينهن وسڻ سان سرهي ٿيندي آهي ۽ اڪيلائيءَ جي گهڙين ۾ انهن ڳالهين کي ورجائي ان جي مقصد جي روح کي پنهنجي محبت جي جسم جو لباس پهرائيندا هئا. هو پادري الياس کان بلڪل بي ڊپا ۽ بي پرواهہ هئا، جيڪو پنهنجي حليف شيخ عباس جو ڏوهہ ظاهر ٿيڻ کان پوءِ هنن وٽ گهٽو اچڻ وڃڻ لڳو هو. هائي هو هنن سان اهڙي تہ نرميءَ سان پيش ايندو هو جهڙو ميڻ. نہ تہ هو سنگ مرمر کان بہ سخت هو. پر شيخ عباس جي روح کي اهڙو مرض لڳي ڇڪو هو جنهن کي جنون سان پيتي سگهجي ٿو. هو گهر جي هڪ ڪمري ۾ قيدي جيتي وانگر بسار ڪندو پنهنجي

خادمن کي وڏي سڏ سڏيندو رهندو هو. پر پتين کان سواءِ ڪوبہ هن کي ورندي نہ ڏيندو هو. هو پنهنجي نوڪرن کي منٿون ڪري سڏيندو هو پر ڪوبہ ڪونہ ايندو هو، سواءِ هن جي زال جي جنهن کي هن جي بدمزاجين وقت کان اڳ پوڙهو ڪري ڇڏيو هو.

جڏهن رمضان جو مهينو آيو ۽ فطرت بهار جي آمد جو اعلان ڪيو تہ سردين جي واچوڙن سان گڏ شيخ عباس جي زندگي بہ ختم ٿي ويئي. هو هڪ پوائتي پيڙا واري ڇڪتاڻ ۾ مبتلا ٿي مري ويو ۽ هن جو روح پنهنجي عملن جا فائيل پاڻ سان گڏ کڻي اُڏري ويو.

هارين ۾ هن جي موت بابت ڪافي چؤبول هو. ڪنهن چيو ٿي تہ ”هن جو عقل هن کان موڪلائي ويو ۽ هو چريڻ جي حالت ۾ مئو آهي.“

۽ ڪنهن وري چيو ٿي تہ، ”پنهنجي رُتبي کان ڪرڻ کان پوءِ هن آپگهات ڪري ڇڏيو.“ پر اِهي عورتون جيڪي سياڪو ڪرڻ شيخ عباس جي گهر ويون تن موتي اچي پنهنجن مڙسن کي ٻڌايو تہ هو ڊپ وگهي مئو آهي، آڌي رات جو شمعان جو روح رت ۾ ٻڏل ڪپڙن ۾ هن جي سامهون آيو ۽ نهايت نفرت ۽ بي رحميءَ سان هن کي ان هنڌ وٺي ويو جتي پنج سال اڳ شمعان مئل حالت ۾ لڌو هو.

اپريل جي بهار جي منڌ ڳوٺ جي رهاڪن تي اُن محبت جو ڦاٽ ڦاڙي ڇڏيو، جيڪو خليل ۽ راحيلہ جي ڌيءُ مريم جي دلين ۾ لڪل هو، انهن جا چهرا خوشيءَ کان ٻهڪڻ لڳا ۽ دليون خوشيءَ ڪارڻ اُڇلون ڏيڻ لڳيون. هاڻي هنن کي

نوجوان جي وجڻ جو ڏپ ڪونہ هو، جنهن هن جي مٿل دلين
کي سجاڳ ڪري هڪ اهڙي دائري ۾ آڻي بيهاريو هو. هو
هڪٻئي کي مبارڪون ڏيڻ لڳا، ڇو تہ نوجوان انهن مان هر
هڪ جو ويجهو پاڙيسري ۽ محبوب ناني هو.

جڏهن لاباري جو وقت آيو تہ هاري کيتن ۾ ويا، لابارو
ڪري، ان ڇاٽي، ڳنڍئين ۾ ڳنڍ ڪيائون. هاڻي اُتي شيخ
عباس ڪونہ هو جيڪو هنن کان ان کسي پنهنجي ڳُدامن ۾
رکي. هاڻ هر هاري پنهنجي ٻنئيءَ جي پيداوار جو مالڪ
پاڻ هو. جيڪو هن پوکيو ۽ لڻيو هو، سو سندس ئي هو. ان
فصل ۾ سموريون جهوپڙيون ڪڻڪ، جوَ، شراب ۽ تيل سان
پرجي ويون.

خليل بہ هارين جي هر ڏک سک ۾ ساٿن پٽ هو، ان ڳنڍ
ڪرڻ، انگورن جو رس ڪڍي شراب ناهڻ ۽ ميوي چونڊڻ ۾
هنن جو ڀرپور ساٿ ڏيندو هو. هاڻي هن ڳوٺ ۾ ڪوبہ اهڙو
ڪونہ هو، جيڪو محبت ۽ گرمجوشيءَ کان سواءِ ڪنهن کان
مٿاهون هجي، ان سمي کان وٺي اڄ تائين ڳوٺ جو هر هاري
خوشيءَ مان اُن ٻنيءَ جي پيداوار ڪٽي ٿو ۽ اطمينان سان ميوا
چونڊي ٿو، جن کي هن پنهنجي ٻانهن جي ٻل تي پوکيو هوندو
آهي. هاڻي زمين ان شخص جي مايا آهي، جيڪو ان کي پوکي
ٿو ۽ باغ ان شخص جو آهي جيڪو ان کي لڳائي ۽ سارسنڀال
ڪري ٿو.

ان واقعي کي پنجاهہ سالن کان بہ وڌيڪ عرصو گذري
چڪو آهي. سڄاڳي لبنان جي رهواسين جون اکيون کولي
ڇڏيون، جڏهن بہ ڪو واٽهڙو صنوبر جي وڻن تان ويندڙ رستي

تان لنگهي ٿو تہ بيهي ڳوٺ جي خوبين کي ڏيان سان ڏسڻ ٿو لڳي، جيڪو ماتريءَ جي ڪناري ڪنوار وانگر نهيل جڙيل نظر اچي ٿو، انهن جون جهوپڙيون هاڻ خوبصورت گهرن ۾ بدلجي چڪيون آهن جن جي چئني طرفن کان سرسبز چراگاهہ ۽ ڇهچ ساوا وڻ آهن.

جيڪڏهن ان ڳوٺ جي ڪنهن رهاڪوءَ کان شيخ عباس بابت پڇيو ٿو وڃي تہ هو هڪ پڳل ٽتل ۽ ڪريل ديوارن ڏانهن اشارو ڪري چوي ٿو: "هي شيخ عباس جو محل ۽ هيءَ ان جي زندگيءَ جي تاريخ آهي."

۽ پلا جي ڪو خليل بابت پُڇي ٿو تہ آسمان ڏانهن اشارو ڪري جواب ڏي ٿو:

"اسان جو نيڪدل ۽ پاڪ پوتر خليل اُتي رهي ٿو پر ان جي حياتيءَ جي تاريخ اسان جي وڏڙن سونهري اکرن ۾ اسان جي دلين تي لکي ڇڏي آهي. جنهن کي شام جا پاڇا ۽ ماٺ جون چڪريون بہ مٽائي نہ ٿيون سگهون."

جبران بن خليل بن ميخائيل بن سعد، پنهنجي هڪ پڙڏاڏي يوسف بن جبران الماروني البشعلاني جي مناسبت سان جبران خليل جبران جي نالي سان جڳ مشهور لبناني اديب آهي. بشريٰ نالي لبنان جي هڪ ڳوٺ ۾ 1883ع ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم بيروت ۾ ورتائين، ادب ۽ مصوريءَ سان چاهه ڪيس پيرس وٺي ويو، جتان فائن آرٽ جو امتحان پاس ڪري آيو. جبران پنهنجي زندگيءَ جو گهڻو عرصو آمريڪا ۾ گذاريو. 1931ع ۾ سندس وفات به نيويارڪ ۾ ٿي. جتان پوءِ سندس مڙهه آبائي ڳوٺ بشريٰ ۾ آڻي مٽي ماءُ حوالي ڪيو ويو.

لبنان جو هي صوفي مزاج عيسائي اديب خيالن جي پرواز فڪر جي گهرائيءَ، نذرين جي جدت، حريت پسندي ۽ سماجي انصاف جي پرچارڪ طور مشهور آهي. هن پنهنجي هم خيال اديبن جي هڪ تنظيم به ٺاهي هئي، جنهن جو سرواڻ به پاڻ هو. ان دؤر جي هڪ روشن خيال لبناني اديبا مي زيادة سان سندس قلمي عشق به عربن جي ادبي حلقن ۾ مشهور آهي. جون ٻئي ئي آخر تائين ڪنوارا رهيا، پر چاهت باوجود هڪ ٻئي سان ملاقات به نصيب ڪونه ٿين.

جبران جون اصل تخليقون عربي ۽ انگريزي ٻوليءَ ۾ آهن، ڇو ته کيس عربيءَ سان گڏ انگريزيءَ تي به مڪمل عبور حاصل هو.

سندس انگريزيءَ ۾ لکيل ڪتاب "پيغمبر" ۽ "مجنون" ته عربيءَ ۾ به بعد ۾ ترجمو ٿيا. جبران جي تخليقن مان "پيغمبر"، "مجنون"، "ٻڪل ڪنيڙاليون"، "ڪنوار جي سيج"، "لڙڪ ۽ مرڪ" ته اڳيئي سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿي چڪا آهن. هي ڪتاب سندس مشهور ڪتاب "يسوع بن الانسان" جو سنڌي ترجمو آهي.

مترجم

A ROSHNI BOOK

Novel

Pakistan Rs.100

# پڙهندڙ نسُل . پَ ن

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي ٽاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن ڪي پڙهي سماجي حالتن ڪي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني ڪي **چـو، چـالاءِ ۽ ڪـيـئـن** جهڙن سوالن ڪي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽـٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)